# واٽ ويندي

علي احمد بروهي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.
1986ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر اٺهتر

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، سنڌ. |
| ڇپيندڙ | ڪنگريو آفسيٽ پرنٽنگ پريس<br>ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد، سنڌ. |
| ٽائيٽل | فتاح هاليپوٽو |
| پهريون ايڊيشن | فيبروري 1986ع |

قيمت: 30/- رپيا



---

WHATT WENDEY Written by ALI AHMED BROHI, Published by New Fields Publications Tando Wali Mohammed Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition February 1986. Price Per Copy Rs. 30/-

# انتساب

دنيا جي اڪثر عالمن ۽ اديبن جي لکڻين جو مطالعو ڪيو
اٿم. گهڻين هستين ڪي ته روبرو ڏسڻ ۽ پڙهڻ جو به شوق حاصل ٿيو
اٿم. ظاهر آهي ته سندن سنگ ۾ شايد ٿورو گهڻو ڪجهه پرايو به
هجيم. پر جيسين اندر جي آٿت، توڪل جي تـرهي ۽ جيئڻ جي
حوصلي جو تعلق آهي ته اهو وکر هميشه هڪ ئي درويش جي اکرن
۾ پڻ مليو اٿم. جو عظيم انسان آهي:-
”شاه عبداللطيف ڀٽائي“
سندس نالي سان ”وات ويندي“ جي ننڍ پيٽا منسوب ڪندي
اهو ڪجهه به گهورڻ جو به فخر حاصل ڪريان ٿو جيئن پاڻ تـو
فرمائي ته

ليلان لڇ ۾ اٿـي اڳـڻ سور
ابو ڏاڏو گهور پاڻ سوڏو پرينءَ تان

**علي احمد بروهي**

# پنهنجي پاران

مون پهرين ڪهاڻي ان زماني ۾ لکي جڏهن سنڌ مدرسي ۾ شاگرد هيس. ان کان پوءِ مون کي سچا سارا سورنهن سال هي ڪوجنا ڪندي گذريا ته نه فقط منهنجو ليکڪ ٿيڻ محال هيو پر مون لاءِ ليکڪ طور زندگي بسر ڪرڻ اجهان بـــ ناممڪن هيو. قيد جون سختيون ۽ عقوبتون سهڻ کان تـــه مون کي ڪو عار نـه هيو، پـــر سموري اهل عيال کي بک ۾ پاه ڪري مارڻ مون کان سٺو نه ٿيو. لاچار ٿي آزاد صحافت ڇڏي وڃي خيرپور رياست ۾ نوڪر پـــرتي ٿيس. سرڪاري نوڪريءَ کان رٽائر ٿي وري ٻيهر لکڻ جي مشق ڪيم. پر وري به ساڳئي مايوس نتيجي تي پهتس ته اديب ٿيڻ جي مون ۾ ڪا صلاحيت ڪانه هئي. پـر پوءِ لکڻ تـــرڪ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو چاڪاڻ ته ان وچ ۾ آءٌ خاصو مشهور ٿي ويس، جو نهايت عجيب هيو. اهو ڏيکاري ٿو ته وقت سنڌي موڙ تي ليکڪن جي ڪيتري اڻاٺ هئي! هوندي به هي عام چوڻي آهي تـــه جت وڻ نه آهي اتي ڪانڊيرو به درخت آهي!

جي لکڻ هڪ ڏات آهي تـــه پوءِ آءٌ ان نعمت کان خالـي آهيان. آءٌ هن خيال جو آهيان ته لکڻ به هڪ پـــورهيو آهي جنهن ۾ اورچ ٿي محنت ڪرڻي ٿي پوي. بلڪ ڪاريگري به آهي. چاڪاڻ ته هڪ اوستي جيان هڪ اکر جي اوساري ڪري محلات اڏڻو آهي. ليکڪ ٿيڻ لاءِ ڪتابن جو مطالعو ڪرڻ ضروري آهي چاڪاڻ ته پڙهائي وسيلي ذهن جي سروس ۽ خيال جي پرتي ٿئي ٿي. ٻي حالت ۾ ماڻهو جو مصالحو ختم ٿـي ويندو ۽ ڏيوالو ڪڍي ويهي رهندو. ٻيو لکڻ کي آفيميءَ واري عادت بڻائڻ لازمي آهي. آءٌ پاڻ کي قلم

بنان هيٺو ۽ بيهٿيار وڃهندو آهيان. پر هڪواري قلم هٿ ۾ هجي ته پوءِ ڪنهن ڏونگر تي به فلڪ نه ايندي. اهڙي لاپرواهيءَ سان لکي ويندس جو ان لکڻيءَ کي جيڪر بيهر پڙهي ماڻو نه ڪريان ته ملڪ اندر ته ڪو ممڻ مڇي پوي يا نه، پر پنهنجا شايد لاه ضرور نڪري وڃن.

”وات ويندي“ عنوان آهي اخباري ڪالم جو، جو روزاني هلال پاڪستان ۾ به سال سانده هر هفتي شايع ٿيندو رهيو. ڪالم نويسي دراصل صحافت جو هڪ ڇڙواڳ نمونو آهي ۽ جنهن دائري جون ڪي حدون مقرر ٿيل نه آهن. هن ڪالم ۾ ملڪ جي سياسي ۽ سماجي مسئلن تي ٽيڪا ٽپڻي سان گڏ زندگيءَ جي هر موضوع تي خيال آرائي ڪري ٿي سگهجي. اسان وٽ ڪالم نويسيءَ وسيلي عام ماڻهن کي مسئلن جي اصلي اندروني حقيقت کان آگاه ڪيو ٿو وڃي ۽ ڪن حالتن ۾ ته عوام کي هڪ قسم جو چتاءُ پڻ ڏنو ٿو وڃي ته هاڻ هي نئين قسم جو راڳ آلاپيو ٿو وڃي. دراصل اسان وٽ سرڪار ۽ سندس سرڪردا اڪثر آهن ئي لاڏريءَ ۾ آيل، يا ٿاڦيل يا اچان به مٿان زوريءَ مڙهيل. هو پنهنجي نوڪري پڪي ڪرڻ خاطر هر قسم جا هربا ۽ ڇڪما استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اهڙي صورتحال ۾ جڏهن اسان جو مقامي سياستدان سرڪار جي مهار ۾ ٻڌل آهي بلڪ سندس ڪيسي ۾ پيل آهي ته سندن ناپاڪ ارادن جي اوگهڙ ڪرڻ ۽ ماڻهن کي ڳالهين يا ڳجهارتن ۾ وقت سر خبردار ڪرڻ ۾ ڪالم نويسيءَ کي وڏو دخل حاصل آهي، جو حال پريان نال آهي سڄڻن جي اکين اڳيان آهي ۽ بس.

علي احمد بروهي

# پهر اکر

علي احمد بروهيءَ مون کي هڪ وڏي آزمائش ۾ وجهي ڇڏيو آهي ته آءٌ سندس ڪتاب ”وات ويندي“ تي ڪو مهاڳ يا پيش لفظ لکان. هجي ها ڪا شاعري، ڪو ڪهاڻين جو مجموعو، ڪو لسانيات تي مقالو تہ ڳالھ ڏاڍي سولي هئي: ٽيڪنيڪل ڳالھين جي هيرا ڦيري ڪري، اٽڪل بازي ڪري جند ڇڏائي وڃجي ها. يا وري ”فڪر جي گهراين،“ ”خيال جي نواڻ ۽ قدرت،“ ”روايت کان بغاوت،“ ”سوچ جي نين راهن جي جستجو“ وغيره جهڙن فقرن کان مدد وٺي پنهنجي ”دانشوريءَ“ جو ڀرم رکي سگهجي ها! پر هت تہ ڳالھ ڏاڍي ڳري ٿي پئي آهي. سچ ۽ سچائين کي تہ مهاڳ جي ادمبر جي ضرورت ئي ڪانہ ٿيندي آهي. سچ بہ اهڙو سچ، سچائيون بہ اهڙيون سچائيون، جيڪي اکين ۾ گهوري ٿيون نهارين، دل ۾ وَڍَ ٿيون وجهن، ۽ اهو ياد ٿيون ڏيارين تہ هھڙي گُھگُھ اونداهيءَ ۾ بہ جوت جلائي سگهجي ٿي، تہ ڪوڙ جي هن ماندياڻ ۾ سچ جو چوٻول چوري سگهجي ٿو، تہ صدين جي ڪني ماڻي پاڻيءَ جي تلاءَ ۾ پهڻ اڇلائي ڇوليون ڇُلائي سگهجن ٿيون، تہ عقيدي ۽ انڌ ۾ فرق ٻڌائي سگهجي ٿو، تہ منصور نہ بہ ٿي سگهجي پر منصور جي ڳالھ ڪري سگهجي ٿي. زندگيءَ ڏانهن اهڙي رويي لاءِ ڪنهن مهاڳ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟

علي احمد بروهي بنيادي طرح سان هڪ صحافي آهي، هڪ ڪالم نويس آهي. وات ويندي سندس ڪهاڻيون بہ ڪالم نويسيءَ جو هڪ انگ آهن، جن کي هن ڪهاڻيءَ جو ويس پارائي ڇڏيو هو. فرق صرف ايترو آهي تہ ڪهاڻيءَ لاءِ جنهن ”ڪوڙ“ جي ضرورت هوندي آهي، جنهن ”تصوراتي بندش“ جي گهرج پوندي آهي،

علي احمد ان کـي هڪ نئين ڪيفيت ـ سچ جي ڪيفيت ـ عطا ڪري ڇڏي. نتيجو اهو ٿيو جو هن جون ڪهاڻيون به ڪالم نويسيءَ جو درجو اختيار ڪري ويون؛ ۽ هن جا ڪالم سچ جي واردات کي قلمبند ڪرڻ جي هڪ نئين صنف بڻجي ويا آهن ـ پوءِ اهي ”چام، چاموٺ ۽ چامڙا“ جي طرز جا خاڪا هجن. سندس ڪالم چرڪائيندڙ رڳو ان ڪري نه آهن ته اهي سچ جي وارداتن کي قلمبند ٿا ڪن، پـر ان جو سبب علي احمد بروهيءَ جـي هڪ انفرادي خصوصيت آهـي، جا اها آهي تـه هو پنهنجي پاڻ تي کلي سگهي ٿـو. جيڪو شخص پنهنجي پاڻ تي کلي سگهي جي ڏات ۾ ڏانءُ حاصل ڪري وٺي ته اهو سڪندر اعظم کي چئي سگهي ٿو تـه ”ٿورو هٽي بيهه، تنهنجو پاڇو، مون کي سچ جي روشني کان ٿـو وانجهو ڪري!“ دنيا جا اهي مشهور ليکڪ، جن کي طنز نگاريءَ جا مهندار مڃيو وڃي ٿو، تن سڀني ۾ اها خصوصيت هئي ته هو پنهنجي پاڻ تي کلي سگهندا هئا، ۽ پوءِ پنهنجي پاڻ تي کلندي کلندي، بادشاهن کي به سـٽ ـ سريون ٻڌائڻ کان ڪونـه ڪيٻائيندا هئا. هڪ ٻـي ڳالهه، جيڪا بظاهر ابتڙ ٿـي لڳي، سا اها تـه اهڙا ماڻهو هڪ اهڙي درد مند دل پنهنجي سيني ۾ سانديندا ايندا آهن، جنهن جو درد هوند پڪائيءَ جي چوٽيءَ، ”وڻ ٻاري“ ڇڏي. سچ چوڻ جي ان جرائت ۽ درد مند دل علي احمد بروهيءَ کي سنڌي جي لکندڙن ۾ منفرد حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي.

هت آءٌ فقط هڪڙي ٽيڪنيڪل ڳالهه جو سهارو وٺڻ جي اجازت گهرندس. سا آهي علي احمد جي ٻولي. منهنجو پنهنجو نظريو اهو آهي ته سنڌي ٻولي ڇاڪاڻ ته هزارين سال پراڻي زبان آهي ـــ گهٽ ۾ گهٽ موهن جي دڙي جي تهذيب تائين تـه پاڙون ڪٽيل اٿس، ان ڪري انساني تجربن ۽ احساسن جي هر رنگ، هر عڪس ۽ هر پاڇي لاءِ وٽس لفظن، اصطلاحن ۽ پهاڪن جو اڻکٽ خزانـو آهي، جيڪو به اديب اها ڏات حاصل ڪري وڃي، ۽ انهيءَ خزاني کي موزون ۽ تز نموني ۾ استعمال ڪري سگهي، اهوئـي پنهنجو

مقصد پڙهندڙن تائين سڌو سنئون پهچائڻ ۾ ڪامياب ٿيندو آهي.
علي احمد بروهيءَ ۾ اها ڏات مڙني سرسي آهي. آءٌ تہ ڪيس چوڻ چاهيندو آهيان تہ بروهي هجڙ جي ناتي هو موهن جي دڙي جي دراوڙن جو وارث آهي، ان ڪري هن جي دماغ جي جيوَ-گهرڙن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي معنائن جا سمورا (Genes) موجود آهن. پر متان هو ايئن سمجهي تہ آءٌ کيس دراوڙ سڏي، سندس جسامت جو حوالو ٿو ڏيان، ان ڪري فقط ايترو چوندس تہ هو نج ۽ نبار ٻوليءَ جو وارث آهي. ٻوليءَ جي ان ڏات ۽ ڏانوَ هن جي ڪالمن کي سنڌي ادب ۾ هڪ مستقل ۽ پڻ انڊار حيثيت ڏيئي ڇڏي آهي، جيڪا عام طرح صحافت جي ٻوليءَ کي گهٽ ملندي آهي.

ٻوليءَ جي ڏات (۽ ڏانءُ) هن جي لکڻ واري شخصيت کي چڙ مهميز ڏيئي ٿي ڇڏي، ۽ جڏهن هو لکڻ ٿو ويهي تہ سمورا بند ٽٽي ٿا پون، سموريون مصلحتون اڏامي ٿيون وڃن، ۽ نج سچ ۽ نبار سچائيون — ”آسي ۽ ڦاپي“ (ص-٩)، ”اجرڪ جو شان“ (ص-٢٣)، ”هي هلاچو، هٿل“ (ص-٣٣) ”درياهہ ٿوتي دانهن“ (ص-٣٨)، ”سنڌو“ (ص-٢٢٨)، ”توڙهي ٽرئنجڊي“ (ص-٤٧)، جهڙا ڪالم بڻجي، چرڪائي ٿيون ڇڏين. اهي سچائيون اسان جي تاريخ جو هڪ اهڙو حصو بڻجي ويون آهن، جن کي لنوائڻ محال آهي. جڏهن بہ سنڌي صحافت ۾ هن طرح جا ڪالم لکيا ويندا، تڏهن اونداهي سرنگهہ جي هن پاسي روشنيءَ جو هڪ ڪرڻو نظر اچڻ لڳندو. علي احمد بروهي چوي ٿو تہ لکڻ هن جي مجبوري آهي، ايئن چئي، هو شايداهو ثابت ڪرڻ ٿو گهري تہ هو فقط پنهنجو هيانءُ هلڪو ڪرڻ لاءِ ئي لکي. پر اصل حقيقت ڪجهہ ٻي آهي. هن پنهنجي زندگي- باعمل زندگي— شروع ٿي لکڻ سان ڪئي، ۽ سا بہ صحافت ۾ لکڻ سان. ان ڪري، هن جي لکڻ جو ڏوهہ بخشائڻ جهڙو ڪونهي، ۽ نہ ثواب ڪمائڻ جهڙو:

اسان تي الزام، آندا جڳ جيڻ جا!

علي احمد لکي ٿو، لکندو رهيو آهي ۽ لکندو رهندو چاڪاڻ

تہ سنڌ کي لکڻ جي ضرورت آهي. سنڌ ۽ سنڌين وٽ هاڻ رهيو بہ رڳو سنڌي ڳالهائڻ آهي يـا سنڌي ٻولي آهي. ٻي هر شناخت هنن کان کسي ورتي ويئي آهي. ان ڪري سنڌيءَ کي زنده رکڻ، ۽ سنڌ کي زنده رهڻ جو حوصلو ڏيارڻ لاءِ لکندو رهڻ ئي اهو قرض آهي، جيڪو سنڌ جا لکندڙ— ساڃهہ ۽ سرت وارا لکندڙ— لاهڻ جا پابند آهن. اها پابندي علي احمد بروهيءَ تي بہ آهي. سنڌس مجبوري اجهو اها آهي. اها اسان سڀني جي مجبوري آهي. فرق صرف ايترو آهي تہ بروهي پابنديءَ سان اها پابندي قبول ڪندي، لکندو رهي ٿـو. سچ ڳالهائيندو رهي ٿو. سچائيون بيان ڪندو رهي ٿو، ۽ آءٌ يانبان ٿو تہ مرڻ گهڙيءَ تائين ائين ڪندو رهندو.

ڪراچي ١٠ جنوري ١٩٨٦ع

**سراج**

# ترتيب

# آمي ۽ ڦاپي

ٺٽو سنڌ جو تاريخي شهر آهي. آڳاٽي سنڌ جو تخت گاهه، اڳوڻن حڪمرانن جو قبرستان ۽ هاڻوڪن حاڪمن لاءِ شڪار گاهه به آهي. هي ضلعو خاص طور سرڪاري ڪامورن جي زمينون خريد ڪرڻ، سيلانين جي سياحت ۽ اميرن تورڙي سفيرن جي شيل شڪار لاءِ وڏيڪ پسند ڪيو ويندو آهي. شايد هن ڪري به، جو سير تفريح لاءِ منجهس ڪيئي نديون وڏيون خوبصورت ڍنڍيون آهن. هڏيرو ڍنڍ به، انهن ۾ هڪ آهي جا عام ماڻهن جي لنگهه ۽ اچ وڃ کان اوڻائتي هئڻ ڪري هر شڪار لاءِ ٺاهيڪي ۽ دلجاءِ واري ڍنڍ سمجهي ويندي آهي. هنئن ڪان، هن ڍنڍ ڪناري تي ٿيل هڪ واقعي بنسبت، ڪجهه اهڙيون خبرون اخبارن ۾ گشت ڪندي ڏٺيون وڃن ٿيون جي نه فقط افسوسناڪ آهن، پر جنهن پڙهڻ سان هر انسان جي گردن شرم ۾ جهڪي وڃي ٿي. جو ڪجهه اخبارن ۾ اچي چڪو آهي اهو هن طور آهي:-

"چيو وڃي ٿو ته ڪجهه ڏينهن اڳ ڪي شاهي شڪاري شڪار سانگي اچي هڏيرو ڍنڍ تي سهڙيا جتي سندن قيام جو بندوبست ٿيل هيو. شڪارين جو تعلق ڪنهن عرب ملڪ جي سفارت خاني سان ڄاڻايو وڃي ٿو. هنن پنهنجي عياشيءَ جي ديسي سامان ميسر ڪرڻ لاءِ ٺٽي جي هڪ مقامي ماڻهوءَ کي خدمت جو موقعو ڏنو. جنهن شهريءَ لاءِ چيو ٿو وڃي ته هو پنهنجي پيشي ۾ شهرت رکندڙ آهي ۽ هن ڪان اڳ ڪيئي اهڙيون خدمتون سرانجام ڏيئي چڪو آهي. هن به بدنصيب نينگريون هٿ ڪري اميرن کي "مال پاڻي" پهچايو. ڇوڪرين جا نالا آمي ۽ ڦاپي چيا وڃن ٿا. هي به ڄاڻايو ويو آهي ته ٻئي الهڙ نينگريون هيون ۽ اجا اڏامڪ مس ٿيون هيون. اخباري بيان مطابق سندن عمريون ١٣ ۽ ١٤ سال چئي وڃي ٿي. ٻنهي نيائين جو تعلق مهاڻي قوم سان چيو وڃي ٿو.

جو ڪجهه پنهي نينگرين مٿان تي گذريو ان سلسلي ۾ جو بيان اخبارن ۾ شايع ڪيو ويو آهي اهو پيهر ورجائڻ جي وس کان ٻاهر آهي. آخرين نتيجي ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته "آمي" جا پساه ٽڏي تي پورا ٿيا. سندس لاش پوليس ٿاڻي تي آڻي رپورٽ درج ڪرائي ويئي ته "اتفاقي حادثي" ۾ مري ويل هئي. هي به خبرن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته پوليس "آميءَ" جو لاش اسپتال ۾ پوسٽ مارٽم لاءِ روانو ڪيو جتي دستوري وڍ ڪٽ بعد لاش وارثن حوالے ڪيو ويو. پوءِ مالڪن آميءَ کي دفن ڪري ڇڏيو.

قاپيءَ لاءِ چيو وڃي ٿو ته ڪيس زخمي ۽ مرئينگ حالت ۾ رڪشا ۾ ڪڍائي ٺٽي جي سول اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو جتي زير علاج آهي. وڌيڪ هي ڄاڻايو ويو آهي ته جنهن مائهوءَ نينگرين جي رسائي ڪئي هئي ان خلاف پوليس ٿاڻه تي ڪيس پڻ داخل ڪيو ويو ۽ ڪيس زير حراست پڻ رکيو ويو. چيو وڃي ٿو ته هن سموري قصه جي ڪنهن بني بشر کي ڪڙڪ پوڻ جو ڪو امڪان يا گمان نه هيو. پر رات جي بيگاه وڳڙي ۾ رڪشا واري کي رستي تي پيٽل ڏسي رينجرس پوليس جي پڪڙ پڇاڙ ڪرڻ تي سموري ڳالهه جو پاندرو ڦٽي پيو.

اهي خبرون گذريل سٽن اٺن ڏينهن کان ملڪي اخبارن جهڙوڪ روزنامه امن، حريت، هلال پاڪستان ڪراچي ۽ جنگ لاهور ۾ شايع ٿيندڙ رهيون آهن. ڪالهه ڊپٽي ڪمشنر ٺٽي پاران پڻ هڪ اخباري بيان جاري ڪيو ويو آهي جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته "سياحن واري واقعي جي ڪا تصديق ٿي نه سگهي آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ سندس اڳيان ڪوبه مائهو اهڙو پيش نه ٿيو آهي!"

مٿين واقعي جون سڀ ڳالهيون سمجهه ۾ اچڻ جهڙيون آهن. ٺٽو شهر توڙي ضلعو آهي ئي مشهور تفريح ۽ شڪار لاءِ، هر قسم جا سيلاني، ديسي ۽ پرديسي شڪار جا ڪوڏيا هن علائقي ۾ پيا اچن وڃن، جا هڪ حقيقت آهي. ٺٽي جي ڪيترن غريب مائهن جي روزگار جو دارومدار ٻاهرين مائهن جي سير سياحت تي آهي جنهن ۾ ڪا اربع خطا نه آهي. آمي ۽ قاپي به انهن عام رواجي نينگرين مون به آهن جي هر زماني ۾ ۽ هر هنڌ، حيواني هوس جو بک ٿينديون

ٿينديون پيئي رهيون آهن. جي صدقي جي بڪرين جيان شايد چنديون ٿي
ڪسڻ لاءِ آهن. نه وري حاڪمن جي هيٺن سان اره زوري ڪا نئين
ڳالهه آهي. مروان موت ملوڪان شڪار اصل کان ٿيندو اچي.
ڏاڍي وٽ لٺ به آهي ۽ ڇٽ به آهي جو جنهن ساز سان سرچي. قانون
۽ انصاف ته سندن آڏو ان ناڪ ۾ هوندو آهي ته 'بتا تيري رضا کيا هي.'
نه وري ڪنهن ڪميشن ايجنٽ جو ڪو قصور آهي. هن ملڪ ۾
هر قسم جي ڪميشن، پڳڙيون ۽ سيڪڙا پيا هلن. جا روز مره جي
هڪ رواجي ڳالهه آهي.

رهي ڳالهه اخباري خبرن جي، خبرون برابر لنگ ڪاندار پنڌ
هيون. ڇاڪاڻ ته هر هڪ جي گهر ۾ امي ۽ ڦاپي هئي، هر هڪ
پنهنجي هنياءَ تي هٿ رکي ٿي سوچيو پر اهو احساس ڪيس اوستائين
رهيو جيستين گهر نه پهتو هو. پنهنجي گهر پهچي سيني گهر ڀاتين
کي خيريت سان ڏسي دل کي آٿت به آيو هوندو ۽ جوش ۾ ڏاپر پڻ
ايندي رهي. پوءِ سوچ جو رخ ڪجهه بيو هوندو. ڀلا ايڏو ڪو ظلم
ٿي سگهي ٿو ڇا؟ آخر امي ۽ ڦاپي وري ڪي شريف ٿوروئي هيون؟
ضرور لوئيون ۽ لچيون هونديون، تڏهن تي ڍنڍ ته ويون هيون. سندن
ماءُ پيءُ به لونيا هوندا جن کين اهڙي ڏڳ لاتو هيو. اهو ڪهڙو ماءُ
پيءُ هوندو جو پنهنجون نياڻيون ڪڏي بگهڙن حوالي ڪندو؟ ڪا
مڙوئي ڳالهه ضرور هوندي!

آءٌ پاڻ به خبر پڙهي ماٺ ۾ اچي ويس. شام ڌاري جڏهن گهر
پهتس ته پنهنجي امي ۽ ڦاپيءَ کي ڏسي ڳوڙها نه روڪي سگهيس.
ٻئي حيران ٿيون ته اج ابي کي الاجي ڇا ٿيو هيو. مون سندن
پريشاني ڏور ڪرڻ لاءِ کين ٻڌايو ته امڙ ياد آئي هيم. امڙ هئي ڀا
امي، ڳالهه ته مڙوئي ساڳي هئي ۽ آهي به. اج سڪ آئي هيم ته
عرب اڳ ڇا لاءِ پنهنجي نياڻين کي جيئري دفن ڪندا هوا. ويٺو
سوچيان ته عرب ڏاڍا سياڻا هوا. ڪاش اها سمجهه اسانکي به وقت سر
اچي ها ته ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها.

سوال هي هرگز نه آهي تہ اهي رهزن ڪير هوا؟ يا سندن خلاف قدم ڇا لاءِ نہ کنيو ويو. بلڪل نہ. انسان جي چير ڦاڙ ۽ سندس ڇڪين ماس ڳائڻ جي ريت پراڻي زمانہ کان هلندي اچي. ڏوه گناه هن دنيا ۾ سدائين پيا ٿين ۽ ٿيندا رهندا. ظلم ڪو اڄ ڪلهه تہ ڪونہ ٿيو آهي، ازل کان آهي. نہ وري ڪو سوال آهي آمي يا قابيل جي ڪنهن ڏوه ثواب جو. روئڻ آهي تہ فقط نمائين جو. ماتم آهي سندن معصوميت جو، سندن بيوسي ۽ بيڪسيءَ جو. انسان جي شهادت برابر صليب تي يا ڪربلا ۾ ٿي هوندي. پر انسانيت جي اصلي شهادت هڏيري ٻيٽ تي ٿي چڪي.

.... ... .... ....

## شاعري

— شاعري زندگيءَ کي ڳنڍڻ کان جهلڻ جو هڪ طريقو آهي.

...............

— رابرٽ فراسٽ کان پڇيو ويو تہ هن آزاد نظم ڇو نہ لکي. چيائين تہ آءٌ والي بال يا ٽينس راند سواءِ ڄاريءَ (Net) وچ ۾ هڻڻ جي راند کيڏڻ پسند نہ ڪندو آهيان.

...............

— هن دنيا ۾ ڪيترا ماڻهو آهن جي شاعريءَ کي عياشي ٿا سمجهن ۽ نہ ضرورت! جئن تہ بکيا پڙهندڙ!

...............

— ليکڪ ۽ شاعر جي سياسي ذميواري فقط هي آهي تہ هو پنهنجي مادري زبان کي ملاوٽ کان محفوظ رکي. پر جڏهن ٻولي ۾ خرابي اچي ٿي تہ ماڻهو انهن ڳالهين ۾ ڀروسو نہ ٿا رکن جو ڪجهه ٻڌن ٿا ۽ انڪري هو فساد لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا.

٢٤ ڊسمبر ١٩٨٢ع

## کهڙي وه وچان؟

کجھه سڄڻ ڏوراپو ڏنو آهي ته وات ويندي لڪين چو نه ٿو؟ يارن جي ميار اکين تي. پر اها ڳالهه پڇڻ جي ته نه هئي البت سمجهڻ جهڙي ضرور هئي. اوهين پاڻ امين تي فيصلو ڪريو. "وات ويندي" جڏهن راهه ۾ رڪاوٽ هجي ۽ ٻيو ڪو ڳلي ڳتو به نه سجهي ته ان حال ۾ آءٌ کهڙي پيچري پنڌ پوان؟ يا ته مون ۾ ايترو وت هجي يا ايڏو وس هلي جو وڻ وڍي واٽون ڪريان. ٻيو ڏگ هي هيو ته ڪن تي هٿ رکي ويهي مام ۾ مارڻي يا سيند ۾ سسئي ڳايان. اهڙي همت ۽ جرئت هئي قيصر روم نيرو (NERO) ۾، جنهن جڏهن روم Rome ٿي سڙيو ته هن همراهه ويٺي سرندو وڄايو. آءٌ هڪ ڊرپوڪ ۽ ڪاٺر ماڻهو، جو جهرڪيءَ جو آکيرو ڍهندي ڏسي نه سگهان، ته هاڻ پنهنجي وٿاڻ تي رتوچاڻ ٿيندي ڏسي مون ڪان ڇا اڇهندو؟

## ڏوه ڪنهنجو؟

سنڌ جي صورتحال بنسبت هيل تائين جي قياس آرايون ڪيون ويون آهن سي عجيب هئڻ گڏ خاصيون دلچسپ پڻ آهن- وري به شابس آهي صوبه جي گورنر کي جنهن حق جو ڪلمون ته چيو، ته سنڌ جا ماڻهو احساس محروميءَ جو شڪار آهن. ڪيس زياده خبر هوندي چو ته ڇهه سال سانده سنڌ جو حاڪم ٿي رهيو آهي. باقي صاحبن جا رايا ڪجهه ثقافتي قسم جا ڏسڻ ۾ تا اچن. ڪي فرمائن ٿا ته اها شورش سابق سياسي پارٽيءَ جي سازش جو نتيجو آهي چاڪاڻ ته سڌو هنن پاران ڏنل هيو. صحيح. اهو برابر آهي ته "پيڪن" نياپو موڪليو هو پر اهو ڪوئي نه ٿو ڏسي ته رنل ته اڳيئي ويٺي هئي ۽ ان جا اسباب ڪهڙا هوا؟ باقي جي ٻچ ڪرڻ ۽ هشڪر ڏيڻ جا عادي آهن انهن جي فتوا آهي ته هي هلچل سنڌو ديش جي تحريڪ آهي. ڀليءَ ڪي خواب ۾ هوندن به سدائين ڇيڙا ياد هوندا آهن!

## ڏنگا ماڻهو ڏيهه ۾ :

عربن جو به سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ کان اڳ هوبهو اهو ئي رايو هيو جو اڄ ڪلهه اسان جي ڪن ملڪي مدبرن جو آهي. سنڌ تي چڙهائيءَ کان سال اڌ اڳ جاسوسي ڪرڻ لاءِ سنڌ ڏانهن هڪ سي آءِ ڊي پارٽي رواني ڪئي ويئي هئي. جنهن جاچ پوري ڪري جا رپورٽ پيش ڪئي هئي اها هن طور هئي: "سنڌ جا وڻ ٽڻ سڀ ڏنگا آهن. ملڪ جا رستا به ور وڪڙ ۽ ڏنگا آهن. ان ڪارڻ ڏيهه جا ماڻهو به ڏاڍا ڏنگا آهن."
عرب ۾ وڻ ٿئي ڪجهي. جو تير جيان سڌو سڌو آسري. بيابان جا رستا به ٿين سڌا سنوان، ڇاڪاڻ ته ريتيءَ ۾ رڪاوٽ ڪهڙي؟ جو وڪڙ ڪاٽڻو پوي. عرب جي ذهن ۾ وڻ ۽ راهه جي ڏنگي هئڻ جو تصور ئي خير سان ڪونهي. پوءِ انهن پنهي علامتن آڌار باقي فيصلو قائم ڪرڻ ۾ ته ڪا دقت ئي ڪانه هئي ته ڏيهه جا ماڻهو به ضرور ڏنگا هوندا.

## حاڪم ۽ محڪوم :

هونئن به ڪنهن به سيلاب لاءِ هي پڇڻ يا پيشنگوئي ڪرڻ اجائي آهي ته هاڻ ڇا ٿيندو؟ هر وهڪري کي منزل ٿيندي آهي ۽ هر منزل لاءِ راهه هوندي آهي. هي ڪو ضروري ته نه آهي ته اها واٽ ڪنهن جي ترتيب ڏنل هجي. پاڻي ڪو انجنيئر ته نه آهي تڏهن به پنهنجو رستو پاڻ ڳولهي ڪيندو آهي. هر وهڪرو "ور وڪڙ" ويندي ۽ "ڊيڊون ڊورا" ڪندي آخر وڃي توڙ رسندو آهي. وهندي پاڻيءَ تي ڪنهن جو وس ٿوروئي هلندو آهي. جي وقتي بندو ڏيس ته اٿل ڪندو. هر ليٽ جو ڇوهه ۽ واٽ پنهنجي ٿيندي آهي. تاريخ ۾ اهڙا ڪيئي مثال موجود آهن جڏهن پاڻيءَ تي حڪم هلائڻ جا تجربا ڪيا ويا آهن. هڪ انگريز بادشاهه ڪئنيوٽ Canute لاءِ چاڙايل آهي ته ڪيس صلاحڪارن هي ٻڌايو ته سمنڊ به سندس حڪم جي تابع آهي. مشاهدو ماڻڻ لاءِ بادشاهه سلامت سمنڊ ڪناري وڃي دربار رچائي. جڏهن لهر اڀري ويئي ته اڳيرو آئي ته بادشاهه ڪيس حڪم ڏنو ته اڳيان هٽي وڃ. ظاهر آهي ته سندس حڪم جو ڪهڙو حشر ٿيو هوندو!

## گولي ٿي گذار :

سڪندر اعظم دنيا جو پهريون حڪمران هيو جنهن هي سبق سکيو ته ملڪ فتح ڪري زمين قبضي ۾ آڻڻ سولي ڳالهه هئي پر ماڻهن جي دل وٺي هٿ ڪرڻ اوکي هئي. ڪيس اهو تلخ تجربو ”اٿينس“ ۾ ٿيو. جڏهن فاتح جي حيثيت ۾ شهر اندر داخل ٿيو ته سڀ امير امرا سندس سلاميءَ لاءِ اچي حاضر ٿيا. پڇا ڪيائين ته اهڙو ڪو معزز ماڻهو رهجي ته نه ويو هيو جو استقبال لاءِ آيو نه هجي. جواب مليس ته هائو ”ڊايو جنيس“ نالي هڪ فيلسوف هيو، جو ڪنهن به حاڪم جي سلاميءَ لاءِ وڃڻ کي وقت جو زيان سمجهندو هيو. پر انهو به ڪيس ٻڌايو ويو ته هو سر ڦريو چريو ۽ ونايو هيو، جنهن ڪنهن طور مار جي ڪاڻ نه ٿي ڪئي. سڪندر پنهنجا جنگي جوڌا ۽ درباري ساڻ ڪري وڃي ڊايو جنيس وٽ پهتو. ڏٺائين ته همراه گند جي ڍير تي هڪ کونڊ ۾ پلٿي ماري ويٺل هيو. سڪندر ويجهو وڃي سوال ڪيو ته منهنجي لائق ڪو ڪم ڪار هجي ته حاضر آهيان. ڊايو جنيس چيو ته هائو. فقط پنهنجو پاڇو مون کان پري ڪر. ڇاڪاڻ ته تون مون کي سج جي روشنيءَ کان نراس ڪري نه سگهندين. سڪندر هڪو ٻڪو ٿي پنهنجي پير موٽي ويو پر ڪيس اها سمجهه ضرور آئي ته دلين تي راڄ ڪرڻ جا طريقا ڪهڙا به هجا پر انهن ۾ رعب تاب ۽ زور زبردستي کي ڪو دخل ڪونه هيو.

## ڪاڏو ۽ ڪنڌو :

ڪالهه سانگي سان هڪ دل گهرئي دوست سان ملاقات ٿي جنهن هڪ اهڙي ڳالهه ٻڌائي جو اڃا سوڌو ويٺو سوچيان. چيائين ته هڪ پيري عبدالرحمان ڏاڏيل رتيديري جي سيٺ شوقيرام جي ڪوٺيءَ تي ڏينهن ڏني جو ڏاڙو هنيو. زور اڳيان زاري آهي. سيٺ تجوڙي کولي سموري رقم عبدالرحمان حوالي ڪئي جا ٽياسي هزار رپيا هئي. عبدالرحمان رقم ڳنڍ ٻڌي پوءِ ويٺو سيٺ سان ڪچهري ڪرڻ ته هاڻ ڏي حال احوال. سيٺ مٿي تي ٻئي هٿ ڏيئي موڙي تي ويٺو رهيو ۽ ڳالهائيندي سندس اکر نه ٿي اُڪليو. عبدالرحمان ڪيس ميار ڏني ته ”سيٺ تنهنجي هاڪ

ٻڌي تـو وت مهمان ٿيو هيس ته وڏي دل وارو واٺيو آهين. ٻـر ڏسان پيو ته ٽياسي هزار وٺي، اڄـي مرڻهارڪو ٿيو آهين.“ سيٺ وراڻيو تـه ”ميان اهڙي ڪا ڳالهه ته نه هئي. مـون کـي مونجهارو هن ڳالهه جو آهي ته جهٽ گهڙي اڳ تجوڙيءَ ۾ روڪ رقم هئي، جا ڪجهه پلاوٺن جي هئي ۽ ڪجهه لهڻي وارن کـي ڏيڻي هئي، هاڻ سوال هي هيو تـه وهيءَ ۾ اها رقم ڪنهن جي ڪاتي لکان؟“ عبدالرحمان ڪلي ويئو. چي ”پائي ڏاڍو ڪو سادو ٿو ڏسجين. الاجي ڇو اڃي منجهيو آهين. اِڪ ته ٨٣ هزار ميان عبدالرحمان جي ڪنڌي، جو ڏاڙو هڻي رقم اُڳاڙي ويو.“ سيٺ ٽپو ڏيئي ڪڙو ٿيو ۽ عبدالرحمان کي اٿي ٻيهي سلام ڪري چيائين ته ميان تنهنجو ڏاڍو ٿوراڻتو آهيان جو ”وات“ ٻڌائي اٿيئي. هاڻ ڪا چنتـا ڪونهـي. گهٽ ۾ گهٽ ”وات تـه ملي ويئي، سائين تنهنجي مهرباني“....... طوفان آندي ۽ ٻوڏ وارو نقصان ته هوندو آهي قدرت ٻلي. انساني زندگيءَ جو زيان ڪنهن جي ڪنڌي لکيو وڃي؟ آهي ڪو عبدالرحمان واري وات ٻڌائي“؟.

٢٣- آڪٽوبر ١٩٨٣

## جمهوريت :

ووٽن ڏيڻ ڪو جمهوريت ٿورو ئي آهي. جمهوريت ته ووٽن جـي ڳڻپ ۾ آهي.

............

”جمهوريت“ پنهنجي اختيار کـي استعمال ڪرڻ واري حق جـو نالو آهي. هي اهو اختيار آهي جنهن مطابق پنهنجي غلط چونڊ عمل ۾ آڻي ٿي سگهجي.

............

جمهوريت هڪ قسم جو مذهب آهي. جنهن گدڙن جي پوڄا گدڙيون ڪنديون آهن.

## وتايو

وتايو عجيب ماڻهو هيو. دنيا جي عظيم هستين ۾ هڪ انسان! هو اڪيلو آدمي هيو جنهن "ڪل چرچي" کي پنهنجي پيغام رسائڻ جو ذريعو بڻايو، جو هر پيغمبر "ڏپ ڏاءَ ۽ خوف" وسيلي ٿي ڦهلايو. وتايو، جيئن عام تاثر آهي، نه مسخرو هيو نه مداري ۽ نه مجذوب. هن درويش هادي يا مهدي هجڻ لاءِ نه هام هڻي ۽ نه ڪڏهن دعوا ڪئي، توڻي جو پنهنجي وقت جو قطب ۽ ڪامل رهبر هيو. هن ڏٺو ته عام ماڻهن جي دلين تي خوف جو ڌڪاءُ سوار هيو. هو هراس جي گهٻراهٽ ۽ ٻوسٽ ۾ هڳي رهيا هوا. دين ڌرم جي مجاورن دڙڪا داب ڏيئي ماڻهن جا ڀيڙر ڀيرا ڪري ڇڏيا هئا. هنن سائينءَ جي سنوارين ماڻهن کي قبر جا نانگ وڇون، جهنم جا جمدوت ۽ موت جا مارو ٻڄائي سندن ساهه سڪائي ڇڏيو هيو. وتائي ڪل ڀوڳ ۽ چرچا گهڻا ڪندي ماڻهن جي وهم گمان کي ٽاري ۽ سندن غم غلط ڪري کين صحيح راهه جي ڏاهه ڏني.

ڇا دوزخ ۾ آڳ آهي ڪٿي؟ هي ته هڪ اهڙو ماڳ هيو جو هر بني بشر پنهنجي اندر جي سانڍيل بغض ۽ حسد جي باهه ۾ پاڻهرتو چڪيا ٿي چڙهيو، جيئن ڏاڏي پنهنجي مٽ ۾ ترڪي. قبر ته هئي "مائي مٽي" اماڙ جي گود، جنهن مرده جا عيب ۽ اوگڻ ٿي ڍڪي. الحد ۾ سوڙهه ڇاجي؟ ٻار کي ماءُ جي پيٽ ۾ ڪا سوڙهه ٿيندي آهي ڇا؟ توڻي جو ٻارڙو اوڪڙو ۽ اوندو تنگيل هوندو آهي. موت ته هيو ڇوٽڪارو. زندگيءَ جي خفي ۽ جهنجٽ کان واندڪائي. هونئن به ساهه قبض ٿيڻ ۾ گهڻي دير ٿي لڳي. فقط هڪ اوٻاسي. پوءِ ان پل يا پلڪ جي اوسيئڙي يا ڊر ۾ سالها سال خوفزده ٿيڻ، ڪهڙي عقلمندي هئي؟ خدا کان خوف ڇاجو؟ هو ڪو راڪاس يا مانگر مڇ ٿورئي هيو جو گرڪائي هڙپ ڪندو؟ مخلوق کي خالق کان ڪهڙو ڀئو؟ وري هو همراهه اهڙو ته سادو سودو هيو جنهن کي گانءِ ۽ گڏهه وچ ۾ فرق جي خبر به ڪين هئي، جا ڄاڻ انڌي ۽ نابين کي به هئي!

وتائي جو آدميءَ تي وڏو احسان هي آهي جو هن مانهوءَ کي "خوف" کان آجو رکڻ لاءِ وس تي ڪيا ۽ ڪيس آئت تي ڏنو، ته ته ٻچ نه، ٻپ جهڙي ڪا ڳالهه ٿي نه هئي. ڪيس چاڻ هئي آدميءَ جو وڏو مسئلو "بک يا ڏک" نه هيو پر "ڏر" هيو، جنهن ڊيجڙي ۾ اچي مانهوءَ هر "بت" اڳيان متو ٽي ٽيڪيو. وتائي هر ديو ۽ ديوتا جو پوائنتو گهونگهٽ بي نقاب ڪري سندس اصلي روپ ۽ بوتو ظاهر تي ڪيو ته "ڏيل ڏسي نه ڏر اندر مڙوئي اگهڙيون".
پوءِ اصلي حقيقت ڏسڻ تي مانهن کي پنهنجي بيوقوفيءَ تي کل تي چٽڪي ۽ نه وتائي تي.
کلڻ خوشيءَ کانسواءِ "سوڀ" جي علامت پڻ آهي. جڏهن آدميءَ اڳيان ڪا نئين يا غير معمولي ڳالهه يا آفت پيش اچي ٿي ته ڪيس ڏڪڻي ۽ ڦرڪڻي وني ٿي ۽ سندس وجود لاشعوري طور مقابلي لاءِ هٿيار بند ٿئي ٿو. پر جيڪڏهن کو ڪيس انوقت چتاءُ ٿو ڏئي ته اهو سڀ "بدبدو" يا نگيءَ جو ناهه آهي، ته پوءِ ڪيس تسڪين ٿئي ٿي ۽ سندس حوصلو واپس ٿو وري ۽ سندس توانائيءَ ۾ ڊرائي اچي ٿي. جنهن رد عمل ۾ "کل" جو اچڻ لازمي آهي. انهيءَ ڪارڻ "کلڻ" هر خوف خطره خلاف هڪ ڪارائتو ۽ ڪامياب "هٿيار" آهي. وڏي ڳالهه ته "کلڻ" هيٺي جو هٿيار آهي جو ڏاڍي کي ڏاري وجهي. ڏاڍو خوف پيدا ڪرڻ خاطر پنهنجي چهره کي سچائي دهشت تو ڦهلائي، جنهن طلسم جو پاندو کلڻ سان ٽٽي ٿو پوي. وري مزو اهو جو "کل" وارو هٿيار تير جيان هيٺاهينءَ کان هميشه مٿاهين ۽ بلنديءَ تي "مارو" ٿو ڪري. ٺهڪ موت جي منهن ۾ به ڏيئي ٿو سگهجي. هي برابر آهي ته موت انت ته غالب ٿيندو. پر ٺهڪ ڏيڻ سان موت کان سندس "سوڀ" کسي ٿي سگهجي.
منهنجي خيال ۾ سنڌ اندر نانگ بلا کي "ڪک" به ان ڪارڻ سڏيو ويندو آهي ۽ نانگ جي ڏنگڻ کي سنگهڻ. چاڪاڻ ته مانهوءَ کي نانگ جو "زهر" نه پر نانگ جو "ڏر" مارينڊو آهي. انکري ڏنگيل لاءِ چيو ويندو آهي ته "ڪک سنگهيو ائس"، جئن هو ذهني طور نانگ جي ڏر ۽ ڏنگ جي خوف کان آجو رهي. وتائي

جو نسخو آهي ٿي. اهو، چين ولايت ۾ هائوڪو انقلاب به وتائي جي فلسفه بنياد تي آندو ويو جنهن ۾ هر خوفناڪ ۽ خطرناڪ دشمن کي "پيپر ٽائگر" يعني "ڪاغذي چيتو" سڏي مٿس ڇڙون ڪيون ويون. سنڌ ۾ ان فقره جو نقل آهي "گدڙ ڀبڪي". تازو سائين جي ايم سيد ڪان پڇيم ته سائين اوهان وارو همراه اڄ ڪلهه ڏاڍيون ڀبڪيون ٿو ڏئي. کلي چيائين ته "مادي ڪڪڙ ٿي ٻانگ ڏئي".

اڄ جڏهن اسان ماڻهن اڳيان سوين خوف خطرا درپيش آهن ۽ ۽ اسين چوگرد دشمن وچ ۾ ڦرڪنيو گهيريل آهيون ته پوءِ ڇو نه وتائي کي ميدان ۾ آڻيون ۽ سندس گس جي ڏس ۾ هلي نسخا استعمال ڪريون. اوهان ڪڏهن ڪنهن رعب دار مڇن واري ٿاڻيدار، زبري حاڪم يا ڪنهن امير ڪبير يا وزير جي منهن کي ڏسي ٺهڪ ته ڏيئي ڏسو ته ڪيئن نه سندس وايون ولهڙيون ۽ رعب ڪافور ٿيو وڃي. آخر هو به ته اسان جهڙو خاڪي پتلو ۽ ساڳيو ئي گوشت پوست جو "لوٿڙو" آهي. آخر اسانکي ڪري ڇا سگهندو؟ وڌ ۾ وڌ مارائيندو. پر موت ته هوندن به هرحال ۾ اچڻو آهي. وري جڏهن ساهه ۽ رزق جو مالڪ الله آهي جو اهڙو سندس اٽل واعدو آهي ته پوءِ ڪنهن تنبو توبڻ کان ڪن هڻڻ يا ڪو ڪائڻ ۾ فائدو؟

## سڪ جو سودو

ڪجهه ڏينهن ٿيا "ديوارين" ڊرامه جي اداڪارن کي ايوان صدر اسلام آباد ۾ گهرائي سندن عزت افزائي ڪئي ويئي. صدر سائن ملاقات دوران سندن فن جي ساراه ڪئي. هن موقعي کي غنيمت ڄاڻي گهڻن اداڪارن پنهنجا ننڍا وڏا مطالبا بيان ڪيا ۽ ڪجهه غيبي امداد لاءِ درخواستون پڻ پيش ڪيون. مجلس جي پڄاڻيءَ تي دستور مطابق سڀ اداڪار قطار ۾ بيٺا رهيا ۽ صدر محترم سائن واري وٺيءَ تي هٿ ملائي موڪلائي ڪندو رهيو. آخر ۾ مائي عابده جو وارو آيو جنهن کي محفل جي موسيقيءَ لاءِ گهرايو ويو هيو. مائي عابده سان مخاطب ٿي صدر ڪانئس پڇا ڪئي ته "اوهان پاڻ لاءِ نه فرمائش ڪئي ۽ نه درخواست ٿي ڏني سو ڇو؟" مائي عابده باادب ٿي چيو

ته ”صدر صاحب! منهنجو اوهان کي فقط هڪڙو عرض آهي، ته قبلا، سنڌين سان سهڻو ۽ سيبائتو سلوڪ ڪريو ڇا لاءِ ته هو منڙا ماڻهو آهن.“ صدر صاحب هڪدم ماٺ ۾ اچي ويو ۽ فقيرياڻيءَ ڪي بڪ ٻڪ گهوري ڏسندو رهيو. شايد ڪيس سنڌين لاءِ اهڙي سهاڄهڙي سفارش ٻڌڻ جو وار پهتي هئي.

منهنجي خيال ۾ مائي عابده هڪ فقره ۾ جا سنڌين جي صحيح نمائندگي ڪئي، اها گذريل ستيهه سالن ۾ سنڌ جا سڀئي نمائندا به شايد مشڪل ڪري سگهيا هوندا. سلام مائي عابده تي، جنهن ذاتي انعام جي طلب عيوض پنهنجي ساٿين جي سک وارو سودو ڪيو!

.... .... ....

## تجربو

جئين ماڻهو عمر ۾ وڏو ٿيندو ٿو رهي ته هو تجربي جي ڪتاب جو وڌيڪ مطالعو ڪندو ٿو رهي هو ڊاڙ ۽ لباڙ گهٽ ٿو هڻي ۽ عملي ڪم وڌيڪ ٿو ڪري.

ٻرهيه ڪيس وڌيڪ رچائي راس ڪن ٿا ۽ هو جوانيءَ جي جلد بازيءَ ڪي گهڻو گهٽ ٿو ڪتب آڻي. هو ماڻهن جي صحيح قدر قيمت جو وڌيڪ خيال ٿو رکي ۽ سندن ڪمزورين ۽ اوڻاين طرف گهٽ. آزمودو ڪيس سيکاري ٿو ته وڏائي نتيجو آهي انسان جي اڻڄاڻائيءَ ۽ ٿورڙائيءَ جو ٻين جو خيال رکڻ علامت آهي انسان جي عظمت جو. هو سبق سکي ٿو ته پٿر جي ديوارين سان مٿو ٽڪرائڻ ۾ ڪو فائدو نه آهي ۽ سواءِ مٿي جي سور ۽ اڻسهرو ٽڪين ڪاڻ جي ڪجهه هٿ حاصل نه ٿو ٿئي. هو هاڻ ٽڪر گهٽ ٿو ڪري ۽ انڪري اڪثر ڪاميابي حاصل ٿو ڪري ۽ ڪيس احساس ٿئي ٿو ته انسان جي عمر سندس دل جي ڪيفيت جو عڪس آهي.

آخر ۾ هو ان نتيجي تي پهچي ٿو ته هن زندگيءَ جو وڏو انعام عزت ۽ مان آهي سمجهه ۽ پنهنجي ماڻهن جو پيار آهي.

٤٠

## پائند خان سان ملاقات :

ڪالھ ھڪ شاديءَ سانگي حيدرآباد وڃڻ ٿيو. گھوٽيتا ٻئي ڪنواريتا ٻنھي خاندانن جو تعلق اپر سنڌ سان آھي پر شادي لوئر سنڌ ۾ ٿي رھي ھئي. ٻنھي گھراڻن جا سرڪردا آغا امان الله ڪوٽائي ۽ آغا عبدالرسول ياري دوستيءَ ۽ رھائشيءَ ۾ پنھنجو مٽ پاڻ آھن. جيڪڏھن اڌ نہ تڏھن بہ چوٿائي اپر سنڌ جي ھتي اچي سھڙي ھئي. گھڻن جھونن جوڳين سان ملاقات ٿي جن سان وڇڙڻ ورھيہ ٿيا ھوا. اسان واري عمر ۾ تہ ڪي داڻا ڪٺا بچيل آھن ۽ اھي بہ خزان ٿي چڪا آھن. ياڪر پائيندي ائين ٿي ڏنو ڇڻ تہ جنازا پاڻ ۾ گلي ملي رھيا آھن. اسماعيل قبرستانيءَ پنھنجي گراھڪن ڪي دلچسپيءَ سان ٿي ڏنو. مزو اھو جو لالا پائند خان پٺاڻ بہ اچي پڌاريو ھيو. البت ڏاڍو ڏٻرو ٿي ڏنو. پر منھن تي مرڪ ساڳي ھيس. چيائين تہ ادا ائين زبون ٿي رھيو آھيان جيئن ڪو پراڻو تاريخي قلعو ڊھي پٽ پوي. فقط ڪرنگھو سالم اٿم باقي ڌل ۽ ڪنگرا ڊھندا ٿا وڃن. مھاڙيءَ واري بالڪني تہ سڄي پڃي پري چڪي آھي. اسماعيل قبرستانيءَ کي مخاطب ٿي چيائين تہ ادا ڪو چڱو عمر وارو مردہ ھٿ چڙھيئي تہ سندس ٻنھي ڪيڍي سون کي موڪل ڇو تہ نئين نھرائڻ لاءِ ڏيڍ ھزار ڏوڪڙ ٿا گھرجن.

حالي حوالي ٿيندي چيائين تہ ”ادا ھاڻي جيئڻ ۾ ڪا چس ئي نہ رھي آھي. زمانو اسان جي ڏانو جو نہ رھيو آھي. اسين ٺھڪڙن جا سوداگر، ھتي ھرھڪ پريشانيءَ جي بوجھہ ۾ ھلاڪ ٿيندي ٿو ڏسان. توڻي جو ملڪ ۾ بہ سڪر سٺائي آھي. اڳ ھزار ماڻھن تي ھڪ امير ھوندو ھيو ھاڻ ھزار تي ھڪ غريب آھي ۽ اھو بہ آءٌ پاڻ آھيان. باقي نو سئو نوانوي آھن سڀ سرنديءَ ۽ مڇيءَ مانيءَ وارا. اڳي ”بخت“ شاھي باز جيان ڪنھن بختاور جي ڪلھي تي وڃي پڪ ڪوڙيندو ھو. اڄ ياڳ ڇتي ڪتي وانگر پٺيون ٽپي بہ ماڻھن کي ڏاڙھيندو ٿو رھي.

پر تڏهن به ماڻهن جا مهانڊا پيلا ٿو ڏسان. الاجي ڇو؟ هرهڪ ڳلو ڦاڙي چيخ پڪار ٿو ڪري. ادا ياد اٿيئي ته اڳي ماڻهو مقام ۾ وڃي قبرن تي ڳاڙهي دال وجهي ايندا هئا. هاڻ ته پڪي به پاڪارين ٿا پر ڪو لپ دال جي به ڪونه ٿو اڇلي. تازه مقام ۾ ٻن قبرن وچ ۾ گفتگو ٻڌم. هڪ پراڻو مرده ڪنهن تازي دفن ٿيل جنازه کان پڇي رهيو هو ته پاڻو ڪڏڪ هاڻي کهڙي اگهه تي ٿي وڪامي؟ نئين جنازي وراڻيو ته سئو رپئي مڻ يعني پوڻين ٽين رپئي سير. پراڻو مردو ٿڪو ڏيئي واپس قبر ۾ ڪري پيو ته شڪر الحمد جو آءٌ اڳيئي مري ويس. اسان جي وقت ۾ ڪڏڪ پوڻي ٽين رپئي مڻ هئي!"

## سيمينار لاءِ سانباها.

سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌ الاجي طرفان هن مهيني جي آخر ۾ هڪ سيمينار ڪرڻ جا سانباها ٿي رهيا آهن جنهن ۾ "ادب جي اوسر" جي ويچار ڪئي ويندي. هن سيمينار جي خاص ڳالهه هيءَ ٿي نظر اچي ته ادب جي جهونن جوڳين جي سار سنڀال ڪئي ٿي وڃي. پر جا لسٽ شايع ڪئي وئي آهي انهيءَ ۾ ڪيترن نامور ڪنهن جا نالا نظر نه ٿا اچن. ڪين نظرانداز ڪرڻ جو به سبب ڄاڻايو نه ويو آهي. گمان غالب آهي ته شخصي اختلافن ڪارڻ ڪاٽ ڪوٽ ڪيل هجي. شخصي اختلاف پنهنجي جاءِ تي بجا آهن، ڇاڪاڻ ته ماڻهن جا پاڻ ۾ اختلاف آخر ته زندگيءَ جي مسئلن بابت آهن ۽ هئڻ کپن. ماڻهو پاڻ ۾ ٽڪراءَ ته فقط هڪ ڳالهه تي ٿيندا آهن ۽ اهو آهي موت. ذاتي طور پنهنجي پاڻ کي هٿن اديبن سان ڪا ڏيکه نه آهي پر ان جو مطلب اهو نه آهي ته آءٌ سندن شعر يا ادب جي صلاحيتن کان ئي انڪاري ٿيان. بهتر ٿيندو ته جن اديبن سنڌ ۽ سنڌيءَ کي ڳايو آهي انهن جي عزت افزائي ڪئي وڃي. جيڪڏهن ته پنهنجي جاءِ پر آءٌ ته انهن کي به اول ڪانڊ ڏيڻ جي حق ۾ آهيان جي روحاني طور زنده آهن، ڀلي شاهه هجي شيدي يا شيخ. گهٽ ۾ گهٽ سندن نشستون ئي خالي رکيون وڃن. سندن اها ئي عزت افزائي ڪافي ٿيندي. گهٽ ۾ گهٽ اسان تي "محسن ڪش" هئڻ جو الزام ته نه ايندو!

۱۹- فيبروري ۱۹۸۴ع

## اجرڪ جو شان!

هاڻوڪي مهانگائيءَ واري دور ۾ هر شيءِ جهڙيءَ اگهه آسمان سان ڳالهيون ٿو ڪري سواءِ سنڌي اجرڪ جي. اڄ ڪلهه اجرڪ اسان وٽ ڏاڍا سستا ٿا ڏسجن. هرڪو پاڻ به ٿو پائي ۽ ٻين کي به ٿو پهرائي. جيڪڏهن ڪنهن انگ اگهاڙي يتيم يا بيواهه کي اجرڪ سان ڍڪيو ٿو وڃي ته نهايت نيڪ ڪم آهي. پرده پوشي ڪندڙن کي صاحب رب ستار سندن ڀلائيءَ جا پاڙا ڏيندو. البت اجرڪ جو خوشامند يا چاپلوسيءَ لاءِ استعمال صحيح نه ٿيندو. چاڪاڻ ته اجرڪ عام رواجي ڪپڙو نه آهي پر مارُئي واري لوئي آهي. ۽ لوئيءَ جي لڄ رکڻ لازمي آهي. ان لحاظ کان آئنده جڏهن به ڪنهن ٻنهنجي پرائي تي اجرڪ نڇاور ڪيو وڃي ته هي ياد رکڻ ضروري آهي ته اجرڪ سنڌ جي ”ساڃهه جي علامت“ آهي ۽ سندس استعمال به عزت ۽ حرمت مطابق هئڻ گهرجي.

## پرائي پڇار

اسان وٽ وائي قسم جي فتوائون جاري ڪرڻ جو برائو رواج آهي. اڄ به اهو فيشن چالو آهي. الزام البت نئين قسم جا مڙهيا ٿا وڃن. اڳ فتوا دين مذهب جي آڙ ۾ ڏني ويندي هئي. جنهن تهمت لاءِ شرعي ڪسوٽي به هوندي هئي. هاڻ ته فقط آهي بهتان بازي. منڪر نڪير وارو پڇاڻو. هٿ وائي واري تارازي کنيو وتن ٿا هر هڪ جا عمل توربندا ته ڪنهن ۾ ڪيتري ڪاڻ آهي يا ڪيتري. ڪي وري دوربين کنيو ڪولن تي ويٺا ٿا رهن. ان تاڪ ۾ ته ٻين جا پرڪار پڌرا ڪيا وڃن. مقصد هي آهي ته ٻين جي نيت ۽ ايمان تي گمان آڻي مٿن الزام ڌرڻ.

هڪ ته اسان وٽ اڳيئي ماڻهن جو قحط آهي. خاص طور انهن جو، جي سوچ سمجهه ۽ سياسي بصيرت رکندڙ هجن. پر جي ڏاڍا ڪٿا

باقي بچيل آهن ۽ پنهنجي هنڌن ۽ وڙان وهندا ٿا رهن ته انهن پنهنجي
اسان وارا همراه پاهوڙا کڻي ٿا ڪاهي ڪيا ويون. پوءِ ڪانڪٺي واري
ٽڪ ٽڪ شروع. چڱ جند ٿا آهوڙين. پوءِ جو سانگي سان اسلام آباد
ويو اهو ”وڪامي“ ويو، جنهن ملازمت اختيار ڪئي اهو ”ايجنٽ“!
جنهن حق سچ جي ڳالهه ڪئي اهو ”ديس دشمن“! جنهن ڪي جو
ريچڪ پوري ٿيو اهڙو نعره بلند ٿيو ڪري. اهو ڪوئي ڪونه ٿيو
سوچي ته هو اهڙي حرڪت ڪري ٿو. فقط اڳلي جي ساک پٽ ۾
پينگهر ٿا وجهن پر مايوسي پيا ٿا ڦهلائين. هلندي وهٽ کي لڪڻ
هڻڻ ڪو انصاف ته نه آهي؟

.... .... .... ....

اسان وارن همراهن کي جڳائي ته هو پاڻ ۾ حوصلو رکن ۽
پنهنجن تي به ڀروسو ڪن. اوڻايون پوڻايون هر هڪ ۾ آهن. اسين
ڪي فرشتا ته نه آهيون. پر اسان ۾ ڪو نه وڪائو آهي ۽ نه ڪنهن
سنڌ کي گروي رکيو آهي. سنڌ صدين کان قائم آهي ۽ تا قيامت دائم
رهندي. وقتي اٿل پٿل الٽ لازمي آهي جو ته زماني جي ليٽ پيٽ
هلندي ٿي رهي. بقول فضل احمد بچانيءَ جي، ته جيڪڏهن اسانکي
اهڙا ليوڙا نه ايندا رهن ته جيڪر اسين اوتارن ۾ سڀڄي عمر پوري
ڪيون ها.

سنڌ جو وڏو معجزو هي آهي جو، جو به سنڌ ۾ آيو اهو سنڌي
ٿي رهيو ۽ انکي سنڌي ٿي جيئڻ ۽ مرڻو آهي. پوءِ ڪوئي ڪيترا
به نخرا نات ڪري ۽ چيلهه کي موڙا ڏئي، پر انت انکي سنڌي ٿي
رهڻو آهي. اسان وٽ سيد سهوڙا آيا پٺاڻ خان ۽ مير بلوچ آيا. انهن
به شروع ۾ پاڻ کي الڳ جنس سمجهي پاڻ کي سڳداسي سڏايو. اڄ
اهي سا ڳيا ٿي سيد خان ۽ بلوچ سنڌي سڏائڻ ۾ فخر ٿا سمجهن. باقي
جي نوان همراه اسان وٽ آيل آهن اهي به اڄ سياڻي بقول ماستر چندر
جي ته ”پاڻهن ۾ ڪنگڻ پايون چاڻ جو دڪان تي آيون.“ ڪا
ٽڪڙ ڪانهي. چڙ ڪوڙي کي ريٽيءَ ۾.

١ اپريل ١٩٨٤ع

## ڊاڪٽر، مريض ۽ علاج!

اخباري خبرن ۾ ڇاپيو ويو آهي ته ملڪ ۾ دل جي بيماري وڌي رهي آهي. برابر ائين هوندو، مارشل لا جو دور آهي. دل جي بيماريءَ ۾ واڌارو نه ايندو ته ڪنگهه ۽ زڪام ۾ اضافو ٿوروئي ٿيندو. دل جي تڪليف جو وڏو سبب آهي غم ۽ گهٽتي ۽ پريشاني. جنهن فراغداليءَ سان اسان وٽ مهانگائي ڇوٽ چڙهي رهي آهي. جنهن وٽ پڪڙ سان رشوت ۽ سيڪڙن جي اوگڙ ڪمي ٿي وڃي. جنهن نموني پاور پوزيشن ۽ پئسي جي زور تي هڪ ماڻهو ٻين ماڻهن جي زندگي زهر ٿو ڪري، ته تعجب هن ڳالهه جو نه آهي ته دل جي ڌڙڪڻ تيز ٿي ٿئي، پر هيءَ ته ماڻهوءَ جو هنياءُ ڇو نه ٿو ڦاٽي پوي. آخر آدمي ڪو فولاد جو ٺهيل ته نه آهي. انساني دل جهورڻ لاءِ ته هڪ سپاهيءَ جو سڏ به ڪافي آهي.

جيستين قلب جي بيماريءَ جو تعلق آهي ته مرض ۾ ڪا واڌ ٿي آهي يا نه. چئي نه ٿو سگهجي. البت هن بيماريءَ جو ڍڪاءُ ضرور ڦهليو آهي، جنهن پروپئگنڊا ۾ ڊاڪٽرن جو وڏو هٿ آهي. اڄ ڪلهه جي ڊاڪٽرن مرضن جو حياءُ وسيلو ڪرڻ بجاءِ چڱن ڀلن ماڻهن کي به بيماريون ٻڌائڻ شروع ڪيون آهن. جيئن اڳ ٺانئن تي ماڻهن کان وڏيون رقمون ڇڏائڻ لاءِ ساڻن ٻيئل ڪوڊ جا پاري فلم لاڳو ڪيا ويندا هوا. "ڪئنسر ۽ دل جي بيماري" اڄ ڪلهه جي ڊاڪٽرن جا "ڪنائو" مرض آهن جي ماڻهن کي سندن مالي حيثيت آهر وچڙايا وڃن ٿا. توڻي جو ڊاڪٽرن کي هي بخوبي ڄاڻ آهي ته ڪئنسر يا دل جي تڪليف ڪي بيماريون نه آهن پر موت جون علامتون آهن ۽ موت هڪ لاعلاج مرض آهي. پر ڇاڪاڻ جو ڊاڪٽرن کي پنهنجا پنج ساله پروگرام پورا ڪرڻا آهن. نيون موٽرون خريد ڪرڻيون آهن. بنگلا وٺڻا آهن. آمريڪا جو چڪر لڳائڻو

آهي. انڪري هو مريض کي آخرين گهڙيءَ تائين آٿت ۽ آسرا ڏيئي
پنهنجا ڳاتي ڳکا بل وصول ڪندا ٿا رهن.

عام مريضن جو اسپتال ۾ ڪهڙو حشر ٿو ٿئي اهو ڏسڻ وٽان
آهي. دوائون اوهان کي پاڻ خريد ڪرڻيون آهن. ڪاٽو به پاڻ پهچائڻو
آهي. سئي اوهان کي نرس هڻندي پر اوهان جي بازوءَ کي رتو رت
ڪرڻ ڪانهوءِ. اوهان جي ملم پٽي پنگي ڪندو پر اڄ هو موڪل
تي ويل آهي. اڃا به وڏو فراڊ ڏسڻو هجي ته پوءِ نازڪ مسئلي واري
وارڊ Intensive Care Ward ۾ وڃي تماشو ڏسو. مريضن کي بستره
تي سمهاري پوءِ ڪيس "نلڪين" جي چار ۾ چوڪنيو جڪڙيو ٿو
وڃي. هڪ ٻانهن جي نبض ۾ سئي واري نلڪي ملائي مٿان گلوڪوس
جي ٿيلهي چاڙهي ٿي وڃي. نڪ ۾ نلڪيون وجهي آڪسيجن جي
سلينڊر سان لاڳو ڪيون ٿيون وڃن. وات يا ناس ۾ غذا واري
نلڪي. رت جي ٿيلهين ۽ پيشاب وارا پائيپ الڳ ٿا اٽڪايا وڃن.
ڏسڻ ۾ ائين پيو ايندو ته ڄڻ مريض ڪو ماڻهو نه آهي پر هوائي جهاز
جي مشين جنهن کي بئٽرين وسيلي چارج ڪيو ٿو وڃي.

نلڪين جي چار ۾ ڦاٿل مريضن جو وڏو حصو ته ڊاڪٽري لحاظ
گهڻو وقت اڳ مري ٿو وڃي. سندن دماغ جمي ختم ٿي ٿو وڃي.
پر مڙده جي دل آڪسيجن گئس وسيلي گهلبي ٿي رهي. هڪ ڊاڪٽر
کان پڇيم ته پاڻو هي مريض ته ڪالهه رات کان گذاري ويل ٿو
ڏسجي ۽ هاڻ غريب کي نلڪين جي ڦندي کان ڇو آجو ڪريو؟ جواب
ڏنائين ته آخرين گهڙي تائين وس ڪرڻ ڊاڪٽرن جو "اخلاقي فرض"
آهي. وري پڇا ڪيم ته ڊاڪٽرن جو اهو اخلاقي فرض ڳاتي ڳپيون
فيون وصول ڪرڻ مهل ڪٿي ٻاهر دوره تي هليو ٿو وڃي ڇا؟ خاص
طور انهن مريضن کان جن لاءِ ڪين ڄاڻ آهي ته لاعلاج آهن؟ ڊاڪٽر
برابر سڀ هڪ جهڙا نه آهن، ڪن وٽ خدا ترسي به آهي پر هتي
ڳالهه آهي انهن ڊاڪٽرن جي، جي ماڻهن جي بيماري ۽ بيوسيءَ کي
پنهنجي بئنڪ بئلنس جا ذريعا ٿا سمجهن.

ٻهراڙين جي ته قسمت چڱي آهي جو ڊاڪٽر اوڏانهن وڃڻ ئي
پسند نه ٿا ڪن، ڇاڪاڻ ته راتو رات لکپتي ٿيڻ جا موقعا اتي

گهٽ آهن. باقي شهرن ۾ سندن پيگهي مثل آهي. وري مزو اهو جو منجهن پاڻ ۾ پڌي بہ واهہ جي آهي. پاڻ ۾ ڪوآپريٽو سوسائٽيون ناهي پيا خلق خدمت ڪن. ڦرلٽ جو پهريون وارو ليبارٽري وارن ڊاڪٽرن کي ڏنو ٿو وڃي. ظاهر آهي تہ جيسين مرض جي گولا ۽ سجاتپ ڪئي وڃي ان وقت تائين تحقيق ۽ تجربا ٿيندا رهندا. ٽوٽي جو ماڻهن جون نوانوي في صدي شڪايتون "عام رواجي" قسم جون هونديون آهن. پر تڏهن بہ بلڊ ٽيسٽ ضرور ٿيندو. بلغم ۽ پيشاب جي تپاس ٿيندي. ايڪس ري نڪرندا. باقي ٽيمريچر بلڊ پريشر ۽ "اي سي جي" ڊاڪٽر پاڻ چڪاس ڪندو. ڪيس پنهنجي فيءَ جو بہ تہ حق ادا ڪرڻو آهي.

رپورٽون ۽ ايڪس ري جي فوٽوئون اچڻ ڪانپوءِ مريض کي اچان بہ اگهيرو ڪرڻو هوندو تہ پوءِ ڪيس وڏن ماهرن Specialists حوالہ ڪيو ويندو جن جي في رواجي ڊاڪٽر کان بہ ڏهوڻي هوندي. جڏهن مريض هڏڪين جي نوبت تي پهچندو تہ پوءِ اسپتالن جي خاص واردن ۾ داخل ڪرايو ويندو. جتي مريضن کي ڏاڍي "مهانگي" اگهہ تي مرڻو ٿو پوي. جنازو تہ ائمبولنس ۾ وڃي ميوا شاهہ مقام ۾ رسندو پر ايسٽائيٽ مرحوم جا ٻار ٻچا ۽ گهر سڀ گروي ٿي ويندا. جي ڪو پاڳوارو سانگي سان بچي نڪتو تہ نئون جاڙو. وهواہ ٿي ويندي تہ "ڊاڪٽرن بچايو" هلاءِ ڏوڪڙ! پر جي مري ويو جيئن ڪوشش ڪئي ٿي وڃي تہ پوءِ الله ماريو". ڏوڪڙ ٻنهي حالتن ۾ ڏيڻا آهن. جيئڻ تہ اگهيئي قرض ٻلي آهي پر هاڻ تہ مرڻو بہ اوڌر تي ٿو پوي!

اڳ بيماريءَ سيماريءَ ۾ الله کي ياد ڪيو ويندو هيو. لک ڪيڍيا ويندا. خير خيرات ڪئي ويندي هئي. ستيءَ ڦڪيءَ گڏ "دعا ۽ دم" جو بہ ٻلو پيٽي ڪيو ويندو هيو. شفا تہ هئي مالڪ جي وس. سهڻي پتائي فرمايو ڪونہ آهي تہ "ڦڪيون تڏهن فرق ڪن جڏهن امر ٿئين الله جو". اڄ انسان جي عقل توڙي ايمان کي الاجي ڇا ٿي ويو آهي. ڏسجي ائين پيو تہ هاڻ سندس ايمان وڃي "ائسپرو" ۾ قاتو آهي. ڪلام پاڪ جو سراسر ۽ سراپا "شفا" آهي ان کي ڇڏي ماڻهو وڃي نا ڊاڪٽرن جي ڏتن سٽن ڪيڙ لڳن، جي پاڻ اونڌا وڃ آهن. ڏنو

ڪونہ اٿڙ تہ ڊاڪٽر پنهنجي ٻارن ٻچن جو علاج وري ٻين ڊاڪٽرن
کان ڪرائيندا آهن. اهو آهي سندن پنهنجي علاج ۾ ڀروسو! نتيجو
هي نڪتو آهي جو اڳ جو بيماريون جهاز ۾ گهرو ستي ڦڪيءَ
جي حيلي دفع ٿينديون هيون، هاڻ انهن لاءِ آپريشن ڪرائڻ تي ڀوي
۽ گهر الڳ ڳروي رکڻو ٿو پوي. الله جي ناراضگيءَ کي ڀيو اڄان
سنگ ٿيندا آهن ڇا؟

مون تہ پنهنجي پاٽين ۽ دوستن کي وصيت ڪئي آهي تہ
مونکي ڪجهہ بہ ٿئي پر خداءِ جي نالي اسپتال اصل ڪٺي نہ وڃجو.
ڀوءِ توڻي دل جي تڪليف ٿئي، دماغ جي رڳ ڦاٽي يا اڌ رنگو ٿئي.
جي اهڙي چٽ گهٽ ٿئي تہ ڪٽ تي ليٽائي مٿان ياسين مبارڪ
پڙهجو. آخر زندگيءَ کي مون ڪو لهڻو آهي ڇا. يا مرڻ ڪو مهڻو
تہ نہ آهي. دعا ضرور ڪرڻي آهي. ڀوءِ جي ڪهڙي ۾ ڪٿا آهن تہ
وسوٽي ڪونهي. پر جي ڪاتو ڪٿال آهي تہ علاج بي سود آهي. جي
مري وڃان تہ جنگهہ ڪان گهلي ڪنهن کڏ کوٻي ۾ وجي دفن ڪجو.
پر دفن ان ڏينهن ۽ ان گهڙيءَ ڪجو. ائين نہ ٿئي جو ڪنهن کي
منهن ڏيکارڻ بهاني لاش کي پاروٺو ڪري ڀوءِ پوريو. منهنجو منهن
هر هڪ ڏٺو آهي. جن اڳيئي ڏٺو آهي تن کي هيل تائين ڇا حاصل
ٿيو آهي. جو هاڻ مرڻ کانپوءِ ڏسڻ شرط ٻين لاءِ برڪت جو باعث
ٿيندو. جنهن سج ايرندي شعاع نہ ڪيو هاڻ لهندي ڪهڙو تاءُ ڪندو؟

١٩ جنوري ١٩٨٤ع

## جنگ:

اسانکي جڳائي تہ سپاهين ۽ سابق فوجين کي هيرو يا سورمو سڏڻ
جو طريقو ئي ختم ڪريون. اسانکي بزدلي ۽ ڪانئر پڻي لاءِ ٻلا (مبدل)
ڏيڻ گهرجن. جنگ هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ جو ان کان وڌيڪ ٻيو بهتر
طريقو آهيئي ڪونہ.

برطانوي ليکڪ- ڊاڪٽر مارٽن بئڪس

هونئن بہ، جتي بہ گهڻا ماڻهو گڏ ٿين تہ ان کي لڙائي سڏي ٿو
سگهجي.

"سک جي ننڊ ڪريو. آئينده اهڙي غلطي نہ ٿيندي."
هيروشيما ۾ يادگار تي اڪريل اکر

## ادبي سيمينار :

سنڌي ادبي ٻه روزه سيمينار ڪالهه آچر ڏينهن سانجهيءَ ٽائي خيرخوبيءَ سان پڄاڻيءَ تي پهتي. موضوع هيو، آزاديءَ کان پوءِ سنڌي ادب جي ترقي. سيمينار سڏائڻ لاءِ اصلي ارادو ڪهڙو هيو؟ ۽ ڪنهنجو هيو؟ اها خبر ته خدا کي. پر اعلان ۽ انتظام سنڌ جي ٻن برک ادارن پاران ڪيل هيو. هڪ سنڌي ادبي بورڊ ۽ ٻيو سنڌ الاجي. هي ٻئي ڄاڻايو ويو ته هيءَ سيمينار اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد جي "تعاون" سان رچائي ويئي هئي. اردو ٻوليءَ ۾ "تعاون" جو مفهوم شايد اهوئي هجي جئن عام طور ٽيليويزن تي ٻڌو ويندو آهي ته فلاڻو ڊرامو فلاڻي ڪمپني جي "تعاون" سان ڏيکاريو ٿو وڃي. پر سنڌي زبان ۾ "تعاون" خرچ جا چٽي پري ڏيڻ کي چيو ويندو آهي. عجب آهي جو اردو "تعاون" ۽ سنڌي "تاون" ٻنهي جي معنيٰ اچي اڳ پڳ ساڳي بيٺي آهي. ڪجهه به هجي، پر الاجي ڇو اسانجي سنڌي اديبن جو اتترو پربور "تعاون" ڏسڻ ۾ نه ٿي آيو جيتري اميد ڪئي ٿي ويئي. ٿي سگهي ٿو ته کين رسمي دعوت نه ڏني ويئي هجي. پر مڙن ڪڄڙي ميار! سواءِ سڏ جي ڪو الله جي گهر به نه ٿو وڃي. هيءَ ته سيمينار هئي.

.... .... .... ....

ان ڏس ۾ ڪجهه ڏينهن اڳ مون پنهنجي ڪالم وسيلي وقتي چتاءُ پڻ ڏنو هيو، جنهن کي حسب دستور ڪو وزن نه ڏنو ويو. منهنجو ارادو ڪو ڇيڙڪ وجهڻ ته نه هيو. نه وري ڪا منهنجي نيت اديبن جي قوم ۾ "سڏاري" آڻڻ جي هئي. بقول وفائيءَ جي، ته اڄ ڪلهه جو ماڻهو "سڏارو" ڪرڻ ٿو گهري ته اهو اڳتي هلي پاڻ "ڪري" ٿو پوي. مون ته "خير دلالي" ڪندي ڏاهه ٿي ڏني ته هن نازڪ موڙ تي جڏهن گهرائڻ جا جملي پاتي پاڻ ۾ هم خيال هجا ته ان موقعي تي اديبن جو متحد ۽ يڪمشت رهڻ دوست دشمن جو

داغ هيو. گمان غالب هيو تہ مبادا اديبن کي ڪانئي ڏيڻ ۾ ڪا ڪوتاهي يا ڪنجوسي ڪئي وڃي. يا وري ذاتي اختلاف ۽ شخصي رنجشن تي گهٽ ڏني وڃي. ڇاڪاڻ تہ هي ادبي اجتماع هيو. ۽ نہ ڪنهن جي مٽ مائٽ جي شادي مرادي. جتي پاڻپي برادريءَ وارا پلوپاند چڪايا وڃن. يا وري انهين نہ ٿئي جو ذاتي عداوت بنياد تي مورڳو ڪنهن جي علمي ۽ ادبي حيثيت کي ئي ريٽيو وڃي، جو ”احتيار“ ڪنهن کي بہ حاصل ڪونہ هيو.

.... .... .... ....

سيمينار جو صحيح معنيٰ ۾ ”گهوٽ“ ۽ ”مير مجلس“ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هيو، جنهن پهرين ڏينهن تقرير ۾ پاڻ ملهايو. ۽ واهہ جو ملهايو. انهيءَ وقت مجلس جي صدارت پاڪستان جو وزير تعليم ڊاڪٽر محمد افضل صاحب ڪري رهيو هيو. ڊاڪٽر بلوچ جي تقرير لاجواب ۽ بي مثال هئي ۽ جيسين سنڌيءَ جو سوال آهي تہ لازوال رهندي. مونکي ياد نہ آهي تہ مون پنهنجي اڌ صديءَ جي سانيڀر ۾ اهڙي فصيح بليغ ۽ حقيقت افروز تقرير ٻڌي هجي. هيءَ اها تقرير هئي جنهن لاءِ سنڌيءَ ۾ محاوره آهن تہ ”وڻ وڄائي ڇڏيائين“ يا ”ٽين ڪڙڪائي ڇڏيائين.؟“ آءٌ تہ اڃان بہ ائين چوندس تہ ”وانءِ ٻلون“ بہ ڏيئي ڇڏيائين. هي منهنجو ايمان آهي تہ ڊاڪٽر بلوچ جي هيءَ تقرير نہ فقط تاريخي آهي پر سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ سونهري باب تي رهندي.

.... .... .... ....

ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي تقرير جو آغاز انهن اڻڳڻيت عقوبتن جي سرسري بيان ڪرڻ سان ڪيو جي سنڌي ٻوليءَ سان هردور ۾ روا رکيون ويون آهن. ڊاڪٽر صاحب ڄاڻايو تہ پاڪستاني ادب هتي جي هر هڪ رهاڪو جو سرمايو ۽ ورثو هيو، انڪري فقط ”اردو“ ٻوليءَ کي ”قومي“ زبان قرار ڏيڻ ۾ ڏاهپ ڪانہ هئي. ڇاڪاڻ تہ اهڙي فيصلي ڪان اهو تاثر ٿي سگهيو تہ شايد ٻيون پاڪستاني ٻوليون ”غير قومي“ حيثيت رکندڙ هيون. جيڪڏهن پاڪستان جون سڀئي

ٻوليون ساڳيون ۽ هڪ ئي خاندان جو حصو هيون تہ پوءِ ملڪ جي ”هر ٻولي“ کي ”قومي زبان“ هئڻ جو حق، درجو ۽ شرف حاصل هيو. ڊاڪٽر بلوچ سنڌيءَ ٻوليءَ جي سؤ سال اڳوڻي تاريخ بيان ڪندي ڄاڻايو تہ انگريزن هن (نمائي) ٻوليءَ خلاف ڪات ڪهاڙا کڻي ڪاهي ڪيا ٻيو هيو. پر سنڌ جي اديبن سر توڙ ڪوشش ڪري ٻوليءَ کي وڏڪ خوبصورت ۽ جاندار بڻائي اڳتي ڪري اڳڀرو ڪيو. نتيجو هي نڪتو جو انگريز لاچار ٿي نہ فقط سنڌيءَ کي عدالتي ۽ سرڪاري ٻوليءَ جي حيثيت ڏيڻ لاءِ مجبور ٿيو پر جڏهن پاڻ ٽپڙ کڻي واپس وطن ٿي وريو تہ انوقت ملڪ اندر سنڌي ”اڪيلي ٻولي“ هئي جنهن کي پنهنجي علم ادب جو خاصو سرمايو هيو.

ڊاڪٽر بلوچ افسوس جو اظهار ڪندي چيو تہ هن ملڪ ۾ سنڌي ليکڪن، شاعرن ۽ اديبن جي پنهنجي ٻوليءَ سان محبت ۽ محنت کي هميشہ ”غلط“ پئي سمجهيو ويو آهي. ۽ ڪن سائين جي سنوارين تہ سنڌيءَ جي سڌار ۽ سينگار کي اردو ۽ خود پاڪستان خلاف ”محاذ“ پئي سڏيو آهي. جو سراسر بهتان آهي. جنرل ايوب جي دور جو هڪ واقعو بيان ڪندي ڊاڪٽر بلوچ ڄاڻايو تہ ١٩٥٨ع واري مارشل لا زماني ۾ جنرل ٽڪا خان هڪ ڏينهن سنڌ يونيورسٽيءَ جي رجسٽرار مرحوم آغا تاج محمد جي آفيس ۾ وارد ٿي اچي نادري حڪم جاري ڪيو تہ ”اردو ڳالهائيندڙ شاگردن کي سنڌي پڙهائڻ هڪدم بند ڪيو وڃي.“ توڙي جو انهن ڏينهن ”سنڌي“ اردو وارن لاءِ پڙهڻ اهڙي ئي لازمي هئي جهڙي ”اردو“ سنڌي ڳالهائيندڙن لاءِ. ڊاڪٽر بلوچ چيو تہ ان تاريخي ڏينهن ٻي ٻولين خلاف حقارت ۽ تڪرار جو ٻج ڇٽيو ويو جو اڄ تائين وڌي وڻ ٿيندو رهيو.

.... .... .... ....

ڊاڪٽر بلوچ پنهنجي تقرير ”اردوءَ“ ۾ ڪئي جا مهمان نوازي جي تقاضا پڻ هئي. ڇاڪاڻ تہ ڪيترا مهمان ”مبصر“ ٻين صوبن کان آيل هوا جن جي سنڌي سان شناسائي نہ هئي. ڊاڪٽر بلوچ جي تقرير کانپوءِ ڊاڪٽر محمد افضل وزير تعليم پاڪستان پنهنجو صدارتي ۽

افتتاحي خطبو سنڌي ۾ پڙهيو جنهن قدم جو پرجوش خيرمقدم ڪيو ويو. ڊاڪٽر محمد افضل جي سنڌي ۾ تقرير جي پڄاڻيءَ تي سڄي هائوس طرفان اٿي بيهي تاڙين جي گونج ۾ سندس مرحبا ڪئي ويئي. ڇاڪاڻ ته وزير صاحب نه فقط سنڌي زبان ۾ ڳالهايو پر نهايت سهڻي ۽ مٺڙي نموني پنهنجا خيال پيش ڪيا جي قابل قدر به هوا. ڊاڪٽر افضل سنڌيءَ ۾ تقرير ڪري هڪ قسم جو ڊاڪٽر بلوچ واري پيش ڪيل بوليءَ واري مسئلہ جو حل پڻ پيش تي ڪيو. اهو هيءَ هيو ته جيڪڏهن پاڪستان جا سڀئي باشندا سنڌي يا ٻيون علائقائي ٻوليون لکڻ پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ لاءِ آدم ڪن ته هوند ٻولين جي "ٻيائي" وارو سوال ئي ڪڙو نه ٿئي. وزير صاحب جي سنڌي تقرير جو جادو سموري مجلس تي حاوي رهيو. بهتر ٿئي ها جيڪر وزير صاحب سنڌي تقرير ڪانپوءِ پنهنجي جاءِ والاري ها. پر وزير صاحب بجاءِ انجي پنهنجي تقرير جو اردو تفسير پيش ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رهيو. جنهن سبب سموري تاثير جي ضايع ٿيڻ جو امڪان هيو. ان انديشي ۾ جي روشنيءَ ۾ جناب مظهر يوسف اٿي بيهي وزير صاحب کي يقين ڏياريو ته قبلا اوهان جي سنڌي تقرير سڀني جي سمجهه ۾ اچي چڪي هئي. پر وزير صاحب کي شايد انهن ماڻهن کي به راضي رکڻو هيو جي اتي موجود نه هئا. اسين سڀئي ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن نه ڪنهن، ماڻهوءَ کي راضي ڪرڻ جي فڪر ۾ رهون ٿا جي تڏي ۽ موقعي تي موجود نه آهن. الاجي ڇو؟

۲۸- فيبروري ۱۹۸۴ع

.... .... .... ....

## عبادت جو انداز :

فرشتہ هميشه عبادت ۾ مشغول رهن ٿا. عبادت ئي سندن کاڌو پيئڻ ۽ غذا آهي. ڇاڪاڻ ته هو روح آهن ۽ نفس کان آجا آهن. اها نفس اماره ئي آهي جا بندگيءَ جي راهه ۾ رنڊڪ ثابت ٿئي ٿي. نفس فنا ٿي وڃي ته پوءِ فرشتن جيان الله جي عبادت به جيڪر اسانجي غذا ٿي وينديءَ.

## ٿي هلا چو ، هل

سنڌ ۾ عجيب قسم جو انقلاب آيل ٿو ڏسجي. معلوم ائين ٿو ٿئي ڄڻ هي ۽ اڳوڻي اوطاقي سنڌ آهيئي ڪانه . ڪيڏانهن ويون سنڌس ڪچهريون ۽ ڪيڏانهن ويا سنڌس ڀوڳ ٽڪاءَ ۽ ٽهڪڙا . ڀانئڻ ته سنڌس ثقافتي سونهن ٺي ڪومائجي ويئي آهي. اڳ قصا هوا. ڪهاڻيون هيون. راتين جون ڳالهيون جون ۽ ڏاڻيون جون. هاڻ سڀ شونق شغل ۽ چهچٽا چٽا. اڄ هر هنڌ ۽ هر وات سياست ٿي ڏسجي. گهر مڪان ۽ مارڪيٽ ۾. هر هڪ اهو پڇائون ٿو ڪري ته سائين سنڌ جو ڇا ٿيندو؟ اڳي ورلي، ڪو هزارن ۾ هڪڙو سياسي ٻهه ۽ پور پڇائيندو هيو پر اهو به اليڪشن جي منڌ موسوم ۾. هاڻ ته هر ڪو ٿو سياسي لات لٽوي. آخر ڪا ته ماڻهن سان ويڌن آهي. بي آرامي ۽ بيقراري ڪا بي سبب ته نه آهي.

ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سنڌ ۾ جو ڪجهه ٿي چڪو آهي، ان لحاظ کان عوام جي پريشاني سمجهه ۾ اچڻ جهڙي آهي. جنهن صدمہ کان سنڌ گذري آهي اهو ڪو قيامت جي لرزه کان گهٽ ته نه هيو. جي جهٽڪا ۽ ڌڌڪا ماڻهن جي دلين کي رسيا آهن اهي ته فولادي جگر به ڏاري وجهن. هي ته گوشت پوست جا لوٿڙا آهن . پر سوال آهي ته اها غير معمولي ڪيفيت ڪيستائين هلي سگهندي؟ جو ڀاري بوجهه ۽ برقي دباءُ ذهن تي سوار آهي اهو سهڻ جهڙو به آهي يا نه؟ پشتو زبان ۾ سوال پڇڻ لاءِ هڪ سهڻو فقره موجود آهي جو آهي ”تابه ڪئي“ يعني ”آخر ڪيستائين؟“ ائين نه ٿئي جو ڪو بارڻ ڀري پوي. با ڪو ممڻ مچي. آڻ ڪو بي خبر ته نه آهيان جو ”ڏوڙ ڏڪاءُ“ لاءِ اڳ ڪٿي ڪريان. پر خدانخواسته جي ڪو ڌماڪو ٿيو ته ان لاءِ ذميوار ڪير؟

هيل تائين هر هنڌ جي به انقلاب آيا آهن اهي دهل دمامن ۽ ٻشنبد باجن سان. پر اسانوٽ جو سيلاب اچي سهڙيو اهو آهي ”گونگو

پاڻ". خلق کي غلط فهمي به شايد ان خاموشيءَ سبب ٿي هجي. هر هڪ کي ڏ[illegible]ن انگريزون به آهن. گهڻا ته هي به سمجهڻ کان لاچار آهن ته ٻيو ڪجهه سنڌ ۾ ٿيو اهو ڇا هيو ۽ ڪيئن ٿيو؟ ملڪي دانشور ان سنڌ فڪريءَ ۾ آهن ته من نه من ڪو ڳالهه جو ڳڻتو ملي پوي. گهڻائي حيلا هلايا ٿا وڃن. ڪي صحافين جا جٿا موڪلي احوال وٺي پنهنجا دليل ٿا ڏوڙائن. ڪي اسان وارن همراهن کي پاڻ وٽ ڪانڊي آڏي پڇا ٿا ڪن.

## بنديخانو بچڙو

هڪ دانشور جو قول آهي ته انسان ذات کي ٽوٽي انسانيت کي، وڏي ۾ وڏو نقصان ان شخص پهچايو جنهن "جيل" ايجاد ڪيو. اهو چوڻ ڪيتري قدر درست آهي، اهو احوال انهن کان پڇو جي ڪنهن نه ڪنهن بهاني جيل جي هوا کائي چڪا آهن. ڏوهارين جي سڌار ۽ سنوار ته شايد سڌريل ملڪن جي جيلن ۾ ٿيندي هجي. پر اسان وٽ ته اڃان سوڌو جيل اهوئي آهي جنهن لاءِ چوڻي آهي ته "بنديخانو بچڙو شال قيد نه پوي ڪو". قيدين جي رهائش دوا درمل ۽ کاڌ خوراڪ جي شڪايت ته بي سود آهي ڇاڪاڻ ته جيل، جيل آهي ۽ ڪو هوٽل ته نه آهي. پر هي ارمان ضرور آهي ته جيل اندر واڙيل مخلوق سان جو سلوڪ ڪيو ٿو وڃي انجو گهٽ ۾ گهٽ انصاف اخلاق ۽ انسانيت سان ڏور جو به واسطو نه آهي.

ان سلسلي ۾ هڪ عام رواجي واقعو جو تازو ٿي گذريو هن طور آهي. هڪ اباڻو قيدي جنهن کي ڦاسيءَ جي سزا ملٽي هئي، تنهن سان آخري ملاقات ڪرڻ لاءِ سندس پيڙهي امڙ اچي جيل تي پهتي. پنهنجي سڪيلڌي لاءِ چار ڪينا ۽ چار ڪيلا به ساڻ وٺي آئي. ماءُ کي پٽ سان ملاقات ڪرائي ويئي. پر ڪينو ۽ ڪيلا جيلر پنهنجي آفيس ۾ هي چئي رکي ڇڏيا ته هو پاڻ اها امانت سندس پٽ کي پهچائيندو. ماڻيءَ جي وڃڻ ڪانپوءِ جيلر آفيس ۾ اچي ميوه کي نوشجان ڪرڻ ويٺو. آفيس جي قيدي دربان، جيلر صاحب کي عرض ڪيو، ته "سائين ميوه آهي گهڻو؟ اهو به هڪ ماءُ آندو پٽ

لاءِ جو سياڻي سوڀيءَ چڙهيل آهن. هو ته وڃي ليس ڏيئي اچان.*
جيڪر ورائيو ته احمق جنهن ... سي صبح جو قاضي چڙهيو آهي انڪي
فريب کائڻ ۾ ڪهڙو فرق پوندو. چو نه آءٌ ڪاوان جنهن کي اهڙين
ڪيئي قاسين جو انتظام ڪرڻو آهي! وڌيڪ رائزني فضول آهي.

## هڪ ضروري صفائي

منهنجي ٤ مارچ واري ڪالم بنسبت ڪجهه نوجوانن ڪي
غلط فهمي پيدا ٿي آهي جنهن جي صفائي پيش ڪرڻ ضروري آهي.
سندن خيال آهي ته لٽريچر وسيلي زندگيءَ جو گمراه ٿيڻ ممڪن نه
آهي. برابر هوندو. جوانيءَ جي جوش سان منطق جو ڪهڙو واسطو؟
باقي هي شڪايت غلط آهي ته نوجوانن جي علمي ۽ ادبي دلچسپيءَ
تي ڪو اعتراض آهي. هرگز نه. دراصل غلط فهمي هن سبب ٿي
آهي جو ڪالم جو اهو حصو ڇاپي ۾ جهڙي شايع نه ڪيو ويو جن ۾ اهڙن
ڪتابڙن جا نالا درج ٿيل هوا جن تي اعتراض هيو. ڇاڪاڻ ته مقصد
ڪنهن جي دل آزاري ڪرڻ ته نه هئي، نه وري اهڙن اديبن ڏانهن
ڪو اشارو هيو جن صحيح معنيٰ ۾ ادب جي تخليق تي ڪئي. اهڙا
اديب ته هر قوم لاءِ فخر آهن جي قلم ڪئي عوامي جدو ڪي جياپو
ٿا بخشين. هر تحرڪ جي جنم ۽ زندگيءَ جو مدار آهي ئي علم ۽
ادب جي ڦهلاءَ تي، جنهن وسيلي ميڙو مثل ٿو رهي. اعتراض فقط
انهن لاءِ هيو جي پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ کان اڳ ۾ لکڻ تي سندرو ٿا ٻڌن،
جو خطرناڪ لاڙو آهي. خاص طور ان ملڪ لاءِ جتي هر ڇپيل اکر
کي اڪثر سچ سمجهيو وڃي.

٥ فيبروري ١٩٨٤ع

.... .... .... ....

عبادت جو انداز

ابوالخير جي هڪ پير ۾ گهڙ (ڪئنسر) جي بيماري هئي. جراحن
پير ڪپڻ جو فيصلو ڪيو پر پاڻ راضي نه ٿيو. مريدن پاڻ ۾ صلاح
ڪئي ته جڏهن ابوالخير نماز ۾ محو هجي ته سندس پير ڪي ڪپيو
وڃي. آخر ان مشوره مطابق عمل ڪيو ويو. جڏهن بزرگ پاڻ نماز
کان فارغ ٿيو ته سندس پير ڪٽيل هيو.

## عباسي صاحب جي موڪلاڻي

گذريل هفتي ڏيڍ ڪان سنڌ ۾ الوداعي تقريبن ۽ تقريرن جي ڌم متل آهي. معلوم ٿيو ته جناب گورنر عباسي سنڌ ڪان رخصت ٿي رهيو هيو. توڻي جو ڪجهه ڏينهن اڳ عباسي صاحب چاڙايو هيو ته هو موڪلاڻيءَ واري ڪابه دعوت قبول نه ڪندو. پر پوءِ الاجي ڇا ٿيو. شايد پاليسيءَ ۾ ڪو ڦيرو آيو هوندو. ضرور ڪا نه مصلحت هوندي. نه ته ڪنهن ڪي سنڌ وچ اجرڪ ڪني ڪرڻ جو شونق ٿوروئي هوندو. ٿي سگهي ٿو ته اهڙي دوره ڪرڻ ۾ سندس مقصد "احساس محرومي" دفع ڪرڻ هجي، جنهن لاءِ پاڻ اڳ اهڙو بيان ڏنو هوائين. شايد اهوئي سبب هيو جو هر دعوت جي تقرير ۾ ترقيءَ جا انگ اکر ٿي پڌرا ڪيائين. جي نوازشون سندس دور ۾ سنڌ مٿان ٿي چڪيو هيون!

جي عباسي صاحب چاهي ها ته هو پنهنجي پڇاڙيءَ جي پهر کي سرهو ڪري ٿي سگهيو. سنڌ سان الوداع کي وڌيڪ خوبصورت بہ بڻائي سگهي ها. جيڪڏهن سنڌ جي ٻهراڙين ۾ وچي انهن غمزده ڳوٺاڻن سان وات تڪائي ڪري ها، جن جي گهرن ۽ گهراڻن جا ڏيٺا گذريل طوفان ۾ گل ٿي ويل هوا. هڪ صوبي جي حاڪم واري حيثيت ۾ اها سندس اخلاقي ذميواري هئي. ۽ سنڌ جي دائود پوٽڙي هئڻ لحاظ ڪان قومي فرض ادائي پڻ هئي. جي ٿڏي ٿي عذر نه ڏيئي سگهيو هيو ته هاڻ ڪري ها. عذر خواهي ۽ انتقام ڪي پراڻا ٿوروئي ٿيندا آهن. جن گرفتاريون آڇ ڪري قيد قبوليو هيو انهن جي بند خلاص ڪرڻ لاءِ عام اعلان ڪري ها ته ان ۾ به سندس نيڪ نامي ٿئي ها. اهڙي درياه دلي سندس ساڄهه (Grace) ليکي وڃي ها. آخر سياسي قيدين کي وڌيڪ وقت تائين باندي رکڻ ۾ سنڌ جي بجيٽ ۾ ته ڪو اضافو نه ٿيندو. قيد ته هوڻن به هر انسان جي مقدر ۾ آهي پوءِ لانڍي جيل نه ته قسمت جو قيد ئي سهي.

## سنڌ وزارت

ڪالهوڪي اخبار جي سرخي هئي ته "سنڌ وزارت استعيفا ڏيئي چڏي آهي." پنهنجي ليکي هي هڪ وڏي خبر آهي. چاڪاڻ

ته هن خبر ۾ هي ثابت ٿي ٿو ته سنڌ ۾ ڪا وزارت ته هئي جنهن استعيفا ڏني آهي. سيٺ جوڙو مل واري ڳالهه ته ”پاڻي پڳ ڪت هاڻ ڪا پيروي بڌاءِ“. ڳالهه ڇيو ته سائين جا راڳ ٽي هاڻ ڳنڍيو سا ”پيروي“ هئي. ڇي: جي اها پيروي هئي ته پوءِ ”وهواه“.

## وقت کي وقت ڏيو

ڪڏهن ڪڏهن حيران پريشان ٿي اسين پنهنجي قسمت تي ڏوهه ٿا ڏيون يا وري ڪائونس سوال ٿا پڇون. پر اسان کي ڪو جواب نه ٿو ملي. شايد ان ڪري جو ستارا اسان کان نهايت ڏور آهن. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو اسين ان نتيجي تي پهچون ته اسان جو نصيب اسان ساڻ آهي ۽ نه ستارن ۾. اسين خوشيءَ کي فقط پاڻ ۾ ئي ڳولا ڪري ٿا سگهون. پين ۾ ان وٿ لاءِ واجهائڻ وقت جو زيان آهي. جيڪڏهن ڪن وٿ اهڙو سرمايو آهي به سهي ته هنن وٽ ايترو واڌو ٿورو ئي آهي جو اسانکي عطا ڪري سگهن. پنهنجا ڏک سور اسانکي اسانکي اڪيلي سر سهڻا آهن. پين مٿان غم کي مڙهڻ ڪا چڱ مڙسي ته نه آهي. اسانکي پنهنجي جنگ پاڻ جوٽڻي آهي. اسان ۾ مقابلي جي طاقت ڇاڻي ڇو ڪان آهي. شرط هي آهي ته همت نه هاريون. اسان جي جدو جهد امن امان لاءِ آهي. اها امن جنهن ۾ بي عزتي نه آهي. پوءِ توڻي جو اسين شڪست کاڌل هجون. ڇاڪاڻ ته اسين ايترو ڪجهه ضرور ڪندا ٿا رهون جو ڪجهه هرهڪ کان وٽ آهر ٿي سگهي ٿو.

اسانکي سونهون به اهڙو گهرجي جو اجايل قافلي لاءِ ڪو چشمو تلاش ڪري سگهي. اهڙو چوڪيدار جو جڏهن سڀ سمهي رهن ته هو سجاڳ رهي، نه فقط اميد پيدا ڪري پر اميد جو داڻپو ڪري سندس نيباج ۽ پالنا به ڪري.

اسانجو نعره هئي هئڻ گهرجي ته ”وقت کي وقت ڏيو“ ”Date tempo al tempo“ هي ان سپاهيءَ جو نعره هيو جو اٽليءَ جي آزاديءَ جو علمبردار هيو ۽ جنهن پنهنجي سموري زندگيءَ جي سيڙپ ان مقصد ۾ صرف ڪئي. سندس نالو هيو ”جوزف گاريبالڊي“ کيس آزادي لاءِ پورا ست سال انتظار ڪرڻو پيو!

۱۸ مارچ ۱۹۸۴ع

## دريا توتي دانهن ...

ڏاڍي ۽ هيڻي واري ويڙهه ۾ شاهه لطيف هميشه هيڻي جو پاسو ورتو آهي. جتي به زور زبردستيءَ جو واقعو ٻڌو اٿائين يا ظلم جي واردات ڏٺي اٿائين ته اتي بي اختيار ڪائونس دانهن نڪري ٿي وڃي ۽ آپي ٻهر ٻيهي اوسارڻ اٿائين. پوءِ ڏاڍ ڪندڙ ڪير به آهن. ڏيـر هجن ڏاڏا يا ڏونگر. هڪ هنڌ درياهه ڪي بـه دڙڪا ڏيڻي ڏيهاري ٿو ته "درياهه توتي دانهن ڏيندس ڏينهن قيام جـي". سندس هـمدردي سدائين هيڻي سان رهي. ٻيو وس نـه پڳو اٿس تـه هيڻي کـي همٿائڻ، سندس دل ٻڌائڻ ۽ آٿت ڏيڻ ۾ وسان نتو گهٽائي.

ڪرشن جي حمايت ارجن ڏانئين هٿي جـو پاڻ بـه جنگي جوڌو هيو. پر شاهه اڪيلو انسان آهي جو هر بيڪس بيوس ۽ بي واهي جو پرجهلو ٿئي ٿو ۽ هر هيڻي جو همراهه ٿي ڪيس ڏاهه ڏيندو رهي ٿو تـه سنا اتي جاڳ، تني تڏيءَ ڪاهه ۽ اجا به ڪجهه ڻجاءِ اڳيري. سمر ساڻ ڪٽي سانباهو ڪرڻ لاءِ اينرو تغاتو تـو ڪري جو تانگهي ۾ بـه ترهو ٻڌڻ لاءِ تاڪيد. وري جي سر جو سانگو لاهي گهيڙ ۾ گـهڙي ٿا پون ۽ ڪين گهوتن ۾ غرق ٿيندو ڏسي ٿو ته اتي به ڪين هـڪل ٿو ڏئي تـه "ٻڏندي ٻوڙن ڪي ڪي ها تڪ هٿ وجهن."

ڏمڻ ۾ ائين ٿو اچي ته شاهه کي هي ڪامل يقين هـو، اجا بـه هي سندس ايمان هيو تـه آخر فتح هيڻي جـي ٿيڻي آهـي. شايد اهوئي سبب هيو جو قصو ۽ ڪهاڻي به اهائي چيڙي اٿائين جنهن ۾ هر ڏاڍي جـي مقابلي ۾ هـيڻي تـي سندرو ٻـڌو. ڏونگـر ڏارڻ لاءِ سسئي، عمر ڪوٽ ڪيرائڻ لاءِ مارئي ۽ مانگر مڇ مارائڻ لاءِ مورڙو ملاح! جن ۾ مقابلي جي سگهه ۽ صلاحيت ئي ڪانه. تنهي جو ٽڪر وري ڏونگر، تونگر ۽ مـانگر سان. بـه ابـوجهه ۽ اپريون مـايون ۽ هڪ جيتامڙو منڊڙو ميربحر. هيڻن جي حمايت به اهڙي جـو پنهنجي رسالـه جي سرن جا نالا بـه آيرا رکيائين. سر آبري ۽ سر معذوري، يعني لاچار ۽ ضعيف.

سهڻي جڏهن ميهار سان ملڻ لاءِ ڪچو گهڙو ساڻ ڪٽي "مٽي متي"

مهراڻ ۾ ڪڏهن ڪاهي پوي ٿي ته وچ وهڪري ۾ "منڌ ۽ مهراڻ" وچ ۾ مامرو مچي ٿو. سهڻي اڪيلي سير ۾، ۽ نه ترهو ۽ نه تري ڄاڻي. وري ويتر لڪين ڇهتيس لوهڻيون، ۽ مڙيا مڇ هزار. جڏهن گهڙو پڪو ۽ منڌ مئي ته شاهه ڪيس جنگ جوڻ ۽ جنگ ڪٽڻ لاءِ آفرين ڏيندي فرمائي ٿو ته "سهسين ساڻر ٻوڙيون پر منڌ ٻوڙيو مهراڻ". منڌي مهاڻي ڪان مانگر مڇ مارائڻ ۽ سهڻيءَ ڪان ساگر ٻوڙائڻ ۾ شاهه جو مقصد هيو هيٺي کي اهڙو حوصلو بخشڻ، جيئن هو وڏي ۾ وڏي غنيم تي به ڏاڪا ٻڌي چڙهائي ڪري سگهي.

الله واري وات به اهائي هئي. نمرود کي مڇر کان، ۽ فرعون کي زر خريد غلام موسيٰ کان مارائڻ ۾ به ساڳي رمز رکيل هئي. جڏهن "ابره" جي لشڪر خود خدا تعاليٰ جي پنهنجي گهر ڪعبي کي سنگسار ڪرڻ لاءِ گهيرو ڪيو ته الله پاڪ ننڍڙن ڇچ ۽ جيتامڙن پکيڙن ابابيلن کي مقابلي لاءِ موڪليو، جن ڇهنب ۾ ننڍڙيون ٻڙيون ۽ پهڻ ڪٽي "ابرهه" جي وحشي لشڪر تي مارو ڪيو ۽ سندن ستيا ناس ڪري ڇڏي. نه ته قدرت اڳيان ڪا وڏي ڳالهه نه هئي، ابابيلن جي ڪٽڪ بجاءِ عنقا، هماءُ يا ٻه چار ڳرڻ پکي ئي ڪافي هوا، پر معجزو ڏيکارڻو هيو ڏاڍي کي هيٺي کان هارائڻ جو.

شاهه، ڏاڍي ۽ هيٺي جي مقابلہ واري ويچار جو ڇيه اڇيو سر ڪيڏاري ۾ ڪري. ڪربلا واري واقعي ۾ ظالم ۽ جابر يزيد ۽ مظلوم ۽ هيٺو امام حسين آهي. يزيد کي جهيڙو ٽارڻ لاءِ شاهه ڪيس سهڻي صلاح ٿو ڏئي ته ڏاهو ٿي، "جهيڙو لاهه يزيد علي جي اولاد سين، ساڻن پسنديں عيد جا هوندي مير حسين سين." پوءِ ڪيس انهن جو ٻ حشر ٻڌائي ٿو ته "جنين جهيڙيو ڪالهه علي‌ءَ جي اولاد سين" يا "جنين جهيڙيو اڄ" تن جي عاقبت ڪئن خوار ٿي آهي. پر يزيد پنهنجي هوڏ تي، اٽل ٿو رهي ۽ ظاهري نتيجي ۾ امام جي شهادت ۽ سندس قافلو تاراج ٿئي ٿو. پر حقيقت ۾ امام حسين کي ابدي زندگي ۽ يزيد کي موت پلئه پوي ٿو. بقول پٽائيءَ جي، "سختي شهادت جي هئي نسورو ناز، رند پروڙن راز قضيه ڪربلا جو."

شاه ڪان جو وس پڄو آهي اهو ڏاڍ خلاف استعمال ڪيو اٿائين. بيچاڙي ”آه“ ڪان به واه جو ڪم ورتو اٿائين. آخر ”آه“ ۾ به ته بلا جو اثر هيو انڪري عيٽي لاء هٿيار طور ڪتب اچي سگهي ٿي. جڏهن شڪاريءَ ڪي ڪوڙڪين جي ٻوه وسيلي پڪي ڦاسائيندو ڏسو اٿس ته بي اختيار ڪاڏونس ”آه“ نڪري وڃي ٿي ته مارئي مري شال، شل ڏيپ وڃني ڏيهون. جئن تو وڏو ڪال، اچي وچ ورهين جي“. ساڳي ريت جڏهن ڏونگر ڏوريندي سسئي جا پير ڦٽون ٿين ٿا ۽ سندس جسم ۽ جان ڄهري پوي ٿي ته پوء وبڻ ٿي ڏئي. ”ڪوء هاڙو ڪوء هوت بن پريٽون، مادر مون موت پسٽا پرايو.“ ورتي جڏهن خود شاه ڪد مغل جاني بيگ باهه باري ڏئي ٿو ۽ سندس سموري گهراڻ سان اچائي ڪين لڏائي ٿو ته شاه ”آه“ جي باه ڪي جنبش ۾ ٿو آڻي ته ”بگ تنهنجي بيگي ڪونڙيءَ ۾ ڪانه.“

آخر ان ۾ عجب جهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي. جڏهن ظلم ڪنهن حد ڪان ٽپي وڃي ۽ وري ظلم جو علاج ٿي نظر نه اچي ته هيٺي لاء پوء ٻيو ڪهڙو طريقو آهي اندر جي اوبر ڪڍڻ جو؟ آخر ظلم ستم جي ڪا حد ٿيندي آهي. ڌرتيءَ تي پيل پيلڻ لاء ڪنهن ڪي ڪو ٻڌو ليسڻ يا پروانو ته مليل نه آهي. هر رخ ۾ قتلام هجي، رتو چاڻ ٿيندي رهي، ماڻهو ٻڪر پوسات ۾ هجن ته ماڻهو دانهن ۽ آه نه ڪري ڇا جهمر وجهي ۽ جمالو ڳائي؟ آه گهٽ ۾ گهٽ، ڪٿي نه ڪٿي وڃي ”وار“ ڪري من ڏاڍي ڪي ڏاري وجهي. هيٺي لاء ضروري آهي ته ڏاڍي خلاف سانباهو ڪري ۽ سجاڳ رهي. پر جي ڪاڏونس پڇاڻ نٿو پوي ته پوء چپن ڪي چنو لائڻ بجاء ڪا دانهن ڪري يا آه ڪڍي.

ڪلام پاڪ جي ڇهين سيپاري جي مهڙ ۾ فرمايل آهي:-

”نٿو پسند ڪري الله پاڪ وڏي واڪي بوڪڙ ڪرڻ ڪي، سواء مظلوم واري دانهن جي.“

# ڏاڙو، ڦر ۽ ڦونگو!

سنڌ ۾ اڄڪلهه عجيب واقعن جون خبرون گشت ڪري رهيون آهن. انهن ۾ هڪ هي آهي ته ڏينهن ڏٺي جو شهرن ۾ ماڻهن کي زوري پڇائي تا وڃن ۽ پوءِ عيوضو وٺي ڇڏي تا ڏين، جو پونگي جو ڪاروبار اڳ چوپائي مال تائين محدود هوندو هيو. ٻي خبر آهي ته عام رهڻ تان ماڻهن کان موٽرون کسي ڪاهي تا وڃن. هڪڙا ته ڌاڪو، جي چوراپل ڪارين ۾ ڏاڙو هٽي وري موٽرون ڇڏي تا ڏين. شهرن ۾ موٽرون کڻائي تائين تي پهچائڻ جو ڪارج وري ٽرئفڪ پوليس طرفان ٿي رهيو آهي چاڪاڻ ته موٽرون غلط پارڪ ٿيل هيون. ياري ڏنڊ ڀرڻ کان پوءِ اها غلطي پنهنجو پاڻ درست ٿي وڃي ٿي! هڪ اهڙي خبر چام شوروکان به ٻڌڻ ۾ آئي آهي ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي ”سنڌالاجي“ ڪجهي وڃي اسلام آباد پهتي آهي. پهريون ته يقين نه ٿي آيو. پر هاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ويهن ليڪچرارن سنڌ الاجيءَ جي ڪجهي وڃڻ لاءِ بيان جاري ڪري اهڙي تصديق ڪئي آهي.

ارمان هي آهي ته اهو ڪوئي به نه ٿو ٻڌائي ته سنڌالاجي آخر آهي ڪهڙي اسٽيٽ بئنڪ جنهن کي ڪو هڙ ٻڌي همياڻي هضم ڪري ويندو؟ سنڌ الاجي ڪو پڙهائيءَ جو ڪاليج ته نه آهي. هي ته فقط ثقافتي تحقيق جو ادارو آهي. جڏهن سنڌ الاجي گڏيل پندرنهن سال هڪ بند ٿيل بوتل هئي ۽ جنهن جي تحقيق ”دٻي ۾ ڪريون“ هئي، تڏهن ته ڪنهن به شڪايت نه واري. هاڻ ٿيو ڇا آهي جو واءِ ويلا ڪئي ٿي وڃي؟ سنڌ الاجي اتي ئي آهي جتي اڳ هئي. سندس عملو ۽ عملدار به ساڳيائي آهن ۽ سئو في صدي سنڌي اهن. سنڌالاجيءَ جو ڪاروبار به ساڳيوئي آهي ۽ اڃا به وڌيڪ بهتر نموني ۾ هلي رهيو آهي. سندس ڊائريڪٽر به سنڌي آهي جا سنڌ جي مايهناز نياڻي به آهي. سنڌالاجيءَ

جي بورڊ جو چيئرمين پڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائس چانسيلر ئي رهندو. باقي ”سنڌ الاجي“ ڪجهه ڪيئن ويئي ۽ ڪيڏانهن؟

سنڌ الاجيءَ جي اڳوڻي ۽ هاڻوڪي ترتيب ۾ فرق فقط هي پوندو جو سنڌالاجيءَ جي خرچ جي رقم، مرڪز ذمي رهندي. هن ڪان اڳ سنڌس گذارو ٻن سن ۽ پٽ سٽ تي هوندو هيو. عمليءَ جي ڀڱهار سو سنڌ يونيورسٽي پرينڊي هئي باقي تحقيقي ڪم وارو اڪثر خرچ مقامي ڪائونسلن جي چنده تي هلندڙ هيو. جي سال ۾ پنج سئو روپيا سخا ڪري اخبارن ۾ اهڙا ٻوڪڙ ڪندا هوا چڻ حاتم جي قبر کي لت هڻي اٿائون. جي هاڻ سنڌ الاجيءَ کي رتبو ڏيئي اداره ۾ سنڌس عملي جي عزت افزائي ڪئي ويئي آهي ته ان ۾ ارهو تيڻ لاءِ سبب ڪهڙو آهي؟ آخر ڪو بنده خداء، ڪاڳالهه ته سمجهائي ته اسان ٻه هاءِ گهوڙا شروع ڪيون. ٻر فرض ڪريو ته سنڌ الاجيءَ کي واقعي ئي قيتا وجهي اسلام آباد ڏانهن گهلي ڪئي تا وچن ته ڪهڙو آسمان ڦاٽي پوندو؟ ثقافت هڪ زنده وهڪرو آهي ۽ نه ڪتاب يا ڪئسٽ جو ڪير ڪيسي ۾ وجهي ڊگهائي وڃي.

## استادن سان عقوبتون:

گذريل هفتي خميس تي لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄام شورو ۾ ”شاهه لطيف ڏينهن“ ملهايو ويو. ٻر ڏاڍي مان شان ۽ ڌام ڌوم سان. اهڙو جو پڻائي بادشاهه جي روح کي به بهاري آئي هوندي. جلسي ۾ ڏاڍا اسلامي قسم جا ڪارناما سر انجام ڏنا ويا. اسٽيج تي اچي شاگردن ياران ڪاليج جي پرنسپال تي ”گلن“ جي ورڪا ڪئي ويئي. آخر به ته هوڻهار شاگردن ۾ بي ڪهڙي اميد رکي ٿي سگهجي؟ هڪ سهڻي لطيف جو ڏينهن، ٻيو استاد جي عزت افزائي، ٽيون وري علمي اداره جو جلسو جتي عام پبلڪ به موجود هئي. اهڙو سياڳو ۽ سدورو موقعو ٻيو وري ڪڏهن اچڻو هيو!

اسين شاگردن کي مبارڪون پيش ٿا ڪريون. آخر به ته ڪين آئنده جي نسل جو نالو روشن ڪرڻو آهي. ننگ ناموس هوندن ڪيئن نڪرندو. اهڙي مڙسي ٻيو ڪير ڪري؟ استاد سموري عمر شاگرد

ڪي مار ڏيندا رهيا آهن ۽ اهو مارڪٽ وارو سلسلو صدين کان هلندو ٿو اچي. پوءِ جي هاڻ شاگردن ڇني ڇڏهاهيءَ کنهن استاد جي ”پڳ“ ۾ هٿ وڌا يا ڪيس ”ٺقا ٺقي“ ڪئي ته کهڙي اربع خطا ٿي. اجا به منهنجو ته اهو خيال آهي ته سال ۾ هڪ ڏينهن اهڙو ضرور ملهائڻ گهرجي، جنهن موقعي تي شاگردن کي اهو قانوني حق حاصل هئڻ گهرجي ته هو پنهنجن استادن جي شايان شان ”مرمت“ ڪن. اسين ته اجا به هن انتظار ۾ آهيون ته اسانجي الادو علم پرائي ڪڏهن ٿي ان قدر قابل ٿئي جو سر بازار اسان جي ”ڏاڙهي پٽي تري ڪن“. آخر اهو مارڪٽ به ته ڪين ڏي سر ڪرڻو آهي. اهو خفو پيو ڪير ڪندو؟

سموري دنيا اندر شاگرد سخت پيچ ڊوڙ ۾ آهن، چاڪاڻ ته ڪين سخت ڇنا پيٽيءَ جو مقابلو ڪرڻو ٿو پوي. ڪين هنر سکڻو ۽ علم پرائڻو آهي. هو اسان وارن شهزادن جيان ”باپ ڪمائي“ تي نه ٿا پاڙين پر ”آپ ڪمائي“ ڪري پوءِ ٿا پڙهائي ڪن. هو ويلو يا واندو ويهڻ کي گناهه ٿا ڄاڻن. اهي نوجوان نهايت خوش نصيب آهن ڇاڪاڻ ته مستقبل سندن ورثو آهي جنهن لاءِ اسين فقط خواب ٿي ڏسي سگهون ٿا. اسان وٽ دنيا ٻي آهي. اسڪول، ڪاليج ۽ يونيورسٽيون بند. مولا مينهن وساءِ ته ڪانئر ڇتن ڪم ڪان. آخر پڙهڻ ڪو ضروري ٿورو ئي آهي. اسان جو ته نه الله پڙهيل ۽ نه رسول ۽ نه شاهه پڙهائي. شايد ”امت“ جي معنيٰ ئي آهي ته اهي ماڻهو جي ”امي“ هجن!

۴- اپريل ۱۹۸۴ع

................

* علامه شبلي دعا ۾ چوندو هيو ته الله پاڪ جيڪر جنت ۽ جهنم کي پڙدي ۾ ڍڪي ڇڏي ته چڱو جئن سندس عبادت سواءِ ڪنهن لالچ جي ڪئي وڃي. طبيعت ۾ بهشت جي خواهش اپڙڻ هڪ لازمي امر آهي ۽ هن جهان ۾ اڪثر عبادت ان ڪارڻ ڪئي ويندي آهي. ڪي وري جهنم جي عذاب کان ڊڄ ۾ اچي سر بسجود ٿيندا آهن. اهي ٻيئي ”اميد ۽ خوف“ الله جي عبادت جا مکيه ڪارڻ آهن.

# بارش جا راڳا.

اسان واري دنيا بہ عجيب ڳورکڌنڌو آهي. روز پنهنجي رنگ بدلائي. ڪجهہ ڏينهن اڳ پاڻيءَ جي باڙائي هئي. پوکي راهيءَ جي ريج ڪان وٺي ماڻهن ۽ چوپائي مال جي پيئڻ لاءِ پاڻيءَ جي بہ اڻاٺ هئي. درياهي پاڻيءَ جي ورڇ لاءِ ويڙهہ ۽ بارش لاءِ باران نمازون ٿيون. وري جڏهن باران رحمت آئي تہ ماڻهن ڇي ڇيءِ پڪار شروع ٿي. هر جاءِ هاءِ گهوڙا مچي ويئي. اخبارن ۾ خبرون هي ڏيون تہ ريلوي لائنون لڙهي ويون، پيلڪ رستا پيچي پري پيا، بجلي ۽ ٽيلفون جو انتظام درهم برهم ٿي ويو، وغيره.

اسان وٽ جملي برسات پنهنجي آهي ڏيهہ ”ملي ميٽر“. يعني ”هڪ انچ“. ان هڪ انچ بارش ۾ اهي لکن ڪروڙن جا نقصان ٿيا ڇو ۽ ڪيئن؟ پاڙيسري ملڪ هندستان ۾ سراسري طور برسات آهي ست انچ ۽ اها بہ چار مهينا سانده. بنگال ۽ آسام ۾ ساليانو اوائي ڪان ٿي سئو انچ. پر اتي نہ رستو ٽو پچي نہ ريلوي لائين ٿي لڙهي ۽ نہ بجلي ٿي غائب ٿئي. چاڪاڻ تہ اتي ”اِبڪو“ آهي ۽ هر ڳالهہ جو ”حساب ڪتاب“ آهي. ماڻهن تي ڪي فرض ادايون ۽ ذميواريون آهن جي جوابداريءَ سان نباهيون ٿيون وڃن. هتي جايون ۽ آمدرفت جا رستا ناهيا ئي اهڙا ٿا وڃن جن ڪي برباد ٿيڻ لاءِ فقط برسات جو بهانو گهرجي. اسان وٽ آهي. ”معافي سستي ۽ باذر بهانگا“. هرهڪ ڪي بي ايماني ڦبي ٿي وڃي. اهڙي انڌير نگري دنيا ۾ ڪٿي بہ نہ آهي جو ماڻهو مٺو تہ الله ماريو. نہ ڪو ڊاڪٽر جو قصور ڏسندو ۽ نہ دوائن ۾ ملاوٽ. جي رستا گم ٿيا تہ بارش آئي ۽ جايون بہ قدرت ڪيرايون. اما خبر الله ڪي تہ هڪ انچ برسات ۾ انجنيئرن يا ڊاڪٽرن ۽ ٺيڪيدارن ڪيترا هاچان هنيا.

## وڏي واڙي لڳي پاڳه :

ورهاڱي کان پوءِ اسان وٽ جي نيون ڳالهيون اچي سهڙيون انهن ۾ مکيه هئي ملاوٽ. ياد رهي ته اڳ اسان وٽ گهٽيئي سماجي برايون هيون پر ملاوٽ انهن ۾ ڪانه هئي. بلڪه اسان وٽ ملاوٽ کي پاراتو چائي ڪاڻونس تارو ڪيو ويندو هيو. مالدارن کي هي وهم گمان نه پر يقين هوندو هيو ته ڪير مکڻ ۾ ملاوٽ ڪرڻ سان سندن مال مري ويندو. ڪوئي به مال وندو ماڻهو کير ۾ پاڻي ڪڍهن به نه ڳنڍيندو هيو نه وري ڪو پلاوئو پاڳيو يا هٽ واڻيو پنهنجي ڪنهن واپار يا وهنوار جي جنس ۾ مٽ سٽ يا هيرا ڦيري ڪندو هيو.

اسان وٽ نه فقط ملاوٽ آئي پر منگهرين واري ”وڙ“ جيان هر رخ ۾ ڦهلبي ۽ پکڙندي رهي. هاڻ ته ملاوٽ خوراڪ ۽ غذا کان وٺي دوا درمل تائين هرهڪ عنصر ۾ وڃي پهچي چڪي آهي. ڪمال هي آهي جو زهر به خالص ڪونه ٿو ملي جو ٿڪي ماڻهو هٿان ڪوچ ڪري.

وري تازو اسان وٽ ”آتر“ کان پيا پاڻر اچي مزمان ٿيا آهن. هنن به پاڻ سان ڪجهه ”ڏکڻ“ وارن جيان سوکڙيون يا پاڪڙيون آنديون آهن. اهي آهن ڪلاشنڪوف مشين گنون ۽ هيروئن. اڳ اسان وٽ ويڙهه لاءِ لٺ ڪهاڙي لوڙهه يا بندوق هوندي هئي. هاڻ ان ڏس ۾ ڪافي ترقي ٿي چڪي آهي.

ڏه ٻارنهن هزار رپين ۾ اهڙي ڏائڻ ٿي ملي، جنهن سان گهراڻي جو گهراڻو ۽ پاڙي جو پاڙو صفايا ڪري ٿو سگهجي. نشي ۾ اسان وٽ پنگ، آفيم ۽ چرس عام هيو يا وري ڪنتري پيگ پاڻي. پر عام ماڻهوءَ جي اوقات هئي ”سکو سوائي“ ۽ اهو به گرميءَ واري مند ۾، نه ته ٿيو پلو ـــ هاڻ ته پلو ٿئي هيروئن جو، دز جيتري ذري به آدميءَ کي آسمان تي ڦيرائيون ٿي ڪارائي. وري هڪ دفعو جو هن ”نمائيءَ“ ۾ ڦاٿو اهو ڇٽو. ڪراچيءَ جي لياري ۽ ڪڏه ۾ نوجوان ته ڇا پر عورتون به هيروئن ٽيون ورتائن. ڪوڙين ڪنهن هي به پڌڻ ۾ ٿو اچي ته ڪاليج ۽ يونيورسٽي طالب علمن ۾ به هيروئن ورتائڻ جو فئشن عام

جام آهي. جنهن کي وقت سر ”مال پاڻي“ نٿو ملي ته ڦٿڪي ٿو مري. نشي نه ملڻ جي حالت ۾ انسان ”واٽان ٽوٽي پيٽان“ رت ٿو ٻاهي. اڳ آفيميءَ لاءِ مشهور هوندو هيو ته ”ڪاريءَ تي پير“ اٿس. هاڻ ته ”اڇيءَ“ تي پير رکندي به ماڻهو موت جي منهن ۾ آهي. مزو اهو آهي جو سماج يا سرڪار ٻنهي ۾ ڪنهن به هڪ کي ان ڏس ۾ ڪا خاص ڳڻتي يا فڪر نه ٿو ڏسجي ته قوم جو نوجوان ڪهڙي واهه وڃي رهيو آهي. پوليس کي برابر چورا ڪوري آهي پر سندن هيروئن جي وهنوار ۽ واهپي ۾ دلچسپي ٻئي ڪنهن سبب آهي ۽ نه هن لاءِ ته هن لعنت کان ملڪ کي ڪيئن ڇوٽڪارو ڏنو وڃي.

## سامي سفر هليا:

رتيديري جي هڪ هٽ واٺي جي ڳالهه ڪندا آهن ته مرڻ ويلي پنهنجي پٽن جي سنڀار ڪندي پڇيائين ته هرنام ڪٿي آهي؟ هرنام ورائيو ته دادا آءٌ موجود آهيان. وري پڇيائين ته شيام ڪيڏانهن گم ٿي ويو. شيام آواز ڏنو ته آءٌ به حاضر آهيان. وري پڇيائين ته پيلا ڇيڻو ڪٿي غرق ٿي ويو. جڏهن ڇيڻي به ورائيو ته بابا آءٌ به ويٺو آهيان پوءِ واٺي رڙ ڪئي ته پيٽان باقي هٽ ڪير ٿو هلائي؟

اسان وارو وري ابتو قصو آهي. ملڪ جا حاڪم سدائين سفر ۾ آهن. ڪو موڪل تي آهي، ڪو دوري تي، ته باقي حج ۽ عمرن جي چڪرن ۾. الله پاڪ کين سلامت رکي شل ڪوسو واءُ نه لڳين. پر سوال هي آهي ته سرڪار ڪير ٿو هلائي؟

خاص طور صوبه سنڌ جا حاڪم ته مسافريءَ لاءِ هونئن به مشهور آهن. الف ليلا وارو ”سنڌ باد سيلاني“ به ته سنڌي هيو ۽ چون ٿا ته ڪوٽ سلطان جو رهاڪو هيو. چون ٿا ته ڪٿي به ٽڪاءُ نه ايندو هيس. الاجي ڪهڙي لوري لڳل هيس. بقول پائند خان جي، ته ڪوٽائي اڄ به سنڌ باد جي نقش قدم تي سيلاني آهن. سڀئي خان صبح سوير ٽفن باڪس ۾ نيرن ۽ ٿرماس ۾ پاڻي کڻي گهر کان ٻاهر سفر تي اسهندا آهن ۽ رات جي انڌيري ۾ لڪي ڇپي واپس موٽندا آهن. فقط هڪ ڪارڻ ته متان ڪو مهمان وٽن اچي نازل ٿئي. سنڌ جا سنڌ ورقي به

سفر جا ڪوڏيا هوندا هوا ۽ دنيا جي هر ملڪ ۾ رُلندا رهندا هوا. پر ڪين شاباس هجي جو رُلي پني ۽ ڪمائي وري به اچي وطن جا وڻ وسائيندا هوا.

اسان جي وڏي وزير صاحب ڪي به صوبه جي واڳ وٺڻ ڪانپوءِ هڪ هنڌ ويهڻ ڪانه آهي. صبح شام دورا ڪندي پاڻ به "واچوڙو" شاهه ٿي پيو آهي. ڪڏهن يورپ ۾ ته ڪڏهن ايشيا ۾، دنيا جي هر هنڌ موجود آهي سواءِ سنڌ جي. وري جي سنڌ ۾ قسمت سانگي جهٽ پلڪ لاءِ اچي ٿو ته پوءِ وري سندس اسلام آباد ۽ لاهور جا وارا ڦيرا ٿا شروع ٿين. يا ميٽنگن ۾ مشغول آهي يا وري ڪنهن آئي وئي جي آءُ ڀڳت ۾.

بيگم اصغريءَ جي شڪايت هئي ته سندس هڪ پير لاهور ۾ هيو ۽ ٻيو ڪراچيءَ ۾. پر هتي اسان واري سائين جو ڪٿي پيرو کرو ئي ڪونه ٿو ڏسجي. اسان جو ته خير آهي پر اهي غريب مسڪين ڪيڏانهن وڃن جي پنهنجي ڪمن ڪارين ۽ مسئلن جي حل لاءِ درخواستون کنيو سائين ڪيڏ چڪر ڪاٽيندا ٿا رهن؟

۲۸- جولاءِ ۱۹۸۵ع

............

وحده لا شريڪ له، اهو وهائج وي،
ڪنين جي هارائين، هنڌ تنهنجو هي،
پاٿان چونده پي، پري جام جنت جو.

وحده لا شريڪ له، اي هيڪڙائيءَ حق،
ٻيائيءَ ڪي ٻڪ، جن وڌو، سي ورسيا.

سر ڏيونديا، ڏڙ نه لهان، ڏڙ ڏيونديان سر ناه،
هت ڪرايون آڳريون، ويا ڪچي ڪانه،
وحدت جي وهاڻ، جي ويا، سي وڃيا.

## پاند ۾ پائي - ڪبني وارو ڪينڪي :

تازو هڪ فنڪار کي سندس فن جي قدر شناسي ڪندي انعام ڏنو ويو. فنڪار بهاريءَ ۾ اچي ويو. سندس يارن دوستن به خوشيون ملهايون. سيئي سڄڻ سرها ٿيا سواءِ هڪ اهڙي سازنده جي، جو فنڪار سان گڏ طبلہ تي سنگت ڪندڙ هيو. هن کي خار ٿي آئي ۽ ساڙ ٿي ٿيو ته سيني فنڪار جي ساراه جا ڍڪ ٿي پريا پر سندس نالو ڪنهن ڳڻپ ۾ ئي ڪونه هيو. هن قات ڪائي چيو ته "برابر فنڪار پنهنجي فن ۾ مهارت رکندڙ آهي پر ڪيس اهو انعام هرگز حاصل نه ٿئي ها جيڪڏهن سندس آلاپ کي آءٌ پنهنجي ساز جي لئه نه ڏيان ها."

هن قسم جي هلت برابر انڌ سهائيندي هئي پر ان مثال اسان سيني جي هڪ عام عادت ڏانهن اشارو ٿي ڪيو. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته اسان جي خون ۾ ڪجهه ڪثافت جهڙو تيزابي تاثر ضرور سمايل آهي. اسين مسهو الاڏي چو آهيون. جڏهن به ڪنهن ٻئي جي ٻني ٻيي تي وڃي ته اسين ظاهري طور تي خوشيءَ جو اظهار ٿا ڪريون پر دل جو دل اندر اسان ۾ حسد ۽ ساڙ جنم ٿو وٺي، خاص طور جڏهن اسين هن خيال جا آهيون ته اسان جي پنهنجي پنيرائي ٿيڻ گهربي هئي. ان ۾ اسان جي دلي مراد هيءَ ٿي ڏسجي ته ٻين جي ڏيئي کي ڦوڪ ڏيئي وسائڻ سان شايد اسان جي پنهنجي روشني وڌيڪ جرڪندي!

اسان ۾ گهڻن کي شايد ان روحاني خوشيءَ جو احساس ئي نه آهي جا ان وقت اندر ۾ پيدا ٿئي ٿي جڏهن اسين پنهنجي رغبا خوشيءَ سان ٻين کي اڳيرو ۽ سرخرو ٿيڻ جو موقعو ڏيون ٿا جنهن تي اصلي حق اسان جو هيو.

## اسن ۽ وڳوڙ

اوهان سمنڊ ڪناري ٻيهي لهرين ۽ ڇولين جي جوش خروش جو تماشو ته ڏٺو هوندو. معلوم ائين ٿيندو ته لهرين جي ٻاڻ ۾ پاڻيپيٽ

واري لڙائي ۾ رڌي رهي هئي. هر هڪ اڀرندڙ لهر زاڙ ۽ گجگوڙ ڪري
ونڌهاند تي ڪئي. جڏهن ته سمنڊ جي تري تائين بڪ ڪوه جاري هئي.
پر جي وچھو وڃي جائزو ورتو وڃي ته اها سموري ون پڪڙ سطحي
نظر ايندي. جن لهرين پنجاه فوٽ اوچائي تي قلابازيون ٿي ڏنيون تن
جي ويهارو فوٽن گهرائيءَ تي بلڪل مانت ميٺ ۽ اوم شانتي هئي.
سمنڊ جو هي اصول عجيب آهي ته جيترو لهرين لڙ اوترو آرام اندر ۾.

زندگيءَ جي مهاساگر جو بڻ ساڳيو ئي حشر آهي. جيابي جي
ٻاهرين تهه تي بي آرامي، واچوڙن، آنڌين ۽ طوفانن جي روپ ۾ رانپٽ
ڪندي پيئي رهندي. جي ماڻهو اهڙي سطحي زندگي گهارين ٿا سي
ٻڻ انهن ڪکن پنن جيان آهن جي ساموندي لهرين ۾ نظر اچن ٿا. پر
جي ٻوڙا يا غواص گهرائي ۾ ٽٻيون هڻن ٿا اهي دائمي سک سانت حاصل
ڪن ٿا جو اونهائي ۾ سمايل آهي.

روز مره وارن واقعن جي مٿاڇري تي زندگي گهارڻ ۾ اسان کي
ڪجهه به نظر نه ايندو. جاڪاڻ ته اسان کي اهي تجربا ۽ مشاهدا پڳهل
ٿلهو ٿو ٿا ۽ ٽڪرا ڏسڻ ۾ ايندا. پر عميق جا موتي ماڻڻ لاءِ اسان کي
زندگيءَ جي مها ساگر ۾ ٽٻيون ڏيڻيون پونديون. اسان کي اتي جاڻ
ٿيندي ته هن سنسار ۾ هڪ اهڙو به ابدي امن وجود ۾ آهي جنهن کي
ماڻهوءَ نه ناهيو آهي ۽ نه بگاڙي ٿو سگهي.

## نوجوانن جا حق:

تازو هڪ نوجوان شاگرد جو لکيل ايڊيٽوريل نظر چڙهيم جو
هن پنهنجي اسڪول مئگزين لاءِ لکيو هيو. هي ايڊيٽوريل ڏيکاري
ٿو ته اسان جي ايندڙ نسل جا اڳواڻ ڪي سڀ سٽل نه آهن پر ڪي
پهره سجاڳ به آهن. ايڊيٽوريل جو آزاد ترجمو هن طور آهي:-

”اسان جا شاگرد هن غلط فهميءَ ۾ مبتلا آهن ........ ته دنيا جي
هر چيز تي سندن حق واسطا آهن. هن قسم جي وهم ڪئي جنم ورتو
آهي اها ڳجهارت پروڙڻ ڪو ڏکيو ڪم نه آهي. اڄ نوجوان اڳيان
هزارين اهڙا مثال اکين اڳيان آهن جي ڏيکارين ٿا، ته (۱) ڪيترا
اهڙا ماڻهو موجود آهن جن کي خواه مخواه معتبر بڻايو ويو آهي ۽ کين

امي انعام اڪرام ڏنا وڃن ٿا جن تي سندن ڪو حق آهيئي ڪونہ. (۲) حڪومت ڪيترن اهڙن ماڻهن کي پگهارون ڏيئي رهي آهي جي ڪو بہ ڪم نہ ٿا ڪن. (۳) بي ايمانيءَ کي روز مره جي وهنوار ۾ يا تہ نوازيو ٿو وڃي يا وري ڪائونس ڪن لاتار ڪري ڪيس لنوايو ٿو وڃي. ان ڪري نوجوان بہ هن سوچ ڪرڻ لاءِ مجبور ٿئي ٿو تہ ”ڪيس بہ ان مال غنيمت ۾ حصو ٺٽيءَ تي حق هئڻ گهرجي.“ هن قسم جي وهم ۽ گمان نوجوان جي اراده ۽ عمل جي قوت ۽ طاقت ختم ڪري ڇڏي آهي ۽ سندس خود داري ۽ ناس ٻتو ٻوڙي ڇڏيو آهي. ان ڪري اڄوڪو نوجوان اعليٰ مقصد جي حاصلات لاءِ پنڌ پوڻ بجاءِ ان انتظار ۾ اوسيئڙي ۾ ويٺاٺو ويٺل آهي تہ ”سلطاني سهاڳ ڪيس گهر ويٺي حوالي ڪيو ويندو.“ نوجوان کي اڄڪلهہ اهڙي ڪا چيز هٿ ۾ ونندي ڪو شرم ۽ لڄ بہ نہ ٿي اچي جيڪا ڪيس مفت ۾ ڏني ٿي وڃي، پر انئين ٿو قبول ڪري ڇڏڪ سو ڪڙي يا تحفا قبول ڪرڻ ڪو رواجي ۽ معمولي دستور آهي.

هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ ڪي نوجوان هن خيال جا بہ آهن تہ ڪين هرهڪ چيز چانديءَ جي پليٽ ۾ وجهي آڇ ڪئي وڃي، پر ڪين ترت ٻتو پوندو تہ هيءَ زندگي ڪا اهڙي گلن جي سيج نہ آهي جا ڪين ڦوڪٽ ۾ سونپي وڃي ........ اسان جي نوجوانن کي هي ڄاڻي شايد ڌڏڪو رسي تہ هن دنيا تي ڪين ڪو حق حاصل ٿي نہ آهي، سواءِ ان جي، تہ هو پنهنجا هٿ ۽ هڏ ڏئي، پورهيو ڪري پيٽ پالنا ڪن.

هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ دنيا جا مٿن حق واسطا ضرور آهن جنهن ۾ هو زندگي گهاري رهيا آهن.“

**حسد بغض ۽ ساڙ:**

ڪراچيءَ ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ تازو جي ڪوڙ ٿي چڪا آهن اهي ڏيکارين ٿا تہ اسان وٽ جا ظاهري خير خيريت ٿي ڏسجي اها سطحي ۽ مصنوعي آهي. در اصل حقيقت هي آهي تہ اسان جي شهري ماحول ۾ اندر ئي اندر ڪا دونهين دکي رهي آهي جا ڪنهن نہ ڪنهن موڙ تي ڀڙڪو ڏيئي ڇپي ٿي ڪدي ۽ وڪڙ ۾ آيل پنهنجن پراين کي ڀسم ڪري

تي چڙي. هيءَ اڳ ڪڏهن سني شيعي جي روپ ۾، ڪڏهن بهاري ۽ پناڻ جي بهاني، ته ڪڏهن پبلڪ ۽ پوليس چڪتاڻ جي آڙ ۾ هاڃان تي هٽي.

اسان وٽ اڄڪلهه هر مرض جو علاج هي رهجي رهيو آهي ته هاءِ ڪورٽ کان انڪوائري ڪرائي وڃي. خبر نه آهي ته هاءِ ڪورٽ جي تحقيق ڪرڻ ڪري ڪهڙي قيامت جي شفاعت ٿيندي. جي زندگيون ضايع ٿيون آهن اهي مڻا جيئرا ٿيندا يا وري ٿيل تباهي ۽ بربادي واپس موٽندي.

تازو ڪراچي پوليس نشيدار شين جو واهپو ۽ وهنوار ڪندڙن جو پيڇو ڪندي هڪ اهڙي معزز شهريءَ کي گولي هڻي اڦٽ ماري ڇڏيو جو نه چور هيو ۽ نه چورن جو پائي. علائقي جي رهاڪن پوليس جي ڏاڍائي ڏسي جوش ۾ اچي سموري علائقي ۾ ”جلائو گهيرائو“ ڪري جي به سماجي ڀلائيءَ جا ادارا هوا، صحت تعليم يا وهنوار جا وسيلا هوا ۽ عوامي سهولتن جا ذريعا هوا تن سڀني کي پڇي ڏاهي ميدان ڪري ڇڏيو. هاڻ ليارِي ڪلري ۽ سنگهو لين ۾ نه بجلي آهي نه پاڻي ۽ نه بئنڪون يا بازاري دڪان. ڪرفيوءَ جو راڄ لاڳو ڪيو ويو آهي ۽ ماڻهو پنهنجي گهرن ۾ باندي ضرور آهن پر سندن اندر ڙريل آهي.

شروعات ڪنهن ڪئي ۽ قصور ڪنهن جو آهي اسين انهن ڳالهين ۾ وڃڻ نه ٿا گهرون. پر الله لڳ ڳالهه ضرور ڪبي. جيئن ڪراچي ڪائونسل جي اجلاس هلندي هڪ ذميوار ڪائونسلر جو بيان آهي ته ”شهر جي هر ڏوهه ۾ پوليس جو هٿ ۽ حصو آهي. نشي وارا اڏا به سندن حمايت هيٺ هلي رهيا آهن. پوليس کي چاڻ آهي ته نشي جو ڪاروبار ڪير هلائي رهيا آهن؟ چاڪاڻ ته ڪانئن حصو پئي ۽ پتو وصول ڪيو ٿو وڃي. باقي سرخرو ٿيڻ ۽ پنهنجي سورهيائي ڏيکارڻ لاءِ گوليون هلائي معصوم ۽ بي گناهه شهري مارڻ ڪهڙي شرافت آهي.“ ڪراچي ڪا سنڌ جي بهراڙي ته نه آهي جتي پوليس کي پنهنجون ڏاڍايون ڦبي وينديون. عام راءِ هي آهي ته اسان جي شهرن ۾ هر ڏوهه ۽ گناهه جي اڏه جي رکوالي پوليس جي مدد سان ٿي رهي آهي. اهڙو

ڪو غير قانوني ڌنڌو آهيئي ڪوبه جنهن ۾ قانون جي اڻ سڌي طرح ڀڃڪڙي حاصل نه هجي. جيڪڏهن پوليس پنهنجيءَ تي اچي ته ٻوء مائهن لاء در دروازن تي ڪلف ڪڙا ڏيڻ يا در دروازا ٽي گهرن ۾ هڻڻ جي ضرورت ڪهڙي آهي. اسان وٽ آزار اهو آهي جو اسانجي چوڪيدار جي چور سان شناسائي آهي. هي برابر آهي ته هن لاءِ ۾ سڀ ڪي هڪجهڙا نه آهن ۽ ڪي واقعي ٿي ايماندار ۽ شريف انسان آهن. پر انهن مائهن جو فورس ۾ هئڻ يا نه هئڻ ڪا معنيٰ نه ٿو رکي جاڪاڻ ته هو ٿورائي ۾ هئڻ ڪري لاقانونيت ۽ ڏاڍ کي روڪي ٿي نٿا سگهن.

٢١- جولاءِ ١٩٨٥ع

……………

اول الله عليم، اعليٰ، عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين، قائم آه قديم،
والي واحد وحده، رازق، رب رحيم،
سو ساراه سچو ڌڻي، چئي حمد حڪيم،
ڪري پاڻ ڪريم، جوڙون جوڙ جهان جي.

وحده لا شريڪ له، جن اتو سين ايمان،
تن مڃيو محمد ڪارڻي، قلب سان لسان
اوءِ فائق ۾ فرمان، اوتر ڪنهن نه اوليا.

اوتر ڪنهن نه اوليا، سڀڙ ويا سالم،
هيڪائي هيڪ ٿيا، احد سين عالم،
سي بها بالم، آگي ڪيا اڳهين.

آگي ڪيا اڳهين، نسورو ٿي نور،
لاخوف عليهم ولاهم يحزنون، سچن ڪونهي سور،
دولي ڪيو معمور، انگ ازل ۾ ان جو.

## هل تہ ملون "ڪورٽين"

خير سان ويچارا روزا بہ گذري ويا. وڏيرو رمضان بہ موڪلائي ڪري رمندو رهيو. وقت گذرندي ڪو ويرم ٿي لڳي ڇا؟ وزير صاحبن جي دعوتن وارا پروگرام بہ پورا ٿيا. ماڻهن جي مسئلن لاءِ ويچارن ڏاڍو پاڻ پتوڙيو. اسيمبليءَ ۾ تقريرون ڪيون. پارٽيءَ لاءِ پارٽيءَ جون لڙايون لڙيون. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ وريو ڪجهہ بہ نہ ۽ اسان اتي ٻي آهيون جتي يارن ڇڏيون.

هاڻ تہ اسان وارا همراه، وٺائي جي وادي جيان، بلڪل وانڊا ٿيا نظر اچن. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي جو پنهنجن تڪن ڏانهن وڃي ويڙهيچن سان مجالسون ڪن. ساڻن حال احوال ڪن. ڪين ڪو آسرو يا آٿت ڏين. گهٽ ۾ گهٽ ڏک سور اوري ساڻن حال پائي تہ ٿين.

انساني زندگيءَ جي مشاهدي ۽ مطالعي لاءِ وانڊين واهڻن ۽ ڳوٺن ڏانهن وڃڻ ضروري آهي. شهرن ۾ زندگيءَ جا ڏيکاءُ سطحي ۽ نقلي آهن. ڳوٺن ۾ عوامي زندگي اوهان آڏو هڪ کليل ڪتاب جيان سامهون ٿي رهي. گهٽين ۾، پنين ۾، جهوپڙين ۽ لوڙهن ۾ بک بيروزگاري ۽ بيوسي هر هڪ جي اکين کان پڙهي واجهہ وجهي. ماڻهن ويجهو ويندا تہ سندن دل جي ڌڙڪڻ واري آهٽ پيئي پڌبي. اوهان کي سندن احساس جي اونهائي ۽ گهرائيءَ جو اندازو حاصل ٿيندو.

اوهان شهرن ۾ وزارتي گادين تي ويهي ڪوبہ لوڪ مسئلو حل ڪري نہ سگهندا. حڪومت جا ڪامورا ۽ ڪاروباري ماهر ڪو عوام سان گڏ رهندڙ ٿورئي آهن. هو تمام پريرو پنهنجي سرڪاري ڪالونين ۽ بنگلن ۾ سڪونت پذير آهن. سندن دنيا ئي الڳ ۽ انوکي آهي. هي حاڪم زادا عوام جا فيصلا ئي پنهنجي سوچ مطابق ڪندا آهن. ڪين هي وهم ويٺل آهي تہ عام ماڻهن کي پنهنجن مسئلن جي

نباهڻ ۽ فيصلا ڪرڻ جي صلاحيت ئي ڪانہ آهي. ان ڪري هو پنهنجي قانوني جادوگري ۽ لکپڙهہ جي ڪاريگري ڏيکاريندا رهندا آهن.

اوهان نہ فقط عوام جا نمائندا آهيو پر منجهائن آهيو. پوءِ ڇو نہ ٿا وچي سائن صلاح مشوره ڪيو. هي برابر آهي تہ عام ماڻهن جي علمي يا ادبي حيثيت نہ هجي پر وٽن انساني زندگيءَ جو تجربو تہ ڪافي آهي. ڪين پنهنجي مسئلن ۽ سندن حل جي ڄاڻ بہ آهي. سرڪاري عملدارن اڄ ڪلهون جي ٽيڪنالاجي، سرمايو ۽ پلاننگ جا، جي پوٽ ڪڙا ڪيا آهن سي سڀ لنوائڻ ۽ ڪم نہ ڪرڻ جا خالي بهانا آهن. جڏهن چين ولايت، ويٽنام ڪوريا ۽ يوگوسلاويا جي ترقي بنا ڪنهن ڌارين ملڪن جي مالي امداد، ۽ ڌارين ماهرن جي هدايتن سواءِ ٿي سگهي ٿي تہ پوءِ اسانکي پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۾ ڪهڙي دقت ٿيندي. انساني خوشحاليءَ لاءِ فقط اراده ۽ پورهئي جو کپ آهي پوءِ همت مردان ۽ مدد خدا آهي.

## بيروزگاري ۽ سندس علاج

"بيروزگاري" دنيا ڀر ۾ سرڪار جي ذميواري آهي سواءِ ايشيائي ملڪن جي. يورپي ملڪن ۾ "روزگار" کي قومي مسئلي جي حيثيت حاصل آهي ۽ هر شهريءَ کي بيروزگاريءَ جي حالت ۾ الاونس يعني اجورو ڏنو ويندو آهي جيسين کيس ملازمت يا مزدوريءَ جو موقعو ميسر ڪيو وڃي. اسان وٽ اجورو ڏيڻ تہ بجاءِ خود پر هن اهم مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ڪا ذري پرزي ڪوشش بہ نہ ٿي ڪئي وڃي. تعجب هن ڳالهہ جو آهي تہ ملڪ اندر بيروزگاريءَ جو شڪار فقط "سنڌ" آهي ۽ باقي صوبا هن بيماريءَ کان بلڪل آجا آهن. سنڌ ۾ بيروزگاريءَ جو ڪارڻ شايد هي آهي جو سندس رهاڪن جي حق تلفي ٿي رهي آهي.

در اصل ڏٺو وڃي تہ ڏاڳهن ڏونگرن ۽ ڏيرن جو ڪو ڏوه ئي نہ آهي. مٿن ڪهڙي ميار. هر هڪ آدمي پنهنجي سر بچاءُ لاءِ جدوجهد ۾ مشغول آهي، سواءِ سنڌيءَ جي. جڏهن تہ انجي شهرن

۾ پيا ماڻهو ٿي صوبا لتاڙي هتي اچي نوڪريون ٿا ڪن ۽ محنت مزدوري ۾ جنبي ٿا وڃن ته باقي اسان وارن همراهن کي الاجي ڪهڙي دقت درپيش آهي جو هو ان ڏس ۾ ڪا جاکوڙ ۽ جستجو نه ٿا ڪن. شهرن ۾ روزگار جا ڪيئي موقعا آهن پوءِ هي ڪو هرو ڀرو ضروري ته نه آهي ته مان ۽ رعب واري نوڪري ڪئي وڃي ۽ محنت مشقت کان منهن موڙيو وڃي. هر ڳالهه جي تڙڻ لاءِ موسوم ٿيندي آهي. موجوده زمانو نوڪري ڪرڻ جو ته آهي جيڪڏهن ايمانداريءَ سان ڏهاڙي ڪمائڻ جو ارادو آهي نه. باقي جي حرام ڪاڻو آهي ته پوءِ بي ڳالهه آهي. پر محنت مزدوريءَ لاءِ ته ميدان هردم کليل آهي. مزدوري ڪرڻ ڪو عيب ٿورو ئي آهي. واپار ۽ وهنوار جي وات الڳ کليل آهي.

وڻج واپار لاءِ هي ياد رکڻ ضروري آهي ته تجارت ڇٽا يا ڇولا وڪڻڻ سان شروع ٿيندي آهي ۽ نه بئنڪ کان لک رپيا قرض وٺي دڪان کولڻ سان. واپار ۾ صبر ڪرڻ، ديرينو ٿيڻ ۽ قناعت کان ڪم وٺڻ لازمي امر آهي. وهنوار سان گڏ شهرن ۾ ٽي وي ريڊيو ۽ بجليءَ جي مرمت جو ڪم سکڻ، ايئر ڪنڊيشن ۽ نلڪن جي ڪاريگري، پلاسٽڪ ۽ نائلان جي هنرن پرائڻ لاءِ خاصا وجهه ميسر آهن پر اهڙي فن جي ماهر ٿيڻ لاءِ محنت کپي.

اسان وارن نوجوانن ۾ گهٽا ته اهڙا آهن جي مئٽرڪ يا بي اي آرٽس ڪري پنهنجي قوم ملڪ ۽ وڏڙن تي احسان ٿا ڪن. هاڻ هو سواءِ بي اي اي، ڪسٽمس ۽ انڪم ٽيڪس جي وڏين نوڪرين جي بي ڪنهن رواجي نوڪريءَ لاءِ سوچڻ به گوارا نه ٿا ڪن. امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ هو پنهنجي عزيزن کي ساڻ ڪري وزيرن وٽ وارا ڦيرا ڪندي به ڏسڻ ۾ ٿا اچن. هو محنت مزدوري يا واپار ڪرڻ ۾ پنهنجي ۽ پنهنجي خاندان جي گهٽتائي ٿا سمجهن. هڪ نيچ نوڪري ئي آهي جا سندن خوابن جي تعبير ٿي سگهي ٿي. اسان کي جڳائي ته اسين پنهنجي حالتن جو جائزو وٺون. وقت جي نزاڪت کي ڏسون ۽ پنهنجي پيرن تي بيهڻ لاءِ ادم ڪريون. بجاءِ انجي جو پنهنجي غريب مٽن مائٽن تي بوجهه بڻجي آسمان ڏانهن ڏسندا رهون

ته ڪڏهن ٿو ڏاڪڻون پرجي اسان مٿان نازل ٿئي. هيءَ ته اسان جي خوش قسمتي هئي جو واٽيا لاڏي پرديس ويا. پر جي پاڪستان هندستان ۾ ٿئي ها ۽ اسان کي لاڏ پلاڻ ڪرڻي پوي ها ته، اسان جا ٻرهيلا ٿين ها. اسان سنڌي مسلمانن کي ته پورو پنڻ به نه ايندو آهي.

بيروزگاري آخر ڪو اسانجو مقدر ته نه آهي. اها به اسانجي غلط فهمي ٿيندي جيڪڏهن ائين وسهنداسون ته وزير سڳورا اسانجي مشڪل ڪشائي ڪندا. هنن غريبن پنهنجي نوڪري پٺ وڏي قيمت ۽ قرباني ڏيڻ تي حاصل ڪئي آهي. الله به تيسين مدد نه ٿو ڪري جيسين اوهين پاڻ پنهنجي مدد نه ڪندا. الله لڳ سجاڳ ٿيو. شهرن ڏانهن اچو ۽ محنت جي هر رخ ۾ پنهنجو ديڳ چاڙهيو. پورهئي ۽ انٿڪ محنت سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته اوهين پورهئي ڪرڻ ۾ ڪنهن به قوم کان پٺتي نه آهيو. هزار ميل مسافري پهرين قدم کڻڻ سان شروع ٿيندي آهي. اوهين الاهه توڪل ته ڪريو.

## الٽي گنگا

ڪنهن زماني ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ کي خيال آيو ته ڇو نه شهر جي ترقيءَ ۽ سڌاري لاءِ هڪ الڳ ايجنسي قائم ڪئي وڃي جنهن کي شهر جي سنوارڻ ۽ سينگارڻ جو ڪم سونپيو وڃي! ميونسپل کي ڪٿيءَ ڪنيو ۽ "ڪي ڊي اي" جي آدم خور ڪاتي جو بنياد وڌو ويو. شهر جو سڌارو ته پنهنجي جاءِ رهيو پر ڪي ڊي اي وڌندي ۽ ٽلهندي ٿيندي هڪ راڪاس جي صورت اختيار ڪري شهر جي پسگردائي ڳوٺ واهڻ ۽ ٻهراڙي رڙڪيندي ۽ ڳڙڪائيندي رهي. هاڻ حالت هي رهي آهي جو ڪراچي ميونسپل پنهنجي هٿ جي پيدا ڪيل ڪاتي وٽ گروي ٿي چڪي آهي ۽ ڪنس ڪي ڊي اي کان جان ڇڏائڻ لاءِ ڪوبه ڳتو نه آهي. ڪي ڊي اي هن وقت سوڌو ڪوبه ترقيءَ جو ڪارج پورو ڪري واپس ميونسپل حوالي نه ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته ترقيءَ جو سلسلو لڳاتار هلندڙ آهي. ڪي ڊي اي اڄ سنڌ ۾ اها صورت اختيار ڪئي آهي جا ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي انگريزي راڄ ۾ هئي. سندس ڪاتو وڌندي هوش کان نڪري چڪو

آهي. ڪراچيءَ جي ڀهراڙيءَ جا ڪيئي ڳوٺ پنهنجي پروگرام ۾ اچي هڙپ ڪري چڪي آهي. شهر جي اندر ڪچي آبادين وارن کي مالڪيءَ جو حق حاصل آهي پر واهڻ ۽ ڳوٺن وارن رهاڪن غريبن کي هڪالي سندن جهڳا ڊاهي پٽ ڪري زمين تي قبضو ڪيو ٿو وڃي ۽ چاڻايو ٿو وڃي ته اهي ڳوٺ غير قانوني هوا. ڳوٺاڻن جو ڏوهه فقط اهڙو آهي ته هو بي واها ۽ لاوارث ۽ بي زبان ڳوٺاڻا آهن. ڪي ڊي اي غريبن جي حق، تلفي ڪري سندن زمينون ڪروڙها رپين ۾ وڪڻي پنهنجا سنگ مرمر جا مرڪز به ٺاهيا آهن ۽ پنهنجي مالي حيثيت کي به مضبوط ڪيو آهي. ڪراچيءَ کي ڇهه سئو چورس ميلن ۾ چاڻايو ٿو وڃي ٿوڻي جو پاڻي بجلي گئس ۽ ٻيون شهري سهوليتون هڪ سئو چورس ميل لاءِ به موجود نه آهن. جيڪڏهن ٿوري وقت اندر ڪي ڊي اي جهڙي راڪاس تي ڪو ڪنٽرول نه ڪيو ويو ۽ سندس هاڃن جي وقت سر چڪاس نه ڪئي ويئي ۽ سندس ڳوٺن ۾ مچايل تباهيءَ کي بنجو نه ڏنو ويو ته پوءِ گمان غالب آهي ته هي ادارو شايد هن شهر جي پنهنجي وجود لاءِ ڪو وڏو مسئلو مچائي وجهي.

۷ جولاءِ ۱۹۸۵ع

..............

* حق جي مشاهده متعلق اڪثر ماڻهن کي هي غلط فهمي ٿيندي آهي ته حق تعاليٰ جو ڏيکاءُ ۽ انساني اکين جو مشاهدو هڪ ۽ ساڳي ڳالهه آهي ۽ جا صورت ذڪر ۽ فڪر جي حالت ۾ دل اندر پيدا ٿيندي آهي. هي فقط وهم ۽ گمان آهي. حق تعاليٰ متعلق جو انساني عقل ادراڪ ۾ اچي ٿو اهو سراسر وهم آهي. ڇاڪاڻ ته الله پاڪ جو تصور ئي ناممڪن آهي.

## عبدالقادر منگي:

هڪ سياڻي جو قول آهي ته: ”سڀ شيون انت تي، پڇي پري پٽ ڪري بون ٿيون، پر مزو اهو جو ورتي ڪين ڪٿي نئين سر ناهي ڇوڙي راس ڪيو ٿو وڃي. سلام انهن ُکي جي اهڙي اڏاوت ببهر ڪڙي ڪن ٿا. هي ماڻهو ڏاڍا ڪارائتا ۽ نهايت خوش نصيب انسان آهن.“

اهڙي هڪ خوش نصيب ۽ سدا بهار شخصيت ٿنڊو الهيار ۾ رهندڙ آهي. تعلقي جو اسسٽنٽ ڪمشنر به آهي، جو سندس ايڏو وڏو ڏوه به نه آهي جو بخشي نه سگهي. سرڪاري نوڪر هوندي به تمام وڏو ماڻهو آهي. مونکي هوئش به اهڙا ماڻهو ”غوث ۽ قطب“ نظر ايندا آهن. اهو شايد منهنجي وڏي عمر واري ناقص نظر جو قصور هجي!

اڄ ڪلهه واري مطلبي دنيا ۾ جڏهن سواءِ ڪنهن ذاتي غرض جي ماڻهو ڪنهن کي سلام جو جواب ڏيڻ يا خوش خير عافيت ڪرڻ ۾ وقت جو زيان ٿا ڄاڻن، ته ان دور ۾، سڄن سڪڻ ”ماڳن ۽ ماڻهن“ جي ”مجاوري“ ڪرڻ ۽ سندن مان ۽ شان ۾ ”ميلا ۽ محفلون“ رچائڻ، منهنجي خيال ۾ وڏي همت ۽ سخا وارو ڪارنامو آهي، جنهن لاءِ هن جس لهڻو. جي منگي صاحب به جڳ جهان جي عملدارن جيان چاهي ها ته اهڙا طريقا اختيار ڪري ٿي سگهيو جن وسيلي پنهنجي پاڻ کي اڳيرو به ڪري ۽ اٿوريو به اگهائي سگهي ها ڪا وڏي ڳالهه نه هئي. فقط ڪنهن تر جي وزير وڙي جي شان ۾ شاندار ڪڙا ڪري قصيدا پڙهي ۽ پڙهائي ها ته هوند هيل ٿي سندس ڊپٽي ڪمشنر ٿيڻ جا هوائان ٿين ها. اهڙي پاليسيءَ تي عمل ڪندي ايندڙ سال شيخ علي محمد کان ڪمشنريءَ جي چارج وٺڻ جا امڪان به روشن ٿين ها. پر هن الاجي ڇو سمئي وارو سچ جو سفر وٺڻ پسند ڪيو؟

سندس منهنجي سائنس ڊيٽ ويٽ سان به اگ ڀنڀور ۾ ٽي. اسي ۾ سيمينار سڏائي هوائين ۽ اها به ساڳئي سٽي مهيني ۾. ڏنو ته مالڪ سان گرميءَ ۾ ڀنڀور جي ڪنڌهرن ۾ شاميانا ٻڌي ڪڙا ڪرايائين. ڏاڍو خوش ٿي ڏنو جو سنئيءَ جي ٻاڪ تي وسنو ٿي ڪيائين. سخت گرميءَ سبب پگهر سندس گنجي تڪر کان جاري ٿي ڪاڏيءَ کان ريلا ڪري ٿي ٽپڪيو. ڀنڀور ۾ ڪانفرس! پڇ چرنا جي مست آيا. جتي هونئن ٻارهوئي ڪنگ ٿي رڙيا اتي لائوڊ اسپيڪرن تي ڪوهياري ۾ ڪاموڏ جا آلاپ ٿي آيا. اهو عبدالقادر جو ڪمال هيو يا سندس نالي جي برڪت! آخر يارهينءَ واري جو نالو به ته ڪو اثر رکي ٿو. جهنگل ۾ منگل ڪرڻ ته آسان آهي چوته جهنگ ۾ ونڪار سبب ڪا چانو يا چانورو ته هوندو. پر هت ڀنڀور وارو برپٽ ۽ نٿهڻ واري اتت ۽ جتي وڻ نه واهيرو!

## وتايو فقير:

جڏهن منگيءَ کي گهاري کان ٺٽه الهيار بدلي ڪيو ويو ته سندس لاءِ "اندي جهڙي پيڪين تهڙي ساهرين" ساڳي ڳالهه هئي، پر اسان ٻاران لاوارثن جي الله ٻڌي، جن جي دعا هيءَ هوندي آهي ته الله آڻ اوءِ جن آئي من سرهو ٿئي. هونئن به ٽنڊو الهيار پنهنجي نالي نقطه نگاه کان سنڌ جي روحاني گاديءَ جو هند آهي. شهر جو نالو ئي "رتائي" جي نسبت سان رکيل ٿو ڏسجي، چاڪاڻ ته الله جي يار هئڻ جو حق ئي فقط کيس حاصل هيو. تڏهن ته سائس اينري حجت ڪري چرچا گهيا ڪندو هيو ورنه ٻانهيءَ جي ڪهڙي مجال جو سائنءَ سان همسري يا برابري ڪري. هونئن به اهڙو حجائتو نالو ڪنهن سنڌيءَ جو هئڻ محال آهي. هان، البت اهڙي پيٽ ڀرائيءَ جا نالا ڪلهوڙا ضرور رکندا هوا ڇوته جو پانکي فقير سڏائيندا هوا پر سندن نالا خدا يار ۽ الله يار هوندا هوا. تڏهن ته مائهو منرائيندا هوا ۽ اهي به الله جا پيارا.

ٽنڊه الهيار ۾ اچڻ شرط منگيءَ وتائي جي حاضري ڀري ۽ سندس مزار جي لاوارثي ڏسي کيس اکين ۾ ڳوڙها تري آيا هوندا جنهن زنده انسان جي نالي ونڻ سان املاڪ ڇين تي مرڪ ٿي آئي،

۽ جنهن جي لطيفن لکين مايوس دلين کي آس ۽ اميد تي بخشي، تنهن جي "ياد" اڪيلي، اباڻڪي ۽ نڌڻڪي رهي! تربت تي تدارڪ ٿيو. پڪي رستي کان مقام تائين ڪچو رستو تعمير ٿيو. تربت تي چادر چاڙهي ويئي. البهائي پير جي مجاور کي پارت ڪئي ويئي ته وتائي کي گلن ڦلن کان خالي نه رکيو وڃي. معلوم ائين ٿي ٿيو ته ڄڻ وتائي جو وارث جو ڳهاري رهندڙ هيو هاڻ موٽي ماڳ آيو هيو. نه فقط ايترو پر اڃا ڪيس آنڊ مانڊ ورايو ته ڪنهن پر وتائي جي ڪانفرنس سڄائي سنڌين کي سڏ ڪري ته اوهان جي سماجي ۽ روحاني آزاديءَ جو علمبردار هتي اوهان جي اوسيئڙي ۾ ترسيل هيو.

## وتايو سيمينار:

وتايو ڳڌجائي شهر جي سرسبز حصي ۽ انسپيڪشن بنگله جي باغيچي ۾ رچايل هئي. وڻڪار وچ ۾ شاهي ۽ رنگين پنڊال لڳايل هيو جنهن ۾ اٽڪل به اڍائي هزار ماڻهن جي ويهڪ لاءِ جوڳو انتظام ٿيل هيو. ڪچهري لاءِ وتائي جا شائق الاجي ڪٿان ڪٿان ڪان آيل هوا. مقامي ماڻهن مرد توڙي خواتين جو به خاصو انداز موجود ٿي ڏٺو. موسمي گرمي پوري زور تي هوندي به شاميانو ماڻهن سان ممتار رهيو، پهرين نشست جا نائين بجي کان ٽاڪ منجهند تائين جاري رهي تنهن ۾ اٽڪل درجن کن مقالا پڙهيا ويا. ڪچهري جي ڪارروائي مولانا اندهڙ صاحب نهايت خوبصورت ادبي انداز ۾ هلائي. شايد گرمي سبب يا بئي ڪنهن غلط فهمي ڪارڻ شائقين جا چهرا ۽ رخ شروعات ۾ البت حد کان وڌيڪ گنڀير ٿي ڏٺا. اهڙي مقامي ماحول لاءِ ذميوار به اڍائي مڪاني ماڻهو هوا، جن وتائي تي واعظ ڪندي سنڌس نالي پنيان رحمت الله عليه جي رڙ لائي ڏني. ايريقدر جو معلوم ائين ٿي ٿيو ڄڻ ته "رحمت الله" وتائي جو "اصلي نالو" هيو ۽ وتايو سندس "تخلص". فقط هڪ اڌ اهڙا زنده دل اديب هوا، جن اهڙي خشڪ سالي ختم ڪري ماڻهن ۾ ٽهڪڙن جا وسڪارا وڌا. عجب اهو جو اهڙي جاکوڙ ڪندڙ ڪي ذات جو "خشڪ" ٿي سڏيو ويو جو سنڌس زبان جي سخا ۽ درياه دليءَ نقطه نظر مٿس بهتان لڳائڻ برابر هيو.

١٩ مئي ١٩٨٥ع

## ثقافتي ڪارروايون :

گذريل ٻن ڏهاڪن ۾ سنڌ جي جدا جدا شهرن اندر سيمينار ڪچهريون ۽ ڪانفرنسون رچايون ويون يا ورسيون ملهايون ويون، جن ۾ نامور اديبن، ماهرن ۽ دانشورن شرڪت ڪئي ۔ مقالا پڙهيا ويا ۽ تقريرون ٿيون. انت ته اهي محفلون خير خوبيءَ سان پڄاڻيءَ تي پهتيون. پر عجب اهو جو شروعات ۾ اعلانن کان سواءِ باقي جلسن جي ڪارروائين جو سربستو يا مختصر حال احوال به پبلڪ تائين نه پهچايو ويو. سانباها ته وڏا ڪيا ويا هوا. رقم جي سيڙپ به خاصي ٿي. پر اها خبر ڪانه پيئي نه "لاڙڪانه ساه سيباڻي" جو ڇا ٿيو يا شڪارپور سيمينار ۾ ڪهڙا فيصلا ٿيا. اسان جي ڪانفرنسن ۽ سيمينارن جي وڏي ۾ وڏي اوڻائي اها آهي جو جلسا ڌام ڌوم سان ڪيا ٿا وڃن پر سندن "پوئواري" هرگز نه ٿي ڪئي وڃي. نتيجو هي ٿو نڪري ته سيمينار يا ڪانفرنس ۾ ٿيل فيصلن، سفارشن ۽ ڪارروائين کان سنڌ جي باقي عوام کي ڪراس ئي ٿو ٿو پوي.

ان ڏس ۾ اسان جي سرڪار سان ڪا شڪايت نه آهي ۽ نه وري سرڪاري خبر چار جي ادارن ريڊيو ۽ ٽي ويءَ ڌانهن ڪا ميار آهي، توڻي جو هيءَ سندن بنيادي فرض ادائي آهي ته هو عوام جي جي "ادبي، علمي ۽ ثقافتي" تفريحن ۽ محفلن جي ڪارروائي کي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين رسائين. يورپي ملڪ ته پنهنجي جاءِ، پر ڀاڙيسيري ملڪن جي ريڊيو ۽ ٽي ويءَ کي ڏسو ته اوهان کي ڇاڻ ٿيندي ته عام ماڻهوءَ جي راءِ، شڪوه شڪايت ۽ سندس آواز کي ڪيترو نه وزن ۽ اهميت ڏني ٿي وڃي. اسانوٽ اهو اعزاز فقط وزيرن کي بخشيو ٿو وڃي ۽ سندن سونهري بيانن کي ريڊيو ۽ ٽي وي وسيلي پبلڪ تائين هي خوشخبري پهچائي ٿي وڃي ته "رشوت ۽ اڃهڙ چاڻ جو ختم ٿي، روزگار جا دروازا کوليا ٿا وڃن ۽ امن سلسلي ۾ شيهن بڪريءَ گڏ چرڻ شروع ڪيو آهي."

علمي، ادبي ۽ ثقافتي سيمينار رچائيندڙ ۽ جلسن سجائيندڙن لاءِ اِنجا آهي ته مهرباني ڪري مهل موقعي تي پڙهيل مقالن ۽ تقريرن جي تفصيلي رپورٽ يا مضمون اخبار ۾ اشاعت لاءِ هلال پاڪستان ڏي روانا ڪن، جنهن لاءِ اخبار پاران اوهان ڪي خاطري ڏني ٿي وڃي ته قسطن ۾ يا سموري، پر رپورٽ هر حال ۾ ڇاپي ويندي. ائين ڪرڻ سان جلسن جي ڪارروائين کي عوام سان روشناس ڪرائڻ ۾ هٿي ملندي.

## بي روزگاري :

چگو ٿيو جو سنڌ وزارت ته نهي. ڪجهه اسيمبلي ميمبر وزير وڏا ٿي ڪم ڏنڌي سان ته لڳي ويا. ڊپٽي وزيرن ۽ پارليامينٽري سيڪريٽرين جي ديڳ چڙهي ته آئي باقي ڪجھ ميمبرن جو نه پلو ٿي پوندو، واندو ماڻهو ته هونئن به بڇڙو ئو لڳي. اسيمبلي ميمبر ته سواءِ ڪرسي پاور ۽ پوليس واري جي بنهه ڪونه ٿو نهي. اسان جي ته دعا آهي ته گهوٽ گهوڙي چڙهن ته بين سائلن جو ڪو وارو اچي. قوم جو نوجوان ڪافي عرصي کان بيروزگاريءَ ۾ پريشان ٿي پنهنجن ڏانهن نهو واجهائي، ته من ڪين ڪو حصو اچي ۽ هو پنهن جا ڪيل قول ۽ واعدا پاڙين.

پهراڙين ۾ ٻارن جو اڌ کان گهڻو حصو ته اسڪول جي تعليم کان ئي ٻوروڳو محروم آهي. جي اسڪول ۾ داخلا وٺن ٿا انهن ۾ ۲۵ سيڪڙو ٻار پنجين درجي تائين مس ٿا پهچن، ڇاڪاڻ ته ڪين پڙهائيءَ جي خرچ جي پورت لاءِ ڪي وسيلا ڪونه آهن، ڪڙمت جي ميدان ۾ ته ڪو پڙهيل ڳڙهيل نوجوان ڪڏي ڪاهي ئي نه ٿو پوي. باقي نوڪرين لاءِ ڊوڙ ڊڪ ڪافي ٿي ڪئي وڃي. نوڪرين ۾ به پي آءِ اي، ڪسٽمس، روينيو ۽ پوليس لاءِ ڏاڍو چاهه ڏيکاريو ٿو وڃي. ڪارخانن ۾ مقامي ماڻهن کي چانس ته آهي ئي ڪانه. بئنڪن ۽ ڪارپوريشنن ۾ هاڻ ڪجهه قدر سنڌين جي ڀرتي ڪئي وڃي پر نالي ماتر. جنهن ملڪ ۾ ڊاڪٽرن جا ڪئڊ بيروزگار هجن ته باقي اسان مئٽرڪ پاس موالين جو ته الله واهي آهي.

بهتر ٿيندو ته پبلڪ اسڪولن ۾ شاگردن کي هنرن جي ترغيب ڏني وڃي ته هو تعليم پرائڻ سان گڏ ڪمائي به حاصل ڪري سگهن. اڄ ڪلهه دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ "ريڊيو، ٽي وي ۽ بجليءَ" جي ڪل پرزن ناهڻ ۽ مرمت جا هنر اسڪولي ٻارن کي عام سيکاريا ٿا وڃن ته جئن هو پنهنجي پڙهائي جو خرچ پنهنجي محنت وسيلي پاڻ ڪري سگهن. آخرين وسيلو يا بيروزگاريءَ جو علاج هي آهي ته سرڪاري طور "اجورو يا عيوضو" ڏنو وڃي. آمريڪا جي هر رياست ۾ هي قانون آهي ته بيروزگار کي هفتيوار الائونس ڏنو وڃي. جيستائين سرڪار کيس گهربل نوڪري يا ڌنڌي جو موقعو ڏئي. هن الائونس جي رقم ٽئڪسن وسيلي ڪارخانيدار کان اڳاڙي ويندي آهي.

## پاڻيءَ جي اڻاٺ:

ڪجهه ڏينهن کان اسانوٽ پاڻيءَ جي کوٽ هڪ سنگين صورت ڪري چڪي آهي. پوک جي موسم به چوٽ تي آهي. ڪن هنڌن تي وارا بندي ڪري ڪم نباهيو ٿو وڃي. ڪوٽڙي براج ارائيءَ ۾ پنهن جي "پوک" لاءِ پاڻي ته نهيو پر ڪن ماڳن تي "ماڻهو ۽ مال" جي پيئڻ لاءِ پاڻي نه آهي. دانهون ڪوڪون ته گهڻو ئي ٿيون ڪيون وڃن پر ڪو داد فرياد ۽ تدارڪ ٿيندو ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ڪن جو هي به چوڻ آهي ته پاڻيءَ جو ڪجهه حصو شايد مٿان ئي ڪٽي هڙپ ٿو ڪيو وڃي. ڪجهه به هجي پر هن سال بارش نه پوڻ ڪري درياه ۾ پاڻيءَ جي رسد به گهٽ آهي. وري درياه جو ان ۾ ڏوهه ڪهڙو. گراٽ گراٽ ني مٿس بکيون براجون اڏيون ويون آهن. هڪ انار سئو بيمار وارو حال آهي. هونئن به ڌرتيءَ جي هر حصي تي پاڻيءَ جو اصول هي پئي رهيو آهي ته جيستائين مهڙ وارو زميندار پاڻي پي ڍءُ نه ڪندو تيستائين هيٺين کي پاڻيءَ جو وارو ئي نه ملندو. پاڻيءَ جي ورهاست جي پاليسي پوري جڳ ۾ اهائي آهي. ان ۾ ڪنهن تي ڏوهه ڏيڻ ئي اجايو آهي. پڇڙيءَ وارو سدائين وڏل ۾ آهي ۽ رهندو. خود سنڌ جي اندر گڊو براج ۽ سکر براج جي واهن ۾ پاڻي وهائي باقي لپ چڪو ڪوٽڙي براج حوالي ڪندا آهن جڏهن پاڻيءَ

جي ورڇ ۾ سنڌ صوبہ اندر سرو ۽ وچولو لاڙ سان بيائي ڪري تہ مٿين چوڏرين ڪي ڪهڙي ميار ڏجي. مصيبت هي آهي جو پاڻيءَ جو وهڪرو هيٺاهين تيءَ آهي ۽ پاڻي اتي پهچي تہ ڪيس ملي. ڪوٽڙي براج لاءِ هن موسم ۾ ضرورت آهي پنجويهہ هزار ڪيوسڪ پاڻيءَ جي وهڪ جي ۽ ڪيس جا ڪوٽا ڏني تي وڃي اها آهي فقط ٻہ هزار ڪيوسڪ! باقي زمين، ماڻهو ۽ مال جي پياس پوري ڪرڻ لاءِ لاڙ وارا هاڻ ”پيچ پڳارا“ جا نعرا هڻن تہ ڪا پاڻدي پوري ٿئي نہ تہ حال ڏيرو آهي. شال مالڪ ڪي رحم پوي ۽ پنهنجو ڪرم ڪري.

## پرايا ۽ پنهنجا.

هفتو اڳ سانگي سان لاهور وڃڻ ٿيو. مونکي هي ڏسي حيراني ٿي تہ پنجاب جو وڏو وزير نواز شريف، پوليس جي پهريدار اٿالي کان سواءِ هڪ عام رواجي ڪار ۾ شهر جا چڪر ڏيئي رهيو آهي. موٽر مٿان هڪ ننڍڙو جهنڊو سو ڦڙڪي رهيو هيو پر نہ اڳيان پٺيان پوليس جي ڪا جيپ هئي ۽ نہ ماڻهن کي خبردار ڪرڻ لاءِ چيٽون ۽ چيخون ڪندڙ ڪلن واريون ڪاربون. مزو اهو جو ماڻهن رستن تي هٿ ڏيئي وزير اعليٰ جي موٽر کي بيهاري ڪيس پنهنجي شڪايتن کان آگاهہ ٿي ڪيو. مون لاءِ هيءَ هڪ نئين ڳالهہ هئي تہ هڪ نوجوان وزير اعليٰ نهايت کلمک ۽ خنده پيشانيءَ سان بنا ڪنهن دٻدٻي ۽ رعب جي عام ماڻهن سان کلندا ڳسائيندو ۽ سندن دانهن ڪوڪ جو تدارڪ ڪندو رهي. ٻڌو اٿم تہ پنجاب جا جملي وزير ان نقش قدم تي هلي رهيا آهن.

اسانوٽ اڄان اهڙي عوامي سوچها نہ آئي آهي تہ پيلي اڄ زمانو سڌري چڪو آهي ۽ پنهنجن ماڻهن پيان ڪهڙا رعب تاب جا ليڪا ڪڍجن ۽ خواہ مخواہ خلق ڇا لاءِ ميڙائجي. آخر وزير صاحبن کي پوليس جي پهريداريءَ جي ڪهڙي لوڙ آهي؟ ڪين چڏيو وڃي تہ هو شهرين جي جان مال جي حفاظت ڪن. وزيرن جي اڳ پٺ ۾ پوليس جو هئڻ ڪو هروڀرو ضروري تہ نہ آهي، پين ڪاتن جا عملدار ئي ڪافي آهن.

سيمينار سلسلي ۾ شڪارپور وڃڻ ٿيو. ڏٺم ته شهر جي رستن تي ڪپاڙها ساوا ڪپڙي جا بينر لڳل هوا، جن تي زراعت جي صوبائي وزير جي 'استقبال' ۽ مبارڪباد لاءِ اعلان لکيل هوا. معلوم ٿيو ته ساڳيوئي وزير صاحب شڪارپور جي ضلع ڪائونسل جو چيئرمين به آهي. هونئن ته هر ضلع ڪائونسل سڄي ۽ سگهي چئي ٿي وڃي. پر جڏهن به ڪو سرڪاري ريفرينڊم ٿو ٿئي يا ڪنهن وزير جي آمد ته پوءِ جلسن جلوسن پوسٽرن ۽ بينرن لاءِ پئسا الاجي ڪٿان ٿا اچن! سنڌ وزيرن جي استقبال لاءِ ڪو ارهو نه آهي. پر گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي وزيرن کي زماني جي ٽور ڏسڻ گهرجي ته دنيا ڪٿي وڃي پهتي آهي. ڇا هي ضروري آهي ته هو پنهنجي ڳوٺ وڃڻ لاءِ سرڪاري دورا ڪن ۽ ريلوائي جو سڄو سارو سئلون سيڙائن ۽ پوليس فقط هن مقصد لاءِ ساڻ کڻن ته جيئن سنڌ ووٽر کيس ويجهو اچي نه سگهن؟ جي زماني جي رفتار کان هي همراه اڻواقف آهن ته گهٽ ۾ گهٽ پنجاب ۽ پشاور جي وزيرن کي ته ڏسن، ته هو ڪيئن نه ماڻهپي سان ماڻهن جي دل وٺي رهيا آهن.

- نومبر ١٩٨٤ع

...............

## ماءُ جي خدمت ۽ حج :

ابو حازم سان ڪو شخص ملاقاتي آيو جڏهن هو آرام ۾ هيو. جڏهن سجاڳ ٿيو ته ملاقاتيءَ کي مخاطب ٿي چيائين ته "مون خواب ۾ حضور پاڪ جن جي زيارت جو شرف حاصل ڪيو. اوهان لاءِ حڪم ٿيو آهي ته "پنهنجي والده جا حق بجا آڻ حج تي وڃڻ کان بهتر آهي". تون واپس موٽي وڃ ۽ وڃي پنهنجي امڙ جو خيال ڪر. هو شخص واپس موٽي ويو. مون ابو حازم کان ان ڏس ۾ وڌيڪ پڇيو ڪجهه نه ٻڌو.

# جنم جنم جي سوچ

اڄ ١١ نومبر آهي. يعني يارهين مهيني جي يارهين تاريخ. ڇو ته جي يارهين ته سنڌ ۾ سڀاڳي ۽ سڌوري سمجهي ويندي آهي. شايد پير دستگير جي نسبت باعث، جنهن کي "يارهين وارو" به سڏيو ويندو آهي. انگريزي سال جي يارهين مهيني جي يارهين تاريخ کي به تاريخي حيثيت حاصل آهي. ڇاڪاڻ ته ان ڏينهن تي سال ١٩١٩ع ۾ دنيا جي پهرين مهاڀاري جنگ جو صلحنامو دستخط ڪيو ويو هيو ۽ لڙائي جو خاتمو ٿيو. جنگ ۾ جن لکها انسانن جان گنوائي هئي انهن جي ياد ۾ هر سال نومبر مهيني جي يارهين تاريخ ۽ يارهين منٽن لاءِ دنيا ڀر ۾ خاموشي اختيار ڪئي ويندي آهي. ان ماٺيٺي گهڙيءَ ۾، ١١ نومبر ١٩٢٠ع تي، آءٌ به خير سان اچي هتي وارد ٿيس. پوءِ ته پنهنجا ڪيئي "جنم دن" ايندا ۽ ويندا ڏٺم. پر اڄ ٻي ڳالهه آهي. ڇاڪاڻ ته اڄوڪي ڏينهن تي منهنجي عمر جا ٽيهٺ سال پورا ٿيندا. ٽيهٺ سال وڏو عرصو آهي ۽ حياتيءَ واري لاءِ ته ڪافي آهي. باقي ٻي حياتي، ته پوءِ ماڻهو سئو سالن تائين به پيا ڏڪن. ٽيهٺ ورهيه عمر کي هوندن به وڏي اهميت حاصل آهي. جيئن ته ان کي نبين ۽ ولين جي عمر جي آخري حد چئي وڃي ٿي. پر بدو اتم ته ڪڏهن اها سعادت ۽ ساعت، گنهگارن کي به نصيب ٿئي ٿي. پوءِ اڳتي جا الله جي مرضي!

جنم ڏينهن ملهائڻ جو ڪڙو طريقو هي به آهي ته وهيءَ جو پورتا ميل ڪڍي ليکو ڪتابو وڃي. هن ڏس لاءِ ته نفعو نقصان ڇا ٿيو ۽ لٽي ٻاڇي ڇا بچيو. پنهنجي ڪٿي ۾ "ڪاريءَ وارا ڪک" ڏسي اڄ به ٿي اڇم. نه فقط "ڪتيم ڪينڪي ڇا ٻڌايان" پر سموري عمر "ڪوڙ ڪمايم ڪچ ۽ ڀڳم عهد الله جا". هاڻ ته عمر جي ان موڙ تي اچي بيٺو آهيان جتي پڇتاءُ جي ڏند سواءِ ٻيو سڀ اوندهه

انتو ڪئي ته سمجهي. عمر جي پڇاڙي ھوندي به انسان لاءِ ھڪ عجيب دور آھي جنھن ۾ مستقبل ته آھي ئي ڪونه. ماضي به ڪجھه دير لاءِ ساٿ ڏئي ٿو پر اھو به اکين ۾ ڏند آئي نظر کان غائب ٿي وڃي ٿو. باقي حال سو شامل رھي ٿو. شايد اھوئي سبب آھي جو وڏي عمر وارا نوجوانن کان گھڻو ناخوش رھن ٿا. پر پڇاڙيءَ وارو وڏو معجزو پيو آھي. اھو ھيءَ، ته جڏھن انسان قبر کي اوڏو ٿيندو ٿو رھي ته تڏھن موت سندس سوچ کان ٻاھرو ٿي وڃي ٿو. اھڙي خوشفھميءَ سبب ڏنو ويو آھي ته پيڙن ماڻھن کي دنيا داريءَ سان تڏھن سر چاھ پيدا ٿئي ٿو. شال الله پناھ ڏئي.

ذاتي طور آءٌ پنھنجي زندگي ۽ سندس نصيب کان بلڪل مطمئن آھيان. مون کي نه آسماني طاقتن کان ڪا شڪايت آھي ۽ آھي ۽ نه قدرتي وارن جي ڪا گلا. بلڪ آءٌ انھي جو شڪر گذار آھيان. پنھنجي پوري عمر ڏاڍي موج ۽ مزي ۾ گذري اٿم. ڏسمي پيچڙ جي البت تنگي رھي پر جيابي جي خوشي جام ۽ تندرستي ڀرپور ھيم. وڏي ڳالھه ته پنھنجي مرضيءَ جو مالڪ رھيم ۽ ڪنھن ڪاب جي نه پرواه ڪيم ۽ نه ڪنھن جي ڪاڻ ڪيم. جنھن سڄي سر ۾ آڪڙ ھجي سمجھان ٿو ته اھو وڏي ڀاڳ وارو ھوندو. مٿي ماڻھيءَ ۾ جنھن جيترو پير کنيو اوترو آءٌ به اڳيرو ئيس. چو ته پاڻي برادري آھي ئي "ڏي وٺ جي پاڇي". باقي جن مون سان ايڪو نه ڪيو انھن دوستن جو آءٌ ٻڌو ٻانھو ٿي رھيس. چوگرد زور ظلم جا افسانا ٻڌڻ ۾ ٿي آيا پر پاڻ سان ته سدائين عدل انصاف ۽ فضل ٿيندي ڏٺم. جو ڪجھه منھنجو مقدر رھيو، سچ پڇو ته آءٌ ان جو لائق نه ھيس. مون تي ھر وقت الله جي ٻاجھه ۽ ڪرم ھمراه رھيو. ھاڻ ته ڪنھن مٿي ڪٿي گھمندي به شرم ايندو اٿم، دل ۾ ايندو اٿم ته وٽ وٽ تي سجدو ڪري اٿي ورڻي سر بسجود ٿيان. ھن اميد سان ته من ته من، احسان جي ذري پرزي شڪر گذاري ڪري سگھان.

پنھنجي ڪنڌ ورائي ٿو ڏسان ته پنھنجي ننڍپڻ واري ۽ اڄوڪي زماني ۾ زمين آسمان جو فرق آھي. ٿوري جو اھو ڏٺي ۽ لاتعين

وارو دور هيو. جيٽ جهاز ٽيليويزن ۽ ائٽم بم اڃان ايجاد نہ ٿيا هوا. چنڊ تي چڙهائي اڃان آڪاشي هئي. ماڻهن ۾ نوڙت نياز محبت مروئت ۽ خدا ترسي هئي. شايد هندن جي صحبت ۽ سنگ جو اثر هيو، جن ڪري، اسين پنهنجي اصليت ۽ اڃ تي واپس اچي پهتا هئاسون. ڪل ڀوڳ جو ڇهڇٽو ۽ چرچو عام جام هيو. ماڻهن جي مرڪ اڄ جيان مصنوعي نہ هئي. اڄ فلمي بدمعاشن جي ٺهڪڙن سواءِ ڪل تہ ڪٿي ٻڌجي ئي ڪانہ ٿي. حاڪمن جي من ۾ مندي ميري ڪانہ هئي. ماڻهن جا مسئلا ڳالهين ٻڌڻ سان نبيرو ڪيا ويندا هوا ۽ نہ "ماڻهن مارڻ" سان، جيئن اڄ جو دستور آهي. ان وقت بہ ڌارين جو راڄ هيو. انگريز ماڻهن کي جيل ۽ ڏنڊ جي سزا ضرور ڏيندو هيو پر "زبان بندي" ڪڏهن بہ نہ. دانهن ڪوڪ جو بہ داد فرياد ٿيندو هيو پوءِ اڌو ڳابرو ئي سهي. پر بيداد نگري ڪٿي ڪانہ هئي. گهٽ ۾ گهٽ اڄ جهڙي 'بيوسي' بلڪل ڪانہ هئي. جو جڏهن ماڻهوءَ جي گهر ۾ باهہ ٿي لڳي تہ ڪيس آڳ وسائڻ جو امر بہ نہ آهي ۽ نہ باهہ ۾ سڙيل جي ملم پٽي ڪرڻ جو.

٭

پنهنجي ملڪ ۽ ماڻهن کي سرسبز ۽ خوشحال ڏسڻ جي تمنا هئڻ هڪ قدرتي امر آهي. پر عمر جي پڇاڙيءَ ۾ اها "آس" زندگيءَ جي هڪ "آخري خواهش" ٿيو پوي. ارمان فقط اهو آهي تہ ان پنهنجي امڙ جنهن مونکي جنم ڏنو ۽ جنهن جي گود ۾ آءٌ پلجي نپجي وڏو ٿيس تنهن کي اڄ آءٌ زخمن سان گهايل ٿو ڏسان. اهو بہ سمجهڻ کان لاچار آهيان تہ آخر سنڌس قصور ڪهڙو هيو؟ ڇا ائين تہ نہ آهي تہ جنهن اسلامي رياست لاءِ سنڌ سڀ کان اول آواز اٿاريو هيو هي ان 'اڳرائي' ڪرڻ جو ڪيس اجورو ڏنو ٿي ويو. سنڌس زمين ڪاروبار ڪارخانن ۽ نوڪرين تي جو زوري قبضو ڪيو ويو آهي اهو پڻ شايد ساڳئي انعام جو قصو هيو. ڇاڪاڻ جو سنڌي مهمان نواز آهن انڪري سندن آبادي صوبي کي هڪ "عوامي هوٽل" بڻايو ويو آهي جتي سيني ٻين صوبن جا ماڻهو اچي ڪاٽي پي ۽ آرامي

ٿين باقي مڏيءَ جا اصلي مالڪ اوباسين تي پيا گذارو ڪن. الله جو شان!

منهنجو مشاهدو هي آهي تہ سنڌ ۽ سنڌين جي لڳاتار بدحالي لاءِ اسين سنڌي سئو في صدي پاڻ جوابدار آهيون. اسان جو ڪڙم قبيلو پارهوئي ٻن ٽرين ۾ ونديل رهي ٿو جي هڪ ٻئي جي چڪين ماس ڪائڻ لاءِ موقعي جي تاڪ ۾ رهن ٿيون. بدلي چڪائڻ جي باه ۾ پاهرين سان ٻانهن ٻيلي ٿي پنهنجن کي نيست نابود ڪرڻ ۾ بہ ڪو عار نہ ٿا سمجهون. موڪي وسائي ڪان ويندي سيٺ نائون مل تائين اسان جي تاريخ اهائي پئي رهي آهي. نتيجو هي ٿو نڪري جو سنڌ سدائين سورن ۾ پئي لڇي ۽ تڙڦي. هاڻوڪو صورتحال بہ ڪو گهڻو مختلف نہ آهي. اهو چوڻ صحيح نہ آهي تہ فقط ميرن کي گهران لڳي هئي. سنڌ کي هر دور ۾ انسا ڳئي هندان پئي لڳي آهي.

ڏاڪڻ جي ٽيهٺ ڏاڪي تي بيٺي واڻڙن جيان پيو واجهايان. مستقبل لاءِ سوچ جي تہ مون پجر ئي ڇڏي ڏني. چاڪاڻ تہ سوچ ويچار جي مهلت ڏيڻ بنان ئي پاڙيو اڇيو مٿان ڪڙڪي. موت جو تصور وري ايترو تہ وسيع آهي جو انسان جي سموري سوچ منجهس سمائجي وڃي ٿي. هونئن بہ اهڙي سوچ ڪرڻ سان فائدو ڪهڙو؟ جڏهن اسانجي ارادي جي قوت نہ موت کي سڏو ڏيئي گهرائي ٿي سگهي ۽ نہ ڪيس هڪالي پاڻ کان پري رکي ٿي سگهي. هي برابر آهي تہ هر موت هڪ غلط ڪم جيان هيو پر انهن حالتن کان ڪو وڏيڪ پوائنو تہ نہ هيو جي ڪيس ويجهو آڻڻ لاءِ ذميوار هيون؟ موت سان ويڙه هونئن بہ اجائي هئي. اڳ ڪتابي پڙهائي ۽ سوچ سان ڪجهہ آٿت ملندو هيو. هاڻ تہ ڪتاب ڪٻتن سان مون ڏانهن واجهائيندا ٿا رهن. مون تہ ڪتابن ۾ اهڙي صلاحيت ڪڏهن ڪانہ ڏٺي جو اندر جي آنڌ مانڌ کي ناري يا ٺاري سگهن. باقي آءٌ ٿورائتو آهيان ڏڪن جو جنجي ڳتن تي چميون ڏيئي ويٺو سائن ورونہ ڪيان، شايد ان ڪري جو پنهنجن جا ڏنل آهن. پنهنجن ۽ پراون ۾ ڪيڏو نہ سنڌو آهي!

۱۱ آڪٽوبر ۱۹۸۳ع

## سنڌي سورما

(ديواريون ڊرامو)

ڪجهه ڏينهن کان هڪ عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا آهيان. لکڻ لاءِ جڏهن به قلم کڻان ٿو ته اندر ۾ هڪ آنڌ مانڌ شروع ٿئي ٿي. سچ جي تقاضا سيني ۾ سور جي ٽانڊ جيان اڀري ٿي ته حقيقتن کي بيان ڪرڻ جي فرض ادائي پوري ڪريان. گهٽ ۾ گهٽ ڪجهه ته لکان جنهن جي چاڻ اٿم يا جو ڪجهه اکين آڏو پسان ٿو. وري ڪجهه سوچي قلم کي هيٺ رکڻو ٿو پوي. مبادا مصلحت کان ڪم وٺي مام ۾ مارئي ڳالهه جي ڪيان. متان پوءِ قلم جي آبروءَ تي ڪو الزام اچي. آخر وري لکڻ لاءِ آدم ٿو ڪريان. فقط اهو ٻڌائڻ لاءِ ته تنهنجو جنم ڏينهن سر وجود ۾ اچي چڪو آهي ۽ بس. پر اکر اهو ڪجهه ٻڌائي نه ٿا سگهن جو زبان ٻولڻ تي گهري. دلي ڌڙڪڻ جو اکرن ۾ اظهار ڪرڻ ڪهڙو نه ڏکيو ڪم آهي.

وڇوڙائيءَ ۾ اظهار جو هڪ اور نمونو ڏٺم. جو رنگ پسي دنگ رهجي ويس. سون لاءِ اهو مشاهدو هڪ انوکي ڳالهه هئي. نه اکر ٿي اچاريا ويا ۽ نه اشاري بازي هئي. فقط چهري جي ڪيفيت هئي ۽ ان صورت ۾ سڀ ڪجهه سمايل هيو. اهو اسرار ڏٺم سنڌي ڊرامي ”ديوارين“ ۾، جو اڄ ڪلهه ٽيليويزن تي قسطوار ڏيکاريو ٿي ويو. ڊرامون ته لاجواب آهي. پر اها ڪا وڏي ڳالهه ته نه چئبي، هي ملڪ آهي ئي ڊراما نگري. جنهن ۾ نت نئون سچ سئون نوان ڊراما پيا ٿين. پر ڪمال اهو جو ”ديوارين“ جا ايڪٽر ڪي باقاعده پيشه ور اداڪار نه آهن. توڻي جو ڊرامائي انداز ۾ انهن کان به گوءِ کڻي ويا آهن جي اسٽيج جا چمڪندڙ ستارا ٿا سڏجن. ”ديوارين“ جا سيئي ڪردار پلئون پل آهن پر هڪ ڪردار

سيني جو مرڪز بڻيو هوندو. اهو آهي "هاشم" جو سندس ڊرامائي
نالو آهي، اصل نالو اٿس "منصور" جو اڄوڪي هر سنڌيءَ جو
نالو رکجي ننڍن به ٻهڪي اٿندو.

منهنجي خيال ۾ "ديوارين" ڊرامي ڊرامائي دنيا ۾ پنهنجو هڪ
الڳ مقام پيدا ڪيو آهي. عجب اهو آهي جو هن ڊرامي جا اداڪار
انهن نالن اڪثر مان آهن ئي ڪونه، جي نالي چڙهيا ويس ڏاري
ملڪ ۾ مشهور آهن. پر جيستائين سندن اداڪاريءَ جو واسطو آهي،
ته هو دنيا جي مشهور اداڪارن کان ڪنهن به لحاظ کان گهٽ هرگز
نه آهن. خاص طور "هاشم"، جنهن جو ڪمال هي آهي جو فقط
چهري جي اوراڻ ۽ اکين جي مام ۾ پيو ڊائلاگ بيان ڪري.
هن ڊرامي جي مقبوليت جو وڏو ڪارڻ هي آهي ته ڪهاڻيءَ جو
محور پس منظر سنڌ جي ٻهراڙي آهي جنهن ايراضيءَ جي خبر چار
به خلق کي هاڻ پئي آهي ته اتي به ڪي الله جا بندا رهندڙ آهن.
جنهن پيار ۽ پابود سان ڳوٺاڻي ماحول کي اسڪرين تي پيش ڪيو ويو
آهي، تنهن فن ۽ جاکوڙ لاءِ ڪهاڻي جي ليکڪ توڙي هدايتڪار
لکون لهڻون.

هاشم جو ڪردار نه فقط پوري ڊرامي جي سونهن آهي پر
مونکي ته سنڌي ڳوٺ جي هڪ جيئري جاڳندي تصوير پيو ڏسجي.
سندس چپ چاپ ماٺو ۽ بي ڊپو چهرو ۽ بي خوف خطر گهوريندڙ
عقابي اکيون جن ۾ نه ڪاهه جا آلا ۽ نه پڇتاءُ جو پاڻي فقط سچ پيو بکي.
سدائين اڪيلو ۽ پيرين پنڌ. ڪهاڙي ڪلهي تي ۽ ڪلمو نبيءَ تي.
هٿ جا ڪمائو ۽ چال ٽري ڏاند واري. [illegible] ۾ [illegible] هوندي
به سڳ سدائين اوچي ڳات. هڪل ڪڙڪ ۽ [illegible] داري. پر ڌريءَ
جي فيصلي ۾ وڏيره ڪيئي رهڻ ڏيڻ کان [illegible] چڙهي ويو جنهن
فيصلي کان جو حق ٿي ڪم حاصل هجو.

ڪجهه ڏينهن ٿيا ساڳي سان بابو ممتاز مرزا جي سنڌ ٽي-وي
اسٽيشن تي وڃڻ ٿيو جتي سنڌي پروگرامن جي سلسلي ۾ صلاح
مصلحت ڪرڻي هئي. وڃڻ وقت ممتاز مرزا آڇ ڪئي ته اڄ ته انهن

انهن مهاندن سان ملاقات ڪرايان، جن ڏني مون سرهو ٿئي. سندس ڪڌ لڳو ويس. پر واري ڪمري ۾ شوٽنگ ٿي رهي هئي. ڊراما هيون "ديواريون" ۽ سامهون ڪهاڙي ۽ وارو ڪوند اڏول ٿيو بيٺل هيو. دل ڌڙڪڻ شروع ڪيو. اڳ ملاقات ڪانه هئي. پاڻ ويجهو اچي هٿ ڏگهو ڪيائين. مون پانهون ڦهلائي کيس ڀڪ وڌو. پاڪرين پوندي الاجي ڇو دل کي جهٽڪو آيو. ڇڻ روئڻ لاءِ واجهه تي وڌائين. ڇڻ سچي سنڌ کي ڳراٽڙي پاتي هيم. مون پنهنجي جواني ۾ پاروٿي شڪل هوندي به چنگو عشق ڪمايو آهي. پر اهڙي پابوه سان هي منهن جو پهريون ڀاڪر هيو جو ڪنهن دل گهري دوست کي پاتو هيم. اوچنگارون ڏيئي سو نه رنم پر اکين ۾ ڳوڙها ضرور تري آيا.

ڪنهن به سماج ۾ سورما ڳولڻ هڪ بيسود ڪوشش آهي. چاڪاڻ ته هو پٽ پدر تي پري کان ئي نظر ايندا آهن. جتي به ڪو سورمون جنم وٺي ٿو ته بقول سقراط جي اها هڪ آسماني سوغات آهي ۽ نه اسڪول يا علم ادب جي پيدوار. علم سان اديب ۽ شاعر ضرور بڻجن ٿا. پر "هاشم" جهڙا وير قدرت ئي گهڙي سگهي ٿي جنهن جي ڇهري ۾ موهن جي دڙي واري ويراني ۽ ڪانونڊي پنهور جا پيهٽ پيا تجلا ۽ شعاع ڏين. مون کان پيو ڪجهه ته نه اڇهيو. فقط هڪ جملو چوڻ جي جرئت ڪري سگهيس ته "الله پاڪ توکي ۽ تنهنجي مائين کي خوش رکي."

۱۱- نومبر ۱۹۸۳ع

........

پيغمبر پاڪ جو قول آهي ته :- پنهنجي پيٽ کي خالي رکو حرص هوس کي ترڪ ڪيو. بدن کي ڪپڙن کي ڍڪيو وڃي پر لباس کي سينگار لاءِ استعمال نه ڪيو. خواهش کي ضرورتن تائين محدود رکو، دنيا جي چسڪي کان رخ ڦيرايو ته اوهان جي دلين ۾ حق جو مشاهدو حاصل ٿئي.

# تاريخ جا سبق

ماڻهوءَ کي اهڙي سوچ ۽ سمجهه لاءِ ڪو "حواس" آهيئي ڪونه، جنهن وسيلي ڪيس ٻروقت اها پروڙ پوي ته ڪهڙو عمل سندس لاءِ فائديمند ثابت ٿيندو ۽ ڪهڙو نقصانڪار. اهڙي ڄاڻ ته فقط ڪيس تجربو ئي سيکاري سگهي ٿو. پر تجربو هڪ مهانگو سودو آهي ڇاڪاڻ ته موقعي ۽ مهل جي گذري وڃڻ ڪانپوءِ حاصل ٿئي ٿو. هوندي به هر عمل لاءِ پنهنجو ذاتي آزمودو هئڻ ڪو هرڳز ضروري ته نه آهي. انهيءَ ڪري سياڻا ماڻهو هميشه ٻين جي تجربن مان سبق پرائيندا آهن. حضرت انسان ايامن کان زندگيءَ جي جدوجهد ۾ ٺڪا ڪم پئي ڪندو رهيو آهي. ۽ نتيجي ۾ پنهنجي ڪئي جو ڦل به ڀوڳيندو رهيو آهي. اهڙا ڪيئي واقعا ۽ حادثا تاريخ ۾ چٽيل آهن. پر تاريخ جي مطالعي مان اسان کي وڏي ۾ وڏو سبق هي ٿو ملي ته ڪو به ماڻهو تاريخ کان سبق سکڻ لاءِ تيار ئي نه آهي. اهو ئي سبب آهي جو هر زماني ۽ هر دور ۾ ماڻهو اهي ساڳيون غلطيون ڪندا ٿا رهن جي هزار بار اڳ به غلط ثابت ٿي چڪيون آهن.

حڪومت بادشاهي طرز جي هجي يا عوامي، هر حال ۾ هڪ "امانت" آهي، جنهنجو استعمال خدا ترسي ۽ ڏاهپ سان ٿيڻ گهرجي، ٻي حالت ۾ حڪومت جا هڪ طاقت آهي بي لغام ٿي رعيت لاءِ آزار ۽ عذاب جو باعث ٿيندي، جيئن چوڻي آهي ته انڌو هاٿي پنهنجي لشڪر جو زيان. اهڙن واقعن ۽ حادثن سان تاريخ جا صفحا رت ۾ رڱيل آهن جن موقعن تي بيگناه ۽ معصوم ماڻهو حڪومتن جي ظلم جو نشانو ٿيا آهن. حڪومت جي هڪ اهڙي دباءُ جو اولين شهيد "سقراط" هيو جنهن کي ان وقت جي مجلس شورا وارن موت جي سزا ڏيئي زهر جو پيالو پياري اڪلائي ڇڏيو.

سقراط تي هيءَ تهمت مڙهي ويئي ته هو نوجوان نسل کي ڪاري ۽ بگاڙي رهيو هيو. در اصل اهو بهانو سقراط تي فقط هن لاءِ ڌريو ويو ته جيئن ڪيس صحيح هستيءَ تائين مٿاهون وڃي. جاڪاڻ ته سقراط جي "سوچ" وقت جي وڏيرن لاءِ سخت خطره جو باعث هئي. باقي نوجوانن کي ڪارڻ جو فقط هڪ بهانو هيو. نوجوان ان وقت تائين الهڙ جوان ڇاڻو وڃي ٿو جيسين ڪري خراب ٿئي ۽ بڙءِ رڃي راس ٿي سماج ۾ داخل ٿئي ٿو. اهو آهي جوانيءَ جو نصيب ۽ اڄڪلهه جوانيءَ جي منزل.

سقراط پنهنجي بچاءَ ۾ ڪا حملي حجت پيش نه ڪئي. ڇا لاءِ ته ڪيس پوري پروڙ هئي ته هر سماجي انصاف پٺيان ڪانه ڪا سياسي چال لڪل هئي جنهن جو بنياد بدنيتي ۽ بي ايمانيءَ تي رکيل هيو. دراصل سياست سڏيو ٿي ان سازش کي ٿو وڃي جنهن ۾ دلي مقصد هڪڙو هجي ۽ ظاهري ڍونگ ٻيو رچيو وڃي. جيڏي ريت اسين پنهنجي دلي خار سارڻ لاءِ ٻين تي اخلاق جي آڙ وٺي حملا ڪندا آهيون تڏهن جو ان ساگي بداخلاقي جا اسين پاڻ به عادي مجرم هوندا آهيون. سقراط جو نه بخشڻ جهڙو گناهه فقط هي هيو ته هن ڏاهپ ٿي ڦهلائي ۽ اها به بنان اجوري ۽ بنان عيوضي وصول ڪرڻ جي. تڏهن جو ٻين ماڻهن علم ۽ عقل پرائڻ لاءِ پئسا ٿي خرچ ڪيا ۽ تڏهن به ڪين سواءِ ڇجهن ۽ سڪيلن ڏ گريٽن جي ٻيو ڪجهه به هٿ حاصل نه ٿي ٿيو. ظاهر آهي ته عام ماڻهن ۾ عقل ۽ مت جو اچڻ هر اقتدار لاءِ خطره جي گهنٽي سمان آهي.

## ڏوڙهي ٽرئجڊي

چوندا آهن ته دنيا ساري کيل تماشو. اسان وٽ به ناٽڪ ٿا ڏسجن نوان نوان. پوءِ ڪي ٽيليويزن تي ۽ ڪي ريڊيو تي. هڪ عدد ناٽڪ زنده اسٽيج تي به ٿي گذريو. هيو ته پتلين جو تماشو پر رونشو ڏسڻ وٽان هيو. ڊرامه جو پلاٽ هڪ هنڌ هيو ۽ ڊائلاگ ٻئي هنڌ ٿي پڙا وڃڻ. آڪٽي به عجيب و غريب هئي. غريب گهٽ هئي پر عجيب وڏيڪ. ٽرئجڊيءَ کي ڪاميڊي جي رنگ ۾ پيش ڪيو ويو. سزا ۽ سيڪت ته چڪي ٿي چڪي هئي هاڻ هنگامو هن لاءِ هيو ته الزام ڪهڙو مڙهيو وڃي!

ڀيڻان نه گهٽا ئي گهوڙيا ويا. هڪڙو هي ته ڌارين جي ڏول تي ڌمال ئي وڌي ويئي. ٻيو هي ته مهاڏو ئي اٽڪايو ويو. اڙي سائين، ڌاڙي ۽ هيٺي جو ڪهڙو مقابلو؟ ڪن ٻچاڙن وري هٿ گهمائڻ لاءِ ”چاچي“ به تي سڏيو ۽ ”ڀهنڊڙي“ به تي پاتي. ڇي ”محب وطن“ نه هوا پر ڪين ”برغلايو“ ئي ويو. ڪن حب الوطنيءَ جو سرٽيفڪيٽ نه جاري ڪيو، جو اسان ڪي آخرت ۾ پل صراط پار ڪرڻ ۾ ڪتب ايندو. باقي جن حق جو ڪلمون چيو ان جي پاڻ نه ٻاهر وڃڻ نه ڏني ويئي. الاجي ڇو؟

ڇو ته ايندا آهن ته ”وڙهن سان ۽ لتاڙجن ٻوڙا“. هتي به روئداد ڪجهه اهڙي قسم جي هئي. جن سياسي جماعتن جهيڙو وڇڙايو انهن جو ته نه مٿو ڪو مٿيندار ۽ نه پوءِ لڳ. وات ويندي مارجي ويا مسڪين ڳوٺاڻا جن جو نه سياست سان تعلق ۽ نه ڪنهن سياسي پارٽيءَ سان واسطو. هو ته غريب ويا هوا سنگن لاءِ پر سر به ڪپائي ويا. مردان موت ۽ ملوڪائن شڪار. گهٽا ته اهڙا به گهرڙجي ويا جن ٻيان ڪو ڪمائڻ وارو آهيئي ڪونه: اهڙن اياڻن جي گهر پاتين جي ٻرگوور لهي ته ڪير؟ سرڪار ڪين پنهنجي امداد جو مستحق نه ئي سمجهي چاڪاڻ ته هو ”وڳوڙي“ هوا. سماج ڪي ڪا خبر نه چار. مري ويلن جا نالا نشان ۽ پار پتا پٽرا ٿين ته پوءِ ڪي سخي انسان ۽ ادارا پنهنجي مدد جو هٿ ڊگهيرين. ڪي گهراڻه ته اهڙا به هوندا جن جو هڪ پاتي مارجي ويو، ٻيو زخمي ٿيو ۽ ٽيون حوالات حوالي. باقي پاتي ٻچيا عورتون ۽ ڇورا پار. اهي به سڀ ٻڪ ۾ پاه. وڏيرا ته چار چانورن جون ديگيون چاڙهائي وڃي قوم جي غم ۾ گرفتاريءَ لاءِ پيش ٿيا. هاڻ آهن ان آسري ۾ ته چاڻ جو اليڪشن آئي ۽ ٻوهه اٽوريا اگهايا ويندا.

بدقسمتيءَ سان اسان وٽ داعي مدعي سڀ آهن رئيس. سيني جا منهن سچيل. پوءِ ڪن جا بلڊ پريشر سبب. هجي ڪو الله جو بندو جو حق سچ جو ڳالهه تي قصي ڪي نپٽائي. حق وٺڻ ۽ حق ڏيڻ جي

ڳالهه ٻولهه ڪري. ڪٿا ڀائيچاري جي راهه ڳولي ۽ رنڊ ٻرچائي، هتي هرڪو ڳالهه ٽو ڪري چنڊ جي، پا وري کهاڻي ۾ ٻيڙي تيل ڪيڻ جي. ڳنڍڻ وارا ته شايد سڀ مري ڪپي ويا، جي قصو ائين هلندو رهيو ۽ ترت تدارڪ نه ڪيو ويو ته پوءِ شايد وڃي ويل ٽري. پوءِ نفرتن ۽ ڪدورتن ۾ اضافو ٿيندو. جي اڳيئي آزار ۽ عذاب ۾ آهن انهن جي آه الڳ عرش ڀيئي اپرندي. ظاهر آهي نه اسين قدرت جي ڪوپ کي ڪانڊ ٿا ڏيون. خطرو آهي دير ۽ اوير ٿي وڃڻ جو. هي برابر آهي ته وقت گذري ويندو ۽ زخم به ضرور ڀرجي ويندا. پر گهاءُ جا نشان ته باقي رهندا. اندر جا ورڻ اڃان به وڌندا رهندا. ڪربلا ڪنهن وساري آهي ڇا؟

سياست اسان وٽ سوکي ۽ سٺي ضرور ٿي رهي آهي پر سندس سواد هميشه ٻاڙو ۽ اگرو پئي رهيو آهي. پر هاڻ خير سان منجهس هڪ نئون موڙ اچي رهيو آهي. اهو آهي ڀوڳ چرچي ۽ ٽهڪ وارو ذائقو. هن نئين رخ رواج جو رهنما آهي پير سائين پاڳارو. پير سائين واحد ماڻهو آهي جنهن هن ملڪ جي ترڪٽي سياست کي صحيح سمجهيو آهي. سائين پنهنجي انوکي انداز ۾ ملڪ جي گنڀير معاملن کي به سولو ۽ لذيذ بڻائيندو ٿو رهي. پوءِ ڪڏهن ڪيڪ پيسٽري ۽ بسڪوٽن جو بيان آهي ته ڪڏهن حلوو ۽ سگار جو مذاق. هونئن به مارشل لا جي دور ۾ سياست چرچو ڳڀو نه آهي ته ٻيو ڇا آهي. تازو هڪ بيان ۾ وري هڪ نئون ڦٽاڪو ڇوڙيو اٿس. فرمائي ته هر مشڪل معاملي جو حل آهي "ٻانگون ڏيڻ" ۽ سياسي جماعتن جي تحريڪ به ٻانگن سان ختم ٿي هئي. پير سائين اهو ڪونه ٻڌايو آهي ته ٻانگون ٻلائي هجن جلائي يا خالي. اها صفائي ضروري آهي. ڇو ته اسان وٽ مادي ڪڪڙين به ٻانگون ڏيڻ شروع ڪيون آهن.

ڊسمبر ١٢- ١٩٨٣ع

## سنڌ الاجي ۽ فنڪار

سنڌ الاجي سنڌ يونيورسٽيءَ جو هڪ تحقيقي ادارو آهي. هن قلعي نما اداري جو پهريون سالهي ۽ معمار ڊاڪٽر الانا آهي جو هن وقت اسلام آباد ۾ وائيس چانسيلر جي عهدي تي سرفراز آهي. ڊاڪٽر صاحب جي اڻٿڪ ڪوشش سان هن شعبي جي مقبره نما اڏاوت جڙي راس ٿي جتي تحقيقي ڪارج لاءِ هن وقت آرٽ گئلري لئبرري ۽ آڊيٽوريم وغيره موجود آهن. گذريل ڏهاڪو کن سالن مدت ۾ هن اداره طرفان تصنيف ۽ تاليف جو ڪم به ڪافي مقدار ۾ شايع ٿي چڪو آهي. پر ”سنڌ الاجي“ الاجي آهي ڪهڙي بلا؟ اهو پتو سواءِ ڪن واسطو رکندڙ ماهرن جي باقي ٻين کي خبر ڪي آهي. خاص طور عام سنڌي خواندن لاءِ سنڌ الاجي هڪ ڳجهارت بڻي رهي آهي. ان مونجهاري جو وڏو سبب خود ”سنڌالاجيءَ“ جو پنهنجو نالو هيو. ڇاڪاڻ هڪ ته نالو هيو اڌ ڪاٺ جو ۽ اڌ لوه جو، جيڪو نه پنجي پٽ ڳوه جو. ٻيو، هي لفظ سنڌيءَ ۾ جڙيو آهي ”سنڌ“ سان ”الاجي“ ملائڻ سان، جنهن ڪري ”گمان“ ڪي وڏيڪ هٿي ٿي ملي. تيون وري ڊاڪٽر الانا جي سنڌ الاجيءَ سان نسبت هئڻ ڪري وڌيڪ غلط فهمي پيدا ٿيڻ لازمي هئي. ڇو ته ماڻهن ۾ اها خوشفهمي پيدا ٿي ته ”سنڌ الاجي“ در اصل ”سنڌ الانا جي“ هئي.

هي تمام ٿورن ماڻهن کي ڄاڻ آهي ته ”سنڌ الاجي“ جو ادارو درحقيقت سنڌي ٻولي، علم ادب، ثقافت ۽ تاريخ، غرض ته سنڌي تهذيب جي اهڃاڻن کي سانڍڻ ۽ تحقيق جو جامع مرڪز آهي. جيئن ته علمي خواه ادبي تحقيق وقت جي وڏي سيڙپ وارو ڪارج آهي ان ڪري نتيجي ۾ حاصل ڪيل حقيقتن جي پڌرائي ۾ پڻ ڪافي عرصو درڪار آهي. پر هاڻ حالتن ۾ ڪجهه ڦيرو اچڻ ڪري سنڌ الاجيءَ جو وڌيڪ وقت تائين پردي ۾ ۽ اوهرو ٿي رهڻ شايد ناممڪن ٿي پوي.

نه فقط ايترو پر منهنجي ته هي به پيشنگوئي آهي ته ٿوري عرصي اندر هي ادارو سنڌ جي علمي ادبي ۽ ثقافتي زندگيءَ جو هڪ بَرک مرڪز ثابت ٿيندو. ان ڪايا پلٽ جو ڪارڻ ڪو هرويرو نئين سربراه جي مقرري نه آهي پر هن اداره جي اختيار ڪيل پاليسي آهي. ٽوڻي جو مهتاب اڪبر راشدي سنڌ جي مايه ناز ۽ هونهار نياڻي آهي جنهن کي پنهنجي ذاتي قابليت صلاحيت ۽ تجربه مدنظر اڳيئي هڪ خاص مقام حاصل آهي ۽ ان جو سنڌ الاجيءَ جي سربراه جي حيثيت ۾ اچڻ اداره لاءِ نهايت نيڪ ۽ مبارڪ قدم آهي.

حال ۾ سنڌالاجي اداره طرفان ادبي ۽ ثقافتي ڪم ڪار کي اڳتي وڌائڻ لاءِ هر مهيني ۾ هڪ پيرو گڏجاڻين جو سلسلو شروع ڪيو ويو آهي جنهن وسيلي سنڌ جي اڀرندڙ ستارن جي ذات ۽ ڪمالات کي روشناس ڪرائڻ ۾ هٿي ملي سگهندي. سنڌالاجيءَ جي پهرين گڏجاڻي سنڌ جي مشهور ليکڪ ڪهاڻي ڪار ۽ ڊرامه نويس عبدالقادر جوڻيجي سان رچائي ويئي جا گذريل مهيني ۾ حسام الدين راشدي آڊيٽوريم ۾ ٿي گذري. اها گڏجاڻي عبدالقادر لاءِ به اعزاز هيو. پر حقيقت هي آهي ته سنڌس فن جو مان ۽ قدر ڪيو ويو. هي اسان ماڻهن جي پراڻي روايت آهي ته اسين پنهنجن ماڻهن جي قابليت جو ڪاٿو تڏهن ڪندا آهيون جڏهن سندن قدر قيمت ٻاهريان ماڻهو ڪرين يا وري سندن رحلت ڪئي ڪان پوء. منهنجي خيال ۾ هي پهريون دفعو آهي جو هڪ ليکڪ جو سندس جيئري جاڳندي حياتيءَ ۾ قدر ڪيو ويو. ٻيو سنڌالاجيءَ سنڌ جو اڪيلو ادارو آهي جنهن ”سخاوت پنهنجي گهر کان شروع ڪئي“، جيئن ته عبدالقادر به ان ساڳئي شعبي ۾ نوڪري ڪندڙ آهي جنهن اداره سندس عزت افزائي ڪئي. نه ته اسان وٽ عام روائت هي آهي ته گهر جي مرغي دال برابر. يا اچان به هيئن چوندا آهيون ته گهر جو پير چلهه جو مارنگ.

ٻمبر ٻي گڏجاڻي جا پڻ هڪ ”سنڌي فنڪار“ سان ڪئي ويئي ۽ وڏي ڳالهه ته سندس ”جيئري هئڻ“ جي باوجود به ملهائي ويئي اها مجلس سنڌالاجي هال ۾ گذريل هفته مورخه ٻارهين ڊسمبر صبح جو ٿي

گذري. اهو خوش نصيب سنڌي سائين ظفر ڪاظمي آهي جو پنهنجي فن سان عشق ۽ ڪمال نقط نظر ان مان ۽ مرتبي جو پورو پورو حقدار هيو جو ڪيس ڏنو ويو. هيءُ بي ڳالهه آهي ته ظفر سائين اسانجي سنڌ جو قومي مصور آهي ۽ جنهن پنهنجي زندگيءَ جا بهترين سال سنڌي ڀهراڙين جي سونهن کي چٽڻ ۾ سيڙايا آهن. شاه جي سورمين کي چٽڪاري جي تصويرن ۾ آڻي ظفر جا سنڌي لوڪ ادب جي عڪاسي ڪئي آهي ان جا ڀهرا ڪيس الله پاڪ ڏيندو. ڇو ته اسين سنڌي آهيون ۽ پنهنجن کي سچي سڪئي وهواه ڪندي ٻه وات ۾ لڦون ڀونديون اٿئون. ظفر شاه کي منائي ورهائڻ گهرجي ۽ بخت زور اٿس جو اسان کان زوري شاباس حاصل ڪري ويو نه ته اسان کان اهڙي خطا عمر ڀر ڪانه ٿي آهي. ظفر سان گڏجاڻيءَ واري مجلس کانپوءِ سندس تصويرن جي نمائش شروع ٿي جنهن لاءِ اٽڪل ڇاليهاروڪن "تصويرن" جو انتظام ڪيل هيو. انهن تصويرن جي گڏ ڪرڻ لاءِ سنڌ الاجيءَ وارن کي ڪيترا نه ڪشالا ڪيڏا پيا هوندا انهن جو ڳهٽ ۾ ڳهٽ مون کي اندازو هيو. ڇاڪاڻ ته تصويرن جو خريدار پنهنجي ذاتي تصوير ڪڏهن به پاڻ کان الڳ ڪرڻ نه چاهيندو آهي. ظفر ڪاظميءَ جي فن بنسبت حميد سنڌي، حميد آخوند، ع . ق شيخ، ابراهيم خشڪ، ۽ محترم سائين پناه علي شاه جن ڪافي روشني وڌي جا فن کان وڌيڪ ڪاظميءَ صاحب جي شخصيت متعلق هئي.

سنڌ الاجيءَ جي آداره پاران هن قسم جي علمي ۽ ادبي گڏجاڻين ۽ نمائشن جو سلسلو جاري رکي، سنڌ جي نوجوانن ۽ ايرنڌڙ فنڪارن، مصورن، اديبن ۽ سگهڙن سان، جو قلمي ۽ ثقافتي ناتو، نباهيو وڃي ٿو ان لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلر محترم محمد الياس ابڙو، سنڌ الاجيءَ جي سربراه مهتاب اڪبر راشدي ۽ سندس سيني سائين ۽ ٻانهن ٻيلين واقعي ڏي ڪيرون لهڻيون. واليءَ درويشي آهي ته سڀاجهي سنڌ جو هي تهذيبي مرڪز سدا شاد باد رهي.

( آمين )

۱۸- ڊسمبر ۱۹۸۳ع

## ڪهڙا حال سڻاوان دل دا:

ٻن ادائي مهينن کان پنهنجي ڪالم ۾ غائب ٿي رهيو آهيان. غير حاضري لاءِ قصوروار آهيان. پڙهندڙن کان هٿ جوڙي معافي ٿو گهران. ان گڏ پنهنجي صفائي پڻ پيش ڪرڻ فرض ٿو سمجهان. جيئن انهن سڄڻن جي غلط فهمي ٻه دور ٿي سگهي جن ڏوراپا ٿي ڏنا. هڪ ٻيڻ ته ماڳهين ميڙ وٺي اچڻ جو مهڻو به ڏنو. توڙي جو اهڙي ڪا ڳالهه ته نه هئي. لکڻ کان ڪا هڙتال يا هٽ تاڙ ته نه ڪئي هيم. مهينو ماسو ته ملڪ کان ٻاهر وڃڻ ڪري لکڻ کان لاچار هيس. باقي ٽي هفتا ڪن ڳسڙ ۾ پير برابر هنيو هيم. پر اها ساهي پٽڻ به لازمي هئي. ٽن ڪلاڪن واري فلم شو ڪي به انٽرول ٿيندو آهي. مون ڪي ته هر هفتي سانده لکندي ڪيئي مهينا ٿيا هوا.

در اصل سچي ڳالهه هي آهي ته آءٌ ڪو قلم ڪار يا اديب ته آهيان ئي نه. چپ جا چنبا توڙي اڪيون باز جهڙيون بيشڪ هجن پر هوءَ نمائي ڪو شهباز ته نه سڏبي. سنڌ جا اديب سائين جيئڻ سدائين. آءٌ ڪو سندن جتيءَ ۾ پير ته نه وجهي سگهندس. ادب منهنجو شونق يا ذوق نه آهي پر مجبوري آهي. جو ڪجهه مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڏٺو آهي اهو جي پاڻ وٽ جمع ڪري رکان ۽ نه لکان ته هوند ڦاٽي مران. ان ڪري لکڻ لاءِ آءٌ پاڻ آتو هوندو آهيان ڇاڪاڻ ته منهنجي دل جو بار ٿو هلڪو ٿئي. منهنجي تڪڙ لاءِ هڪ ٻيو سبب پڻ آهي. اهو آهي منهنجي عمر جو ٻڏنڪ ٻڏلنس. هيو ته الاهي ساترو پر سڀ سرمايه ڪائي ٻي ڪتائي ڇڏيم. هاڻ ته ڏڪيان پيو ڇڙو اوڌر تي. ان ڪري ويتر جلديءَ ۾ آهيان، ته سيگهه ڪري هني جو بوجهه هتي ئي لاهي آجو ٿي اڏامان ته بهتر.

لکڻ لاءِ اهڙي آبهر اڳ ڇا لاءِ نه ٿي ڪيم جڏهن عمر جي منڊ موسم به هئي ۽ وري لکڻ تي ڪا بندش به نه هئي؟ ان لاءِ جوڳيا

سبب هيم. آءٌ سرڪاري نوڪري ۾ هيس. توڙي جو ڪنهن به سرڪاري ڪاروبار سان سڌي طور منهنجو ڪوبه واسطو ڪونه هيو. سواء ميراسي قسم جي ڊيوٽيءَ جي، جيئن ته آءٌ اطلاعات کاتي ۾ ملازم هيس. پوءِ سرڪاري نوڪرن تي پيٽ پالينديءَ آءٌ ڪهڙي منهن سان زور ۽ ظلم خلاف آواز بلند ڪرڻ يا آزادي ۽ ادب جي وڪالت لاءِ قلم کڻي ٿي سگهيس؟ عوام جي اڪثر پريشانيون آهن پابنديون ۽ بندشون. اهي عنايتون عطا ٿيل هونديون آهن جهان خان جون، ۽ آءٌ جهان خان جو پگهاردار نوڪر. پر جي ناسوديءَ تي لکان به ها ته ان جو اثر ڪهڙو ٿئي ها؟ باقي جڏهن نوڪريءَ ۾ نه هيس ۽ اخباري دنيا ۾ پير پاتم ته "پڙهي" تي لکندو رهيس. وڏي واڪي ۽ واڇٽ ڪندي. اخبارن ۽ پريسن تي ڪيئي ڀيرا بندشون پيون ۽ ضمانتون ورتيون ويون. وارنٽ به جاري ٿيا. تڏهن باقي رياست خيرپور ۾ ڀڄي وڃي نوڪري چا لاءِ ڪئي هيم؟

نوڪريءَ واري دور ۾ به آءٌ لم ٽپ تي ٽڳندو رهيس. آءٌ ڪامياب ڪامورو ٿي نه سگهيس. جا منهنجي بد بختي هئي. ان ڪري هڪ ڪان ٻيءَ ڪنڊ طرف تڏيو رهيس. ٻارهوئي عتاب ۾. هر ڇهين مهيني بدلي. گرميءَ ۾ ملتان ۽ سياري ۾ ڪوئٽيا، ڪاميابيءَ وارو نسخو هيو ته سولو پر منهنجي رس کان ٻاهر هيو. مون لاءِ اندر واري آواز کي هيسائي دٻائڻ اهنجو ۽ اوکو هيو. پين لاءِ ڏنم ته اهو ڏائي هٿ جو کيل هيو. هو پنهنجي ضمير کي اڻين نڙيءَ تي ننهن ڏيئي نپوڙي ناس ڪندا هوا جئن ڪا ڏائڻ عورت پنهنجي اڻ گهربل چاوِل ٻار کي گهٽا ڏيئي پوساڻي ماري.

رٽائر ٿيڻ کانپوءِ به آءٌ پنهنجي الڳ نموني ۾ حياتي جي اهائي اڏنگي چال هلندو رهيس. هميشه جيان پاڻ تي ڏاڍ ڪري پورهيو ڪندو رهيس. دنيا نرڳ وڃي يا سرڳ، چاڪيءَ جي ڏاندڪي ته گهاڻي ۾ وهڻو هيو. منهنجو دشمن منهنجي سوچ هئي. خيال کي ڪو هڪ هنڌ ٽڪاءُ ته هيو ئي ڪونه. پاڙ جا تنباءُ سدائين وتيا ٿي ويرانين ۾ خاڪ بسر ٿيندا. حال ۾ رهندي به آءٌ سدائين ماضيءَ جي جهپڙ ۾

چو لنيو قائل رهيس. جن تہ سگ سوڌو پڪڙيو هوائين. مستقبل تہ منهنجي سنوت ۾ ڪڏهن نہ آيو. شايد ڪيس ايترو هيٺ جهڪندي لڄ ٿي آئي. سموري زندگي هڪ اهڙي ڏوهاريءَ جهڙي رهي جو دربدر رلندو بہ رهي ۽ روپوش بہ هجي. اهڙي حال منهنجو لکڻ طرف اچڻ فقط هڪ اتفاق هيو ۽ نہ ارادو.

هلال پاڪستان جو هاڻوڪو ايڊيٽر دل گهريو دوست اٿم. ڪيس اهڙن لکڻ وارن جي لوڙ هئي جي ٻوليءَ جي ٻيگر وهي سگهن. اکرن جو وکرو تہ مونکي بہ نہ ٿي آئڙيو، پر ڪير ويٺو ڦوڪٽ ۾ پنهنجو مٿو کپائي. وڏو پئو هيم اديبن جو. متان ڪاوڙجي وڃن ۽ چون تہ هي بوڪڙو وري ڪٿان ساماڻو؟ هيءَ ڪانويلي آهي ڪير جا مورن وچ ۾ ٿي شور مچائي. پر جڏهن پاڻو ناصر وات ويچارو ڪري ڪالم لکڻ لاءِ چيو تہ آءٌ ٻڏتر ۾ پئجي ويس. منهن جي ڪونئري گهتا پتائي. آءٌ بہ کنڌ کڍائي نہ سگهيس. ائين الله توهار ٿي ۽ ائين قصو هلندو رهيو.

قضا الاهيءَ سان بہ چار مضمون چنگا موچارا لکجي ويا. جا ڪا وڏي ڳالهہ نہ هئي. خالي حادثو هيو. ڊارون Darwin هڪ هنڌ لکيو آهي تہ جيڪڏهن ٿي سؤ پولڙن کي ٽائيپ ڪرڻ جي سکيا ڏيئي ٿي سؤ سال سانده ڪانئن ٽائيپ جو ڪم ورتو وڃي، تہ سندن ٽائيپ ٿيل ڪاڳرن ۾ اهڙا گيتن بيتن ۽ شعر جا شاهڪار ڏنا ويندا جنهن پايہ جي نظم ڪوبہ مها ڪوي لکي نہ سگهندو. اهو آهي اتفاق جو معجزو. منهنجي معمولي سوپ بہ ساڳي سبب هئي، پر سڄڻن واه واه لائي ڏني. سمجهي ويس تہ هاڻي دير ڏيڻ لازمي هئي. نہ تہ اها وهواهہ منهنجو سر نيندي.

نہ فقط چڱو دماغ اٿم، پر وڏي ڳالهہ تہ اها چاڻ بہ اٿم. ان ڪري هميشه پاڻ تي اک تيٺ ڪري ڪڙي نظر رکندو ٿو اچان. ائين نہ ٿئي جو بي خياليءَ ۾ هجان ۽ مسالو سرس اچي وڃي. پوءِ پيچ ڪندي تي ٿي وڃي. ۽ آءٌ پيرن بجاءِ پين تي هلڻ شروع ڪري ڏيان. پنهنجي تہ نهيو پر پين جي بہ زندگي زهر ڪريان. هونئن بہ مون کي وهواه پائڻ نہ پوندي آهي. توڙي جو وڻندي ضرور اٿم. هر انسان ۾

انا جو عنصر رکيل آهي جو واڪاڻ ڪرڻ سان وڃي ڏينڌ ريءَ جيان ڦوڪبو. جيسين وڃي ڦوڪڻو ٿاٿي. مون ۾ به اهڙو ذرڙو ضرور آهي جو ڪڏهن زوڪات ڪندو آهي. هاڻ ته وري به شڪر آهي جو ساراه تي پاندواٿي ايندي اٿم. اڳ ته اهو حال جو نڪبر وهي چڙندي هئي. اهو ئي سبب آهي جو تيزگام ٺلندي وچ ۾ هرويرو ڳهه ڪري پنتي پرڪندر آهيان نا بيهي رهندو آهيان. جيسين ٻارو هيٺ لهي. پير به ذرتيءَ تي رهن. بي حالت ۾ الاجي ڪٿي وڃي جيڪر دنگ ڪريان —
اهو سبب هو رتي ڏيڻ ۽ ساهي پٽڻ جو —

مولانا جاميءَ جي هڪ فارسي بيت جو ترجمون آهي ته "اندر جو احوال پنهنجي يار سان وٺهي اوريم. ڪن لائي پڌي يا پڌوائڻ پڌو ڪري ڇڏي، اها سندس مرضي. منهنجو ڪم هيو پنهنجي گفتگو ڪرڻ سان اها پي ڪيم." مونکي به پنهنجي صفائي پيش ڪرڻي هئي ۽ ان بهاني ڳالهه ٻولهه ڪرڻي، اها وينو نباهيان. آءٌ پنهنجي پڙهندڙن جو تهدل سان شڪر گذار آهيان جي وقت سيڙائي مون جهڙي واندي مل جي ويهي وينا واچين. خاص طور انهن سڄڻن جو ٿورائتو آهيان جن وقت بوقت سڪ ۽ قرب جا پنا لکي منهنجي عزت افزائي پئي ڪئي آهي. سچ پڇيو ته آءٌ انهن اکرن جي لائق ئي نه آهيان جن سان مون کي نوازيو ٿو وڃي. اهي سندن لک لائق جو املهه ماڻڪ موتي سمجهن. مون ۾ جو گند ڪچرو سمايل آهي اها خبر ته مونکي آهي. جڏهن به ڪا ميونسپل جي گند واري گاڏي رستي ڪان گذرندي ڏسندو آهيان ته دل چوندي اٿم ته جيڪر مونکي پئي ٻوهر سان ميڙي گاڏيءَ ۾ وجهي ڪنهن ڍير تي وڃي ڦٽو ڪن — ته - خس ڪم جهان پاڪ.

۱۰- ڊسمبر ۱۹۸۲ع



* ماڻهو دنيا جي وڏين عظيم بناڙي چوٽين تي چڙهي سگهي ٿو. پر هو اتي گهڻي وقت تائين رهي نه ٿو سگهي.

## ڀائي ڪنور، ريشمان ۽ مائي شابده

مون ڪنور ڀڳت کي ڳائيندي ۽ نچندي ڏٺو. ڪيس ان ڪيف ۽ مستيءَ ۾ به جهرمندو ڏٺم جڏهن ڳائيندي سندس نيڻن مان نير جاري رهندا هوا، ۽ نچندي ڳلن مان ڳوڙها ڇٽي ڇير جي ڇمڪار ڪان ڳنڍر تي هيٺ ڇڻڪار ٿيندا هوا. پاڻ تہ مدهوشيءَ ۾ مست هوندو هيو پر ٻڌندڙن جي لونءِ لونءِ ۾ ڪانڌارجي ويندي هئي. هُن جي لوڏ ۽ ڪنڌ ڌڻ ڪندي رڙندڙ تي رهيو.

ڪين وئي عمر تنهنجا ماڙيون ۽ بنگلا
سون ڪڙيون ڪنماں
مونکي تن ماروئڙن جي.
ماروئڙن جي سانگيڙن جي
آءُ ڪانگا ڪر ڳالهه.

ڳائڻ ۽ نچڻ ۽ ڇيرن جي ڇمڪار تہ ٿيو بہ مون گهٽي ڏٺي ۽ ٻڌي. پر اهو ڪنور واري ڪيفيت جو لقاءُ ڪٿي ڪونہ ڏٺم، جو راڳيندڙ پاڻ بہ روح ۾ هجي ۽ راڄ بہ رهيت ڪن. سچو لئہ اوساڻ ۽ ٻڌسي لاءِ پورهيو ڪرڻ ۾ ڪيڏو نہ فرق هيو. ويراڳين ويراڳ ڳائي اندر جي اڪيڙ کي اڀاريو تي ۽ نچڻين نات ڪري نوڻن کي ڪيسن ڪان ٻاهر تي ڪيو. ڪنور واري لئہ جو واس وري ٻيهر مون ورتو ”سائين مرنا“، ”ٻانڌ خان“ ۽ ”مائي ريشمان“ جي آلاپ ۾. انهن ٽنهي جي راڳ بہ مون کي روئاريو ۽ زار زار روئاريو. اڄ ڏينهن تائين انهن جي آلاپ لاءِ تڙفندو ٿو رهان. خاص طور مائي ريشمان جي راڳ ۾ ڪنور واري فراق ۽ ڦوڙائي جي لغار ٻين کان مڙڙئي ڪجهہ سرس ڏٺم.

مون تي مائي صاحبہ ڏاڍي مهربان هئي ۽ سائس ڪوئٽيا ۽ ملتان ۾ ڪافي سريليون ڪچهريون ٿينديون رهيون. پر ڪڏهن پيٽ نہ ڀريو. مون کي ريشمان سراپا ”سسئي“ تي ڏسڻ ۾ آئي ان ڪري هر ڀيري ڪيس لڪي ڇپي نگاہ سان ڏسندو رهيس. ان ڪري تہ مبادا مون کي ”ايل ٻنوهار“ ڄاڻي رڙ ڪري ڌرتي نہ ڦاڙي وجهي، ۽ آءُ ٻيو جنم

جنم ۾ خوار خراب ٿيندو رهان. ريشمان جي پڇور واري آلاپ جي گونج اڄ به منهنجي ڪنن ۾ واجٽ ڪيو بيٺي وڃي ته!

"ڪڙهيو شهر پڇور ديهو - تسين نڪ وچ نٿ نه پائيو
مين پل گهٽي هان، تسين نه پلٽان -
ياري نال بلوچ دي نه لائيو."

جادو آلاپ ۾ آهي يا اُڪرن ۾؟ يا وري وچان ئي ڳائيندڙ جي اندر وارو سيلاب آهي جو ٻڌندڙن کي به سيراب ڪري ڇڏي. اها خبر خداءِ کي.

پوءِ سڪندي سال ٿي وياه ميلا ۽ محفلون ته گهڻيئي گهمندو رهيس. ان تلاش ۽ تات ۾ ته من نه من ڪٿي ڪنهن لطيفي لات جو ٻڙاءُ ڪن پئجي وڃي ۽ اندر جو سڪر سلو ساٿو ٿي وڃي. ٻر ٻيو پلوه ڏٺم ته هر هنڌ حلال ڄاڻائيندڙ ڳچيون ئي هيون يا وري ڪنهن ڄاڙيون ئي ڏڪايون، تونئي جو زور سارو اچان پري هيو. اُڪر به اهي ئي هياه آلاپ به سريلو هيو. ٻر شايد اها ڳاچ ڪنهن آلاپي ئي ڪئي، جا اُڪين ۾ برسات آئي وڏ ڦڙو وسائي. تازو ڪراچيءَ جي رنگين والا هال ۾ سهڻي پيٽائيءَ جي ورسي ملهائي رئي. اسان جي برڪ اديبن ڏاڍا سهڻا مقالا پڙهيا. ڪن جوندا اُڪرن ۾ پنهنجي عقيدت جا گل چاڙهيا. ڪن راز ۽ اسرار جا نفيس نڪتا بيان ڪيا. ڪي اهڙا به هئا جن لطيف کي سائنسدان ثابت ڪيو ۽ ڪن وري درويش کي تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي جهنجهٽ ۾ وچڙائڻ جي ڪوشش ڪئي. ليڪڪن سانگڏ شاعرن ۽ وزير صاحبن به شاعر اعظم کي خراج تحسين پيش ڪيو. هڪ ٻن مقالن جا مضمون منطقي ۽ مونجهاري وارا به هئا جي مون جهڙي اڻ ٻهاڻ ۽ چتڪي ذهن جي سمجهه کان گهڻو مٿي هواه آخر جڏهن مائي عابده جي ڳائڻ جو وارو آيو ته هر هڪ حاضرين ويهي سک جو ساهه پٽيو. سيمينار ست ات ڪلاڪ سانده جاري هئڻ ڪري ٿڪاوٽ جو غالب ٿيڻ لازمي ڳالهه هئي. خاص طور جڏهن مقالن ۾ ڪجهه مضمون اهڙا به دقيق هوا جن جي ٻڌڻ ڪانپوءِ سامت ۾ اچڻ لاءِ سال ٻن جي مدت درڪار هئي. .... .... .... ....

مائي عابده جڏهن اسٽيج تي اچي هي اعلان ڪيو ته اڄ هوءَ سهڻي لطيف جي عاشقن ڪنور ۽ نارو پڳت جي ريت پريت وارو آلاپ آلاپيندي ته هرهڪ جي دلي ڌڙڪڻ ۾ اِضافو ٿيڻ هڪ قدرتي امر هيو. مائي عابده نه فقط سنڌ جي سريلي ۽ سهڻي ڳائڻي آهي پر سندس شمار ملڪ جي چوٽيءَ وارن فنڪارن ۾ ٿئي ٿو. پر اڄ مائي عابده ڪنهن ”اور“ رنگ ۾ ٿي ڏٺي. نه فقط ڳائڻي پر ويراڳ آلاپيندي ”مائي ميران“ ٿي لڳي. وري ڦهر اهو ڪيائين جو سائين سليمان جي دل دهلائيندڙ ڪافي شروع ڪيائين .......

ڪٿي پرچايان نو ڪي
ڪيئن ريجهايان
ڏس ڪو ڏانو“

هون لاءِ هي بحريون پيرو هيو جو مائي عابده ڪي ان عارفانه روپ ۾ ڏٺو هيو. آلاپ هيو يا ورلاپ: آزيون هيون يا نيازيون. چڻ اِملان اِبلائي رهي هئي. ”ڪيئن پرچايان، ڪيئن ريجهايان! ڦيريون پايان، ڇمر ڇمڪايان! ڏس ڪو ڏانو!“ راڳ جو رعب تاب ۽ حاڪمانو تاب ئي نرالو آهي! آلاپ جي آمد تي خود عابده جي اکين ۾ آب چمڪندو ٿي رهيو. شاهه جي هڪ سٽ ذهن تي تري آئي.

سهسين سانگ بوڙيون – سنڌ بوڙيو مهراڻ

واهه مائي عابده واهه. الله پاڪ توکي خوش رکي. ان عشق ۽ الفت کي اڃان به انتهه ۽ اپار ڪري. جو مقالن پڙهڻ جو هنياءُ تي بوسٽ چڙهيل هيو اهو ته تنهنجي ”الو ميان“ سان غبار ٿي ويو. ائين ٿي ڄاتم ته سهڻجي من تي چڙهيل زنگ لهي اندر قلعي ٿي رهيو هيو. تنهن جي مهرباني ۽ لک لائق. راڳ تو ڳايو ۽ سال به عمر اسانجي وڌي ويئي. جي سنڌ جي پوڙهن کي عمر وڌائڻ جي ان نسخي جي پروڙ پئجي ته پوءِ انشاءَالله اسان وٽ بقول پنائيءَ جي ”هوندا سي دمان“ بدو جڻ آلاپ عابده جو.

۲۳- ڊسمبر ۱۹۸۳ع

# نئون سال مبارڪ

جئن ڪا ڪهاڻي توڙ تي پهچي پوري ٿئي ٿئن تمامي سال جي به اڄ پڄاڻي ٿي. ڏاڍو خراب خواب ڏٺو. ڀانئڪي رتو رت ڏٺم. هاتفي آواز آيو ته تون مري چڪو آهين. عجب اهو جو آءٌ مري وڃڻ بعد به مونکي خبر ٿي نه پيئي. شڪر ٿيو جو اک کلي ويئي ۽ ڪمال ختم ٿيو. اڄ کان نئون سال شروع. بوءِ نوان خواب ۽ نيون ڳالهيون. ايندڙ سال الاجي ڪيئن گذرندو؟ اها اڳڪٿي ته شايد ڪو جوتشي ڪري سگهي. پر اها جاچ پڙتال ڪير ڪندو ته الوداع ڪندڙ سال ڪيئن گذريو؟ ماضيءَ جي سمجهڻ لاءِ ته سوچ کپي. اهوئي اڪيلو طريقو آهي ماضي کي سمجهڻ جو ۽ ڪيس بدلائڻ جو. آخرڪي حادثا ٿيا ۽ واقعا ٿي گذريا. برابر پر سندن اصلي ڪارڻ ڪهڙا هوا؟ تاريخ پروسو رکي ٿي يادگيريءَ تي. وري ياد جو واسطو آهي دلي ڪيفيت سان، دلچسپي سان. دلچسپي سان ۽ دلي اراده سان. آئينده جي ارادن کي عملي جامون پهرائڻ لاءِ هي ضروري آهي ته اسين اهو ڪجهه ذهن ۾ رکون جو ويجهڙائيءَ ۾ اسان جي اکين آڏو ٿي گذريو. خاص طور اهڙي سال جي روئداد جنهن جهڙو تاريخي سال نه ١٩٤٧ع هيو ۽ نه ١٩٤٣ع. سال سڌورو هيو يا ڳورو؟ اهو چوڻ ڏکيو آهي. پر هي خاطري سان چئي ٿو سگهجي ته سنڌ کي هي سال وسارڻ لاءِ شايد ڪيئي سال پيا به لڳي وڃن.

گذريل سال ۾ ننڍا وڏا ڪيئي ڪارناما ٿي گذريا، ڪن همان لاڏائو ڪيو. ڪي نئون جنم وٺي هت وارد ٿيا. ڪي پڙهائي پوري ڪري روزيءَ رسيا، ڪي نوڪرين کان رٽائر ٿي پينشن تي ويا. هڪڙن شاديون مراديون مائيون، ڪي ڪنئيل راند به هارائي ويٺا، ڪي حادثن جو شڪار ٿيا ۽ ڪي واقعن جي چپيٽ ۾ آيا. ڪن

ٿولي نئين رنگ رچايو، ڪي محرم جي ماتم ۾ محو رهيا، ملوڪن شهزادن ني ڪيو ۽ گگدامن ڦتڪندي جان ڏني ـ ڪين اها ڪل ته خاندان پنهنجي ته سندن قصور ڪهڙو هيو، جو وهيو ۽ واپريو اها ته ٿي هڪ جي قسمت ۽ ڀاڳ! پر اهو ليکو ته ڪتابون تــه تيراسيءَ ۾ ۾ اسان ڇا گنوايو ۽ اسان ڪي ڇا هڙ حاصل ٿيو؟

سال تيراسيءَ جا ٿي واقعا عجيب ۽ غريب هــوا ـ ڪين ٽرئجڊي سڏبو وڃي يا ڪاميڊي؟ ڊراما هوا يا حقيقت؟ اهو چوڻ البت محال آهي، ڇاڪاڻ ته وقت جي رهڪري ۾ اچي سڀ لڙهي ويا ـ تــوڻي جو اهي واقعا زنده اسٽيج تي اسانجي اکين آڏو ٿي گذريا ـ پـــر هــي حقيقت آهي ته تنهي واقعن جـــي تيراسي هجريءَ واري عظيم واقعـــي ڪربلا سان نه فقط مشابهت هئي پر نسبت پڻ هئــي. اهــي واقعا هن طور آهن.

(۱) ماه فيبروري جي ۲۴ تاريخ سانجهيءَ ٽائي ، ڪراچيءَ جـــي سمنڊ ڪناري، هاڪس بي تي، پرديسين جو هڪ اهــڙو قافلو اچـــي پهتو جنهن جي منزل، ڪربلا معليٰ هئي. قافلي ۾ سادات گهراڻه جا ٻار ٻچا عورتون ۽ مرد جملي ۳۸ ڄڻا شامل هوا ـ ڪين بشارت مليل هئي تــه سمنڊ وسيلـــي سفر ڪري اچـــي منزل ماڻين. جنهن مقصد لاءِ پيڙين بجاءِ لوهي ٽين جون وڏيون پيٽيون ساڻ آنــدل هيون. اڌ رات جي چانڊوڪيءَ ڏاري ٻار ٻچا ۽ عورتون اندر ويهاري پيٽين کي پاڻيءَ ۾ هاڪاري الله توهار ڪئي ويئي. جڏهن قافلو لهرين جـــي لپيٽ ۾ آيو ته پوءِ گهڙو پڳو منڌ مٿي ۽ وسيلا ويا. قافلي مـــوت ڪاڏي پـــر ديرَ ٿي چڪي هئي. ڪجهه ماڻهو بچايا ويا ۽ باقي پيٽين اندر منجهي مئا يا ٻاهر ٻڏي مئا. عقيدو هيو ۽ اعتقاد به هيو پر سمر ساڻ نه هيو ـ

(۲) ٻئي واقعي جي شروعات ماه آگسٽ جي وچ ڌاري ٿي. اسان جي ڪنهن همراه کي خواب ۾ بشارت ٿي يا سجاڳيءَ ۾ سندس پني ٻي ريئي ته واڙو ڪر ـ "پوءِ مرجي ماري سڪ وسندي سنڌڙي." نمايا سنيها ڪيا ويا ته اچوڙي سورن واريون ته ڪريون سورن پچار.

سيدن جي قافلي وارن تہ پيٽين جو سمر ساڻ ڪنيو هيو. هتي تہ هوا سڀ هٿن خالي. پٽ پڌر تي ڇڻ وينل ڳيرا. سڀ مسڪين ڳوناڻا ماڻهو. جڏهن ملوڪن مورچا سنڀالي مارو شروع ڪيو تہ مسڪينن جو موت اچي ويو. ڪي ماريا ويا ڪي زخمي ٿيا ۽ باقي جيل اماڻيا ويا. ڪو سوال هي نہ آهي تہ پنج سئو ماريا ويا يا پنجاه مئا. پر سوال هي آهي تہ ڇا لاءِ ماريا ويا.

(٣) ٽئين واقعي جو تعلق آهي "ديوارين" سان جنهن ڪي ڊرامائي شڪل ڏيئي ٽيليويزن تي ڊيڪاريو ويو. ساڳئي وقت جڏهن سنڌواري ٽريجڊي اڳيئي زنده اسٽيج تي جاري هئي. "ديوارين" ڪي ڊرامو سڏيو وڃي يا ڪهاڻي؟ پر حقيقت ۾ هي ڀهراڙيءَ جو هڪ عام رواجي واقعو آهي جنهن ڪي سر "ڪيڏاري" ۾ شاه پٽائيءَ پڻ ڳايو آهي. هن واقعي ڪي پنهنجو خاص مقصد ۽ خاص پيغام آهي. هي ڊرامو روزمره اسانجي اکين آڏو ٿي رهيو آهي. ڪيئي هاشم صليب تي چڙهي چڪا آهن ۽ ڪيئي رائيون ڏاڳهہ تي چڙهڻ لاءِ تيارين ۾ آهن. انهن ديوارين ڊاهڻ لاءِ اسين ڇا ڪري رهيا آهيون؟ آخر ان اونداهيءَ جو ڪڏهن انت ايندو؟ حق سچ جو ڀڻ ڪڏهن سج اڀرندو يا اونده ۾ رهڻ اسان جو مقدر ٿي چڪو آهي.

٣١ ڊسمبر ١٩٨٣ع

---

## سارنگ ڪي سارين

ڪڪر منجهہ ڪپار، جهڙ نيڻنئون نم لهي،
جهڙا منهنجا سپرين، تهڙا ميگهہ ملار،
ڪڻ اکيون، ڪلہ يار! وڃن سور سنڌا ڪيو.

.... .... ....

سارنگ ڪي سارين، ماڙهو، مرگهہ، ميهون،
آڙيون آبر آسري، تازا تنوارين،
سپون جي سمونڊ ۾ پئي سج نهارين،
پلر پيارين، تہ سنگهارن سک ٿئي.

(شاه)

## آزادي ۽ خيرات؟

تازه ڪراچيءَ ۾ قائداعظم اڪيڊمي ڪانفرنس سڏائي وئي جنهن جو افتتاح صدر ضياءالحق ڪيو. سپاسامي ۾ صحافين ڪائيونس گهر ڪئي ته کين لکڻ جي آزادي ڏني وڃي ڇاڪاڻ ته ملڪ ۾ صحافت تي پابندي پيل هئي. صدر پنهنجي جوابي تقرير ۾ صحافين کي ياد ڏياريو ته انگريزن جي زماني ۾ جڏهن صحافت تي بيحد بندشون هيون تڏهن ته هن ملڪ نامور ۽ بيباڪ صحافي پيدا ڪيا، ۽ هاڻ ڪهڙي سبب قلم جا اهڙا سپهه سالار پيدا نه ٿا ٿين؟ ”ڇا ائين ته نه آهي جو هاڻوڪا صحافي ۽ سندن اخبارون اشتهار، ڪاغذ جي ڪوٽا ۽ مال پاڻي ڪٺي ڪرڻ ۾ رڌل آهن؟ اخبارون ۽ رسالا ته عام جام هوا. ڇپائي به رنگ برنگي ۽ دلڪش هئي. صفحا به برڪت پريا هوا ۽ اهي به باتصوير. پوءِ ڪهڙي ڪارڻ صحافت سطحي سڪٺي ۽ کوکلي هئي“. ظاهر آهي ته اهڙن سوالن جو صحافين وٽ ڪو جواب ڪونه هيو.

منهنجي راءِ ۾ آزاديءَ جي علم بردارن کي هيءَ خوش فهمي هئي يا غلط فهمي، ته آزادي هٿ ٻڌي گهرڻ يا عريضي ڪرڻ سان کين پليٽ ۾ پيش ڪئي ويندي. ان ڪانسواءِ ڪائن هي به شايد وسري ويو هيو ته قلمي آزادي ڪو شخصي يا شهري آزاديءَ کان الڳ چيز ته نه هئي جو سندن حوالي ڪئي وڃي. نه وري آزاديءَ لاءِ ڪنهن سرڪاري لئسنڻ جي ضرورت هئي. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو ته اڪرن جي اوٽ ۾ هر ڏر پنهنجي ان خام خيال جي پنيرائي ٿي ڪئي جنهن مون کو ڪڙتيل نڪرٽو ئي نه هيو. آزاديءَ لاءِ اونو ۽ اٿڻ نه اخبار وارن کي هئي ۽ نه ڪو صدر صاحب کي حاتم طائي ٿي سخا ڪرڻ جو شونق هيو. ٻنهي طرفن جي بي رخيءَ سبب ملڪ جي صحافت

ڪوريئڙي واري چار ۾ ڏينهون ڏينهن چوڪيو جڪڙبي ٿـي رهي . جي اها حالت رهي ته اهو وقت ڪو گهڻو پري نـہ آهـي جو ماڻهوءَ کـي فقط ان سبب گرفتار ڪري رجوع ڪيو ويندو تہ ”هـو سوچي رهيو هيو.“

چاڪاڻ جو اخبارن جي منظوري، (Declaration) اشتهار ۽ ڪاغذ جي ڪوٽا سڀئي ساز سامان مرڪزي سرڪار حوالـي آهن ، انڪري پريس جـي پاليسي سـدائين ”سرڪاري چاپلوسي“ ۾ رڌل رهي ٿـي ۽ اخبارون پاڻکي ماڻهن ۽ ماڻهن جـي ڏکـن سورن ۽ اهنج ايذاءَ جي پڪارڻ ۽ واڪا ڪرڻ لاءِ ذميوار نہ ٿيون سمجهن. نہ وري ڪين ان علائقي يا صوبہ لاءِ ڪو عزت احترام يا همدردي آهي جنهن ڪين پنهنجي گود ۾ پناه ڏني آهي يا پالنا ڪئي آهـي . اسانجي صوبہ سنڌ ۾ پنج سئو چوونجاه اخبارون ۽ رسالا باقاعده شايع ٿي رهيا آهن. جـن ۾ اٺتيهہ روزانـہ اخبارون، هڪ سئـو ست هفتيوار، اڍائـي سئو ماهيانہ، اٺاسـي ٽماهـي ۽ اسـي ڪن ٻيون متفرقہ اخبارون آهن . انهن اخبارن جي ڪالمن ۾ سموري دنيا جو درد ڀريل آهي سواءِ سنڌ جي ماڻهن وارن مسئلن جي. سنڌ جي ٿر ۾ ڏڪر پوي تہ ڇا، ڪوهستان ۾ ڪٿي قيامت اچي يا ڀهراڙين ۾ ٽائيفائيڊ پوي تڏهن بہ ڪا ٻڙڪ ٻاهر نہ ڪيندا، باقي ڪراچيءَ ۾ گٽر جو ڍڪڻ گم ٿيندو تہ وڏين سرخين سان آسمان متـي تـي ڪٽي ڇڏيندا جڻ تـہ ڌرتـي ڌٻڻ ڪري ڍڪڻ ڍرڪي ويـل هيو. آزادي تـہ وڏي ڳالهہ آهـي پـر اخبارون ڀهريـون نمڪ حلالي جو حق تہ ادا ڪرڻ سکن !

## اندر جو آواز !

انگلنڊ جي هڪ رٽائر ٿيل چور بابت اخبارن ۾ تازه هڪ خبر شايع ڪئي وئي آهي، جنهن ٽيتاليهہ سال اڳ هڪ دڪان مون عطر (Scent) جي شيشي ڌڪائي هئـي. ان ماڻهو دڪاندار کـي ٽـي سئو رپيا مني آرڊر ڪري روانہ ڪيا ۽ کيس لکـي موڪليائين تـہ ايتري مدت گـذرڻ ڪانپوءِ بـہ سندس ضمير کيس مـلامت ڪري رهيو هيو. انڪري چورايل شيشي جي اصل قيمت ٻارنهن رپيا ۽ باقي وياج جي

رقم حساب ڪري ڪيس واپس موڪلي رهيو هيو ته جئن سنڌس من کي شانتي حاصل ٿئي. حيرت آهي ته انگريز چورن جو ضمير به زنده آهي. ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو اسانجي راشي عملدارن کي به الله اهڙو ايمان ڏئي، ۽ ڪين غيرتمند ضمير بخشي، جو سروس ۾ هوندي ته پلي پيا جاوا ڪن، باقي گهٽ ۾ گهٽ رٽائر ٿيڻ کانپوءِ ته مانهن کان اڳاڙيل ۽ هڙپ ڪيل رقمن جو پنج ست سيڪڙو ئي سهي، مالڪن کي موٽائي موڪلين. من اسان به ائين هام هڻي سگهون ته اسان وٽ به ضمير زنده آهي.

## ڏس پرينءَ کي پاڻ

لاهوت جي اڱڻ فقير شاه پناڻي جي هڪ نئين ڳالهه سڻائي. چيائين ته هڪ پيري سهڻو لطيف سُر ڪندي جڏهن پٽ اوڏڙو ٿيو ته هڪ سائل جو سندس اوسيئڙي ۾ ڏک ونيو پيئو هيو تنهن اچي کيو ته "سائين تقدير ۽ قسمت جي تلاش ڪٿي ڪريان؟" پناڻي گهوٽ نوجوان کي ڪراڙ ڍنڍ ڪناري بيهاري ڪيس چيو "هتي". پاڻ وات وٺي رمندو رهيو. نوجوان جهڪي پاڻيءَ ۾ پنهنجي عڪس کي گهوري ڏسندو رهيو، جو ساهڙن هيو. ويجهو هيو پر پهچ کان پري به هيو. ٿي سگهي ٿو ته قصو شاهه سائين سان عقيدت طور منسوب ٿيل هجي. چاڪاڻ ته ڪتابن ۾ اهڙي ڳالهه جي ڪا تصديق ڪيل نه ٿي ملي. پر اسان جي نوجوانن لاءِ ان ڳالهه ۾ پيغام جي مام ضرور رکيل آهي.

## قسمت جي علامت

مغل بادشاه همايون جڏهن قنوج جي جنگ هارائي هندستان جو تخت گنوايو ته پوءِ سالن جا سال سر بچاءَ لاءِ ڀاڄ ۾ رهيو. آخر ۾ ايران جي شاه طهماسپ وٽ وڃي پناه ورتائين. شير شاه جي حادثه ۾ مرڻ کانپوءِ همايون کي ٻيهر تخت هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيئي نياپا سنيها ايندا رهيا پر ڪيس ڪنهن تي به ڀانور نه ٿي آيو چاڪاڻ ته پاڻن ۽ يارن جي بيوفائيءَ جو ستايل هيو. پر ساڳئي وقت پنهنجي قسمت آزمائڻ لاءِ هڪ عجيب طريقو اختيار ڪيائين. روزانه سج ايرڻ اڳ

ٽي گهوڙي سوار جدا جدا رخ ۾ روانہ ڪيا ويندا هئا. هر سوار تي هي ڪم رکيل هيو تہ جو پهريون ماڻهو کيس دڳ تي منهن پوي، انجو نالو پڇي واپس اچي همايون کي ٻڌائي. نالن جي معنيٰ مون قسمت جو اندازو لڳائڻ پراڻي زماني ۾ عام دستور هوندو هيو. هڪ ڏينهن پهرين سوار کي جا ماڻي ملي ان عورت جو نالو هيو "دولت" يعنيٰ سلطنت. ٻئي سوار ٻڌايو تہ کيس جو ماڻهو منهن پيو انجو نالو هيو "مراد" يعني دلي مقصد. جڏهن ٽئين سوار ٻڌايو تہ کيس جو ماڻهو مليو انجو نالو هيو "سعادت" تہ همايون اٿي کڙو ٿيو ۽ ڪوچ ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنائين. سعادت نالي جو مطلب هيو "خوش نصيبي" سمجهيائين تہ هاڻ سندس ڀاڳ واپس وريو هيو. ڪابل پار ڪري جڏهن پشاور پهتو تہ سندس پراڻو ساٿي ۽ خيرخواه بهرام خان اچي لشڪر سوڌو شامل ٿيو. پوءِ لاهور فتح ڪري اچي دهليءَ جو تخت هٿ ڪيائين.

(تاريخ فرشتہ صفحہ ٣٣٠)

١٣- مئي ١٩٨٣ع

---

## وٽ ڪنجڪ ڪريم جي

چا ڪي وڃيءَ ڇو، ٻيلي ٽئين ٻين جو؟
وٽ ڪنجڪ ڪريم جي، جڳ جو والي جو،
سڄو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين.

جئن ڪا ڪاني ڪانهن، لسندي لاتيون ڪري،
اچي پئي اوچتي، درد پريان جي دانهن،
ويچ! ڏنيئين ڪه ٻانهن؟ سور هنئين کي سامهان.

ڌر تي دونہ جئن، سر پر سپرين ڏي،
اڳو آه، لطيف چئي، تن پريان ڏي ٽئن،
حاصل ٿئي هئن، قرينو قرب جو.

اڳيءَ جو، لطيف چئي، نڪو قال نہ قيل،
الڪئي لامون ڪوڙيون، نيٺين وهي نير،
هنئڙا! ٿي مديرَ، ڪالهہ قريبن اڏيو.

(شاهہ)

## اڻڀي گھوٽ تہ نشا ڏيوي

ويجھڙائيءَ ۾ ڪجھہ نوجوانن سان ملاقات ٿي. سائن نوڪلائيءَ ۾ ڳالھيون مھاڙيون پڻ ٿيون. خيالن جي ڏي وٺ ۾ نوجوانن ڪي اڪثر صافگو پر ڏاڍو ڪاوڙيل ڏٺم. ڪي نوجوان تہ اڦر وھڙن جيان ڪٽرءَ تاوڙا ٿي ڏنا، جو پاڻ تي ڪک بہ سھڻ لاءِ تيار نہ ھوا. پھريون تہ سمجھيم تہ شايد مٿن سنڌي ڊرامن جو اثر ٿيو ھيو جن ۾ سنڌين کي سدائين ڪلھي تي ڪھاڙي ڏيکاري ويندي آھي جڻ تہ ھو رات ڏينھن ماڻھن جون منڍيون لٽندا رھندا آھن. باقي سنڌ ۾ ڀوڪي راھي الاجي ڪير ٿو ڪري! خير. ڏٺم تہ ھو پنھنجي مرضيءَ جا مالڪ ھوا ان قدر جو ڪنھن ٻئي کي سمجھڻ يا ٻڌڻ لاءِ بہ تيار ئي نہ ھوا. ڏين ھي يقين ٿي ويل ھيو تہ محنت ۽ پورھئي ۾ ڪجھہ بہ حاصل ٿيڻو نہ ھيو. ھو سڌي دڳ بجاءِ ڪنھن ڳليءَ يا گھٽيءَ جي ڳولا ۾ ھوا. سندن خيال مطابق جڳ جو چرخو ڪوڙ ڪپٽ ۽ سفارش تي ٿي ھليو باقي سچائي يا ايمانداري لڏي ويل ھئي يا فقط حادثو ھئي. سندن سوچ جي انداز ۾ بي پناہ مايوسي ۽ نراسائي ھئي. ڏسڻ ۾ ھي ٿي آيو تہ ھنن ڪچڙي وھيءَ ۾ ئي الله سون آس اميد لاھي ڇڏي ھئي. جيڪڏھن نوجوانن جي دلين ۾ واقعي ئي اينتري اونده ھئي تہ پوءِ انھن ماڻھن لاءِ ھي سنگين مسئلو آھي جي سنڌ ۽ سنڌين جي مستقبل لاءِ ڳڻتي ۽ اونو رکندڙ آھن.

اڪثر ھي ڏٺو ويو آھي تہ ٻارن جا ماءُ پيءُ رات ڏينھن پنھنجي اولاد کي ھر وقت چئو چئو ۽ ڦٽ جٽ ڪندا ٿا رھن تہ ھو سخت محنت ڪري امتحان ۾ پوزيشن حاصل ڪن، جئن کين سٺن اسڪولن ۾ داخلا ملي ۽ اڳتي ھلي وڏيون نوڪريون ماڻي سگھن. ھر گھر ۽ گھرائي ۾ ھڪ ڊاڪٽر ۽ ھڪ انجنيئر تہ تياريءَ ۾ آھي ئي آھي. ٻارن جي نمبر کڻڻ ۽ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ٿيڻ لاءِ لکين جتن ڪيا

تـا وچـن ۽ جـي بـار انهيءَ چڪر ۾ اچي تـا وڃن اهـي ٻـار پنهنجي معصوميت ڪيستائين بچائي سگهندا؟ ٻارن کـي ڄاڻ آهي تـہ ناپاس ٿيڻ يـا گهٽ ڊويزن ۾ پاس ٿيڻ سان کين پنهنجن مائٽن اڳيان لڄي ۽ ڪاڻ يـارو ٿيڻو پـوندو. ان ڪري امتحان ۾ پـاس ٿيڻ ۽ مارڪن جي لالچ ۾ اسان جا اڪثر ڇوڪرا ۽ نياڻيون ڪيترين غلط ڪارين جو شڪار ٿين ٿا ۽

اسان ۾ ڪيترا ماڻهو پيءُ اهڙا ٻہ آهن جـي ٻارن جـي امتحان ۾ ڏيـي ۽ ڪيٽ ڪري پاس ٿيڻ يـا پئسا ڏيـئـي پيپر اڳـواٽ حـاصل ڪرڻ کي ڪو ڪبيرو گناه نہ ٿا سمجهن. ڇو تـہ جڳ جهان ائين ٿو ڪري! مائٽ ٻارن کي هـر قيمت تـي پاس ڪرائڻ لاءِ نوٽن جا بنڊل ڪئي ۽ سفارشن سان هٿيارٻند ٿي ورڪ تي تـا نڪرن ۽ هو ائين تـا وسهن تـہ پنهنجو مطلب پوري ڪرڻ لاءِ نقدي يـا سو ڪـڙين جـو استعمال ڪرڻ ڪو غلط ڪم آهي ئي ڪونہ. پنهنجي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ قانون اورانگهڻ ڪي عين اسلامي فرض ٿا سمجهن. انڪري نوجوان بہ پنهنجن وڏن ڪان ساڳي سکيا ٿا پرائين تـہ پنهنجي مطلب سڌ ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهہ جائز آهي ۽

هي برابر آهي تہ نوجوانن جي موجوده بدحاليءَ لاءِ اسان واري پيڙهـي جوابدار آهـي ۽ هـر نسل پنهنجي ايندڙ فصل لاءِ زمين هموار ڪندو آهي تہ جيئن نوان ٻوٽا اسـري ۽ نسري سگهن. جنهن ڏس ۾ اسان بريءَ ريت فيل ويا آهيون ۽ اسان کي پنهنجن نونهالن لاءِ بهتر دنيا ڇڏڻي هئي پـر اسان سندن لاءِ اهـڙي سيج سجائي آهـي جنهن ۾ سخت ڇتا پيئي بيروزگاري ۽ مهانگائي هئي. وڏو ظلم سائن هي ڪيو ويو جو اڻچاٺائـيءَ ۾ نسان کين صحيح راه ڏسڻ بجاءِ خود غـرضي ۽ خود مطلبيءَ جو سبق ڏنو. کين هي ڄاڻائڻ جـي هرگز ڪوشش نـہ ڪئي تہ زندگي پاور پوزيشن ۽ پئسي لاءِ نہ هئي پر انساني زنـدگـي گهارڻ ۽ انسان ذات جي ڀلي لاءِ سوچڻ ۾ هئي. اسان اهڙا مڪتب مدرسا ۽ ادارا ناهيا آهن جتـي ذهن ۽ ضمير ٻنهي جـي ستياناس ڪئي

ٿي ويئي. جتي سرٽيفڪيٽ ۽ ڊگريون تہ ضرور ٿا ڏنا وڃن پر جن سان علم ۽ ڏاهپ جو ڪو نالي ماتر بہ واسطو نہ آهي .

نتيجو هي نڪتو آهي جو اڄ نہ اسان وٽ ڪنهن جي احسان جو احساس آهي ۽ نہ وري ٻين لاءِ ڪا همدردي آهي. خلق خدمت جي تہ مورڳو خواهش ئي ختم ٿي ويئي آهي. پوءِ ان صورتحال ۾ فقط مال متاع ميڙڻ، ماڻهن سان ٺڳيون ڪرڻ ۽ پنهنجي خالق کي وسارڻ سان اسان ۾ زندگيءَ جي خوشي ڪيئن ايندي؟ اسان جي نوجوانن پنهنجي زندگيءَ جو اصلي مقصد ئي ڀلائي ڇڏيو آهي. هو اڄ ايئن ٿا سمجهن تہ پئسو سڀ ڪجهہ آهي . عهدي ناموس ۽ املاڪ ڪٺا ڪرڻ زندگيءَ جو اصلي نصب العين آهي جنهن جي حاصلات جو وڏو ۽ واحد وسيلو سفارش آهي.

اسان سڀني ماڻهن جي ڪلهن تي ڀاري بوجهہ سٽيل آهي. اسان جي وڏي ۾ وڏي خواهش هي آهي تہ ڪنهن نموني پنهنجي ذميوارين کان آجا ٿي پنهنجي زندگي بامقصد گذاري سگهون . پر جيستين پنهنجي سنوار ۽ سڌار لاءِ هٿ پير نہ هڻنداسين تہ ڇوٽڪاري لاءِ ڪا دعا ڪارگر نہ ٿيڻي آهي. نيت کي نيڪ رکڻ ضروري آهي ۽ ان سان گڏ ذهن ۽ ضمير کي بہ زنگ کان صاف ۽ سٿرو رکڻو آهي. الله کي ٿاڦيدار چاڻي پنهنجي دلي دعائن جي پوري ڪرڻ لاءِ جي رشوتون آڇيون ٿيون وڃن يا باس باسيون ٿيون وڃن اهي بيڪار ۽ بي سود سهارا آهن. اسين ماڻهو پاڻ سڌارڻ لاءِ ڪوشش ڪئي بغير آرام ۽ آسائش جي زندگي گهارڻ لاءِ جا خواهش ٿا رکون ان جو پورو ٿيڻ ناممڪن آهي. هي صحيح آهي تہ الله پاڪ اسان سان ساٿي ٿيندو پر ان لاءِ بہ سنڌس پهريون شرط هي آهي تہ اول اسين پنهنجي مدد لاءِ پاڻ سنڌرو ٻڌون ـ همت مردان مدد خدا .

٢٢- مئي ١٩٨٣ع

........

## ملڪ ۾ آسودگي!

هڪ سرڪاري جائزي ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته ملڪ ۾ آسودگيءَ جو دور اچي چڪو آهي. برابر آيو هوندو. ريڊيو ٽيليويزن ۾ ته اهائي ڳالهه مڃيل آهي. پر اهو دور اسان جي گهرن تائين اچڻ ڪونه پهتو آهي. شايد پنڌ ۾ هجي. ڀلا سرڪار اسان سان چرچا ٿوروئي ڪندي. اسان سان ته سندس اهڙو رستو ئي نه آهي. وڏي ڳالهه ته خبرن سان ڳڻ انگ اکر به ٻڌايا ويا آهن. جن ماڻهن کي وڌيڪ يقين ٿئي. جيئن ڪوڙو ماڻهو ڪوڙ کي پختو ڪرڻ لاءِ قسم کڻندو آهي تيئن سڌريل ملڪ جي سرڪار وري قسم بجاءِ انگن اکرن تي زور ڏينديون آهن ته هيترا اسڪول کليا. اسپتالن ۾ هيترا بسترا وڌيا. ٿين جي اڳهن ۾ ڀيٽ آئي. اناج ۽ اپت ۾ اضافو ٿيو. ۽ في ماڻهوءَ جي پيدا ۾ ناٽي جي واڌ ٿي. اسانجي ته ڪا واڌ نه ٿي آهي سواءِ عمر جي، پوءِ اهو في ماڻهو الاجي ڪٿي ٿو وسي پسي جنهن جو مثال ڏنو ٿو وڃي.

اسين جا ترقي روزانه ڏسون پسون ٿا، اها هي آهي ته بجلي ڏينهن ۾ ٽي دفعا ۽ رات جو پنج دفعا هلي ٿي وڃي. چون ٿا ته بجليءَ جو بوجهه هٽايو ٿو وڃي، برابر. پر بجليءَ جو سمورو لوڊ اسان وٽ ئي آهي. ڪلفٽن ۽ باٿ آئلنڊ ۾ ته بجلي ٻارهوئي دائم قائم آهي ڇاڪاڻ ته گورنر ۽ حڪومت جا سيڪريٽري اتي ٿا رهن. پاڻي پيئڻ جو ته ڇڏ پر هاڻي ته وضوءَ لاءِ به پئسن تي وٺڻو ٿو پوي. گئس ان وقت ڊرو ٿو ڪيو وڃي جڏهن ديڳڙا چلهين تي ٿا رکجن. ٻارن جي اسڪول جون فيون ڏيڍ رپئي مان في ٻار سٺ رپين تي اچي رسيون آهن. ونڪيشن جي في ته اڳوات وصول ڪئي ٿي وڃي پر ٽرانسپورٽ جي في به اوڳاڙي ٿي وڃي. جڏهن ونڪيشن ۾ ٻار اسڪول ۾ ويندا ئي نه ۽ اسڪول بس استعمال ئي نه ٿيندي ته باقي هيءَ في ڇا لاءِ؟ ٽيليفون هفتي ۾ پنج ڏينهن خراب. پر بل هميشه

پيٽو ٿيٽو. مهانگائيءَ جي ته ڳالهه ئي ٻي آهي. جي ترقي ۽ آسودگي ان جو نالو آهي ته باقي ڪٽل ڪاٽو ڇا کي چوندا آهن.

## ڏهڪاءَ جو ڦهلاءُ

خبر چار ۽ پرچار جي وسيلن ريڊيو، ٽيليويزن ۽ اخبارن کي جنهن ڪاميابيءَ سان ماڻهن ۾ ڏهڪاءُ ڦهلائڻ ۽ کين بلڊ پريشر ڏيڻ جو ذريعو بڻايو ويو آهي ان لاءِ سرڪار واقعي ئي ڪيرون لهڻيون. صبح مردان سان جيئن اخبار کي هٿ ۾ کڻون ٿا ته امالڪ چرڪ ٿو نڪري وڃي. قتل خون ڌاڙا ڦريون ۽ حادثن ۾ ٿيل اتفاقي موت! واقعا ۽ ڏوهه ته ساڳيا ئي آهن فقط روزانه ائڊريسيون ۽ هنڌ ٿا بدلجن. ڇا ائين ٿي نه ٿو سگهي ته اهڙين منحوس خبرن کي اخبار جي مهاڳ ۾ وڏين سرخين ۾ سينگارڻ بجاءِ ڪنهن ڪنڊ پاسي ڇاپيو وڃي ۽ خير جي خبرن کي پهرين صفحه تي جاءِ ڏني وڃي؟

ريڊيو ۽ ٽيليويزن ۾ هڪ طرف سگريٽن جي واڪاڻ ۽ فرحت بخش ڪش جي مشهوري ڪئي ٿي وڃي ته وري ڪڏهن ڪئنسر، دل جي مرض ۽ سلهه جو ذڪر ڪيو ٿو وڃي تـه اهي بيماريون تماڪو نوشيءَ ڪري ٿيون ٿين. جي واقعي ائين آهي ته پوءِ گورنمنٽ کي لاچاري ڪهڙي پئي آهي، جنهن مجبوري سبب سگريٽن جي مشهوري ڪئي ٿي وڃي.

جي غور ڪيو وڃي تـه پاڪستان دنيا ۾ اڪيلو ملڪ آهـي جنهن ۾ انسان سان، واسطو رکندڙ هر ڪم ۽ ڪارروائيءَ جي بسم الله خوف ڏيڻ سان ڪئي ٿي وڃي. هڪ ته اسانجي حڪومت مارشل لا واري، جنهن جي نالي وٺڻ سان ئي ڏڪڻي وٺي. پيو اسان وارو ملو جـو مـوت، قبر ۽ قيامت واريون ڌمڪيون ۽ دهمان ساڻ ڪنيو وتي هر هڪ کي ڊيڄڙو ڏيندو. اسانجي ٽرئفڪ جي ساک اها آهـي جـو جڏهن ڪو ٻار ٻه ڪلاڪ گهر ۾ دير سان ٿو پهچي ته پيا گهر ٻاتي ڪيس ڳولڻ لاءِ اسپتالون ۽ مرده خانه پڇائيندا ٿـا وتن. تعليم سلسلي ۾ جڏهن به ڪنهن يونيورسٽيءَ جي خبر اخبار ۾ پڙهجي تـه ان سان ڊائرنگ جو پريس نوٽ گڏ هئڻ بلڪل لازمي آهـي. اسپتالن ۾ جو

وڃي ٿو اهو الله کي پرتو پر جو ڪو واپس ٿئي، ٿو تہ اهو پڻ نئون ڇاڻو. اسانجي نندپڻ جي زندگي تہ اڪيئي آهي هڪ لڳاتار خوف واري مسافري، جا ماءُ جي پيٽ ۾ ٻلاڙن ٻچائڻ سان شروع ٿي پيءُ جي ڇماٽن سان پختي ٿئي ٿي. ڏوهارين ۾ قانون جي رکوالن جو تہ اسين ادب ڪان ذڪر ڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي.

مٿي آسمان ڏانهن واجهائي ٻاڏايون ٿا تہ اتي بادلن جي گاج ۾ وڄ جا چمڪاٽ هنياءُ ٿا ڏارين. "الله" جو سراپا پيار آهي اسان وٽ تہ خود ان خدا جو خوف ٿا ڏيارن ڇڻ تہ اهو بہ پيٽ جو پيو ڪو نالو آهي.

ڇا واقعي ئي اسان وٽ ڊپ ڊاءُ سواء پيو ڪو وکر آهي ئي ڪونہ ؟

## جميعت الشعرا جي تحقيق

گهوٽڪي ۾ تازه جميعت الشعرا جو اجلاس ٿي گذريو جنهن ۾ هڪ بي بها تحقيقي مضمون پڻ پڙهيو ويو. تحقيق حضرت آدم بنسبت ڪيل هئي تہ جڏهن کيس بهشت مان نيڪالي ڏيئي لوڏي ڪڍيو ويو تہ کيس سنڌ ۾ آڻي ڇڏيو ويو. مضمون ۾ اهو ڪونہ ٻڌايو ويو آهي تہ حضرت آدم کي کوکراپار کان آندو ويو يا وري سکر جي آدم شاه واري ٽڪريءَ تي لاٿو ويو هيو. اهو پتو بہ نہ لڳايو ويو آهي ڏاڏي پاڻ کي مهاجر بہ سڏايو هيو يا نہ. جي هائو تہ گهڻا سال؟

اها تحقيق بہ عام تحقيق جهڙي ئي ٿي لڳي. هونئن بہ تحقيق فقط 'گڏهہ وارو پورهيو آهي جنهن سان علم 'عقل يا دليل جو ڪو واسطو آهي ئي ڪونہ. ڪنهن بہ ڪلارڪ کي قلم ڪاغذ ۾ ڪرسي ڏيئي ماپ تور ۾ ڳڻپ تي ويهاريو تہ ويهي ليکو ڪتاه تہ اها ٿي تحقيق. پر ڏاڏي آدم واري تحقيق دل سان نہ ٿي لڳي، ڇاڪاڻ تہ سنڌ صدين کان استعمال ضرور پئي ٿي آهي، پر سزا لاءِ هرگز نہ.

١٢- جون ١٩٨٣ع

## اسٽيج ڊرامو

گذريل هفتي جنگشاهيءَ ۾ ”ڏنو پٽ چٽي جو“ اسٽيج ڊرامو ٿي گذريو جو گلفام آرٽ سرڪل پاران پيش ڪيو ويو هو. ڊرامي جو خاص مهمان ايس. ڊي. ايم نٽ هيو جنهن طرفان فنڪارن کي انعام پڻ ڏنا ويا. چيو وڃي ٿو ته هي ڊرامون پبلڪ ۾ نهايت پسند ڪيو ويو. ضرور ڪامياب ڊرامون هوندو، ڇو ته ”ڏنو پٽ چٽي جو“ اسان جي انتظامي ڍانچي جو هڪ بنيادي اصول آهي. بهتر ٿيندو ته اهڙا ڊراما جي هوندڻ به اسان جي هر ڪاته ۾ نهايت ڪاميابيءَ سان چالو آهن، هر هنڌ اسٽيج تي پيش ڪيا وڃن. ڇا لاءِ ته پردي تي گونگي فلم جيان هلندي ڪين ايام گذري چڪا آهن ۽ هاڻ ته ”بولتا فلم“ جو دور آهي. اڃان به ٿي سگهي ته ڊرامن جي خاص مهمان ٿيڻ جو شرف واري ڦيري تي هر ڪاتي جي ڀڳدار کي ڏنو وڃي. خاص ڪري اريگيشن ۽ روڊس ڊپارٽمينٽ کي هن ڏس ۾ هرگز نه وساريو وڃي. ڇاڪاڻ ته هنن ڪاتن ۾ قائم ڪيل ”ذاتيءَ ويڙها“ ۽ سندن ”ڪاتائو پٽ“ وارا ڪردار نهايت ڪامياب ثابت ٿيا آهن. ۽ گوءِ ۾ سڀني ڪاتن کي ڪوهين پٺتي ڇڏي آيا آهن. سندن هٿ جي صفائيءَ جو ڪمال هي آهي ته نه پبلڪ جي ڪا خاص شڪايت آهي ۽ وري مٿيان وس وارا به ڪوڪائن خاص ناراض نه آهن. آخرپائيءَ جو وڪرو ۽ مٽيءَ ۾ خيانت ته خسيس ڳالهيون آهن.

هنن ٻنهي ڪاتن جي نيڪ ناميءَ جو وڏو سبب هي آهي جو منجهن اڪثر نيڪ نمازي ماڻهن جي ڀرتي ٿيل آهي. انڪري سندن ڪمائي به ڏاڍي برڪت ڀري آهي. اهوئي سبب آهي جو موتمار مهانگائيءَ هوندي به هن عملي جا ماڻهو پنهنجي اهل عيال جي پورت ڪرڻ سان گڏ هر سال زمينون بنگلا ۽ موٽرون به خريد ڪندا ٿا رهن. سنڌ جي زميندار طبقي جي ڀرتي به هنن ڪاتن جي عملدارن مان ٿيندي رهي ٿي. گذريل ڏهن ٻارنهن سالن ۾ سنڌ ۾ جي به نوان وڏا

زميندار اسٽيج تي نروار ٿيا آهن اهي هنن ڪاٽن جا رٽائر ٿيل خادم آهن. مذهبي طور به دين اسلام جو صحيح جذبو هنن ڪاٽن جي عملدارن ۾ وڏيڪ ڏٺو ٿـو وڃي. سپرواهي چيف ۽ سيڪريٽري تـہ نـہ فقط حاجي آهن پر عادتي حاجي بہ آهن ۽ هر هڪ بہ ٽي حج ۽ درجـن ڪن عمرا ڪيا آهن. پر انجنيرن جو بہ اسي سيڪڙو ان سعادت سان بهرور ٿـي چڪو آهي. حج ۽ عمره تہ الله هر هڪ کي نصيب ڪري، پر هاڻ تہ سندن هي بہ دعوا آهي تہ "هو ڪو پاڻ حج تي ٿورو ٿي ٿا وڃن. پر کين مڪي مديني وارو پاڻ ٿو گهرائي!"

اسان جي نوڪري پيشي ۾ رشوت ۽ حرامخوريءَ جو ڪئنسر نهايت تيزيءَ سان پکڙبو ٿو رهي. اڳ ڪي داڻا ڪڻا ايماندار ماڻهو هوندا هوا جن کي "خشڪي يا سودائي" سڏيو ويندو هيو. هاڻ الله جي فضل سان ڪوڙيءَ کي ٿي گهرو آهي. معلوم ائين ٿـو ٿئي تـہ انسان جي قابليت هن مرض جي علاج ڳولهي لهڻ ۾ فيل ٿي چڪي آهي. اسين، ڪيٽ کي لاعلاج مرض ۽ اڄان بہ هڪ لازمـي "امر" سمجهي ائين ڪنڌ لاڙ ڪندا ٿا رهون جڻ تـہ رشوت اسانجـي عام رواجي زندگيءَ جو هڪ اڻوٽ انگ آهي. اسانجو نـوجوان نسل بہ هاڻ اسانجي نقش قـدم تي هلندي حق حلال واري روزگار بجاءِ هنن سٽين چڪمن جي ڳولا ۾ پريشان ٿو ڏسجي. قصو ڪوتاه تہ زندگيءَ جي منزل اچيو ڏن دولت تي دنگ ٿي ڪري!

## ڊبل رخ

دنيا کي دوکو ڏيڻ لاءِ يا پاڻ کي نڳڻ لاءِ، اسانوٽ هر ماڻهوءَ پنهنجي زندگيءَ جا ڊبل رخ رواج ٺاهيا آهن. هاٿيءَ جي ڏندن جيان کائڻ لاءِ هڪڙا ۽ ڏيکاءَ لاءِ ٻيا. هن قسم جا ماڻهو پاڻ کـي ڏاڍو عقلمند ۽ آڙيڪاب ٿا سمجهن، تہ هنن پنهنجي حرام جي موڙيءَ واري سيڙپ ڪهڙي نـہ سياڻپ سان ڪئي آهـي؟ ۽ پنهنجي حاصل ڪيل زمين جو اهڙو حرفت سان حساب ڪتاب رکيو آهي جو سڀ ڪجهہ کين آسانيءَ سان ڦبي ويندو. عقل جي انڌن کي اهو پتو بہ آهي تـہ اهي سڀ ٽپڙ اڻيي ٿي پيا جڪ مارڻيندا. فقط سندن اک ٻوٽڻ جي دير

آهي. پوءِ ڪين هتين خالي ٺنگوٺالي ڪري ڪٿي وڃي اهڙي اوڙاهه ۾ اڇلائيندا جو ڪو نه سڌ سُٽي ۽ نه ڪوڪ.

## مايا يا موهه

اوهان جي اهڙن ماڻهن سان چاڻ سڃاڻ هوندي جن جي حرام تي هوڙ هريل آهي. مون تہ ڪڏهن ڪين خوش ڪو نه ڏٺو آهي. هوندي سوندي مڪ جيان مٺو پٽيندا ٿا رهن. وتن جياپي جي خوشي ايندي ڪيئن؟ جڏهن هو راتيان ڏينهان مهاڻن وارو چار ڪلهي تي ڪنيو وتن ٿا پئسي ڪٿي ڪرڻ ڪيڏ ٻوڙندا. هڪ تہ ڪين پنهنجي پاندي ڦاٽڻ جو خطرو هر وقت ستائيندو ٿو رهي. ٻيو تہ ڪين دلي همت آهي ئي ڪانہ. ڇو تہ حرام ڪاٽڻ واري کي الله ۾ ايمان هوندوئي نہ آهي. جي الله ۾ يقين هجيس تہ پوءِ مايا ڇا لاءِ ڪٺي ڪري؟ الله کو سياٽي رتائر تہ ڪو نه ٿو ٿئي؟ سياٽي جو سائين سياٽي بہ ڏيندو. اسين مايا جي موهه ۾ ڦاسي ڇا لاءِ پنهنجي زندگيءَ جي مقصد ۽ پنهن جي خالق کان پريرو ۽ پاسيرو ٿيندا رهون؟

۳- جولاءِ ۱۹۸۳ع

............

## سڪ تنهنجي ساءُ

جانب ! تون جيڏو، اهين شان شعور سين،
مون تي ڪر، منهنجا پرين ! توهہ تسي تيڏو،
اي ڪامل! ڪم ڪيڏو؟ جئن نوازينم نگاه سين.

جانب ! منهنجي جيءَ ۾، تنهنجي طمع پوءِ،
وٺ ڪاتي، وڍ انگڙا، ادب ڪر م ڪوءِ،
پانيان پال سندوءِ، جي ساجن ! سئون نهارئين.

جانب! ليئن نہ جڳاءِ، جيئن ماريو، موتيو نہ پڇين،
رتي رت نہ سنجري، سڪ تنهنجي ساءِ،
اسان توئي لاءِ، تي پر ۾ پوڇائون ڪيون.

(شاهہ)

## بي رحمي

اسان جي ديس ۾ فقيرن، لولن لنگڙن ۽ مسجدن لاءِ چندہ وصول ڪندڙن جي ”پبلڪ نمائش“ ڪانسواءِ ٻيو ”ڏيکاءُ“ جو عام طور ڏنو وڃي ٿو ، اهو آهي جانورن سان ”بي رحميءَ وارو ورتاءُ“. ڏيرن ۽ لاچار گگدامن تي ڀاري بوجهہ سٽڻ سان گڏ جنهن نموني سندن پٺيءَ تي لڪڻ جو آزادانہ استعمال ڪيو ٿو وڃي اهو نظارو ڏسڻ وٽان آهي ، خاص طور جڏهن ڪنهن گاڏيءَ ۾ جوٽيل گدڙہ يا گهوڙو هيٺ زمين تي ڪريل تڙڦندو هجي ۽ سندس سوار يا ڪوچوان ڪيس اٿارڻ لاءِ مٿس چهبڪ جو وسڪارو لائي ڏئي. اهو ڏيکاري ٿو تہ اسانجي جانورن سان عام هلت نهايت بي رحمي ۽ ظلم واري آهي. اسين شايد هي ٿا وسهون تہ انسانيت يا انساني سلوڪ فقط ماڻهن لاءِ آهي ۽ باقي جانورن سان حيواني ۽ ڪاسائڪي ڪار . اسان مان گهڻن کي هي بہ اثر وينل آهي تہ جانورن تي لٺ ٻاني جو ڪو رد عمل ڪونہ ٿو ٿئي ۽ ڪين اها ڄاڻ ئي ڪانہ آهي تہ جانورن جو تنني سرشتو هو بهو انسان جهڙو ئي آهي . نہ فقط جانورن کي ڏک هڻڻ سان ڪين ايذاءُ ٿو رسي پر مٿن هڪ چڱي مٺي انساني وهنوار جهڙو تاثر پيدا ٿئي ٿو. جديد سائنسي تحقيق تہ هي بہ ثابت ڪيو آهي تہ حيوانن ۾ بہ نفسياتي مادو موجود آهي ۽ اهوئي سبب آهي جو سهڻي نموني پاليل جانور تندرست ۽ صحتمند رهي ٿو ان جانور جي مقابلي ۾ جنهن جي پرگهور ۾ ڪوتاهي ڪئي وڃي ٿي.

## جوڳو تدارڪ

جتوئي صاحب جي وزارت واري زماني ۾ هڪ بازيسري وڏيرہ ڪيس دانهن ڏني تہ سندس ڳوٺ ۾ ڌاڙو لڳو هيو ، جنهن جو ڪو داد فرياد ڪيو وڃي. جتوئي صاحب ضلع جي پوليس ڪمانيءَ کي پارت ڪئي تہ ڌاڙي جي مڏي ۽ جوابدار هٿ ڪيا وڃن . مهيني

ماسي گذرڻ کانپوءِ جڏهن پتو پيو ته تر جي پوليس کو پوتو ڪونه پاريو هيو ته جتوئي صاحب ڪرائيم برانچ جي پوليس پارٽي موڪلڻ لاءِ آرڊر ڏنو ته مبادا مقامي پوليس وارا ڪنهن سياسي سبب ڪري ڏوهه جي جاچ پڙتال ڪان نٽائيندا هجن. ٽن هفتن جي اوسيئڙي کانپوءِ جتوئي صاحب آءِ-جي پوليس ڪان هڪ اسپيشل پوليس جو عملو هڪ برجستي عملدار جي هٿ هيٺ تيار ڪري، ڌاڙي جي پيروي لاءِ روانو ڪيو. هاڻ ڪيس خاطري ٿي ته ڌاڙي جو جوڳو تدارڪ ڪيو ويندو انڪري وڌيڪ پڇا ڳاڇا ڪرڻ به مناسب نه سمجهائين.
ڪجهه عرصي بعد جتوئي صاحب عيد جي موقعي تي ڳوٺ پهتو جتي ان دوست زميندار سان ملاقات دوران پڇا ڪيائين ته "ڌاڙي جي مڏي پوري ملي يا اجا ڪجهه رهيل آهي؟" سندس دوست هٿ ٻڌي چيو ته قبلا اوهان جون لک مهربانيون. اوهان ڪان ته ڌاڙيل چڱا جو هڪ دفعو ڌاڙو هڻي هلي ويا. اوهان ته لڳاتار ٽي ڌاڙا هڻايا. پهريون تر جي پوليس رواني ڪري اسانجو گهر ڦرايو. پوءِ سي-آءِ-اي پوليس پارٽيءَ اچي پنهنجو وارو وڄايو. آخر ۾ اسپيشل عملي اچي اسانجو ارڪو ترڪو صاف ڪيو. هاڻي ته اسان وٽ سگهڻ لائيدين سواءِ باقي ڪجهه بچيو ئي ڪونه آهي، انڪري در ڪولي چٽ پٽ تي سمهندا آهيون. مون ته ٻچن کي به وصيعت ڪئي آهي ته چوري ٿئي يا ڦر يا ڪوئي گهر چيو نه پهاري وڃن پر ڪنهن وزير وڏي وٽ مور نه وڃجو نه ته گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڌاڙا ضرور پيا به لڳندا.

## نوان انوکا طريقا

اڄ ڪلهه سرڪاري کاتن پاران سندن في، ٽيڪس يا بل وصول ڪرڻ لاءِ جي نوان ۽ انوکا طريقا ايجاد ڪيا ويا آهن سي نهايت عجيب و غريب آهن. بجلي گئس ۽ ٽيليفون جي بلن تي لکيل نوٽيس جاري ڪيا تا وڃن ته فلاڻي تاريخ تائين بل جا پئسا ڀاريا وڃن، ٻي صورت ۾ ڏنڊ جي وڌيڪ رقم الڳ ادا ڪرڻي پوندي. مثال طور. چاڻايو ٿو وڃي ته ۱۷ جولاءِ تائين ٽي سو اسي رپيا ۽ ۱۷ تاريخ ڪان پوءِ چار سؤ ويهه رپيا خزاني ۾ داخل ڪرڻا پوندا. مزو اهو جو بل

نيٺ ۾ روانو ٿيندو جيئن مرحالت ۾ ٻه ٽي ڏينهن ڏئن پڄڻ اچي وارد ٿئي. اهڙي آچار ڏنڊ جي رقم هاڻ دستوري بل جو هڪ لازمي حصو ٿي پيو آهي. ساڳي ريت موٽر رجسٽريشن جي رواجي في آهي ۴۵۰ رپيا. پر جي اوهين رجسٽريشن جا ڪاغذ جلدي وٺڻ ٿا گهرو ته پوءِ اوهان کي ۵۵۰ رپيا ڀرڻا پوندا. پاسپورٽ ڪيرائڻ جي عام رواجي في آهي ٻه سئو هڪ رپيا، پر اوهان کي ٻن هفتن جي مدت ڪانپوءِ حاصل ٿيندو. پر جي اوهين ترت پاسپورٽ وٺڻ ٿا چاهيو ته پوءِ اوهان کي ڇهه سئو رپيا ڏيڻا پوندا. جڏهن پاسپورٽ لکڻ ۾ مهر هڻڻ لاءِ ساڳيو وقت درڪار آهي ته پوءِ فيءَ جا پئسا ڪهڙي ڪارڻ ڊبل ٿا ورتا وڃن؟ سرڪاري کاتن جي اهڙي روش جي پيروي ڪندي ڊاڪٽرن هاڻي شفاخانن کان علحده پنهنجن گهرن تي به پرئڪٽس شروع ڪئي آهي ۽ ان صورت ۾ فيءَ جا پئسا ڏيڊوٽا ورتا ٿا وڃن ڇو ته اهو ”ترت علاج“ چاتو ٿو وڃي. جيڪڏهن اوهان گهر واريءَ جي ڊليوريءَ لاءِ ويم گهر پڇندا ته اوهان کان پڇا ٿيندي، ته هاڻ ويم ڪرائڻ ٿا گهرو ته پوءِ ڏهه هزار رپيا! پر جي مهيني ڪن مدت ڪانپوءِ ته هڪ هزار رپيا!

## قانوني حق

رشوت ۽ رسائي اسانجي سماجي خمير ۾ گهريتڙيءَ جيان گهر ڪري ويئي آهي. ان حد تائين جو هاڻ ڪانونس پلو آجا ڪرائڻ جي آس ۽ اميد به رکڻ اجائي آهي. ڪو زمانو هيو جو اها ڪارنهن صابڻ سان ڌوئي لاهي سگهڻ جهڙي هئي. هاڻ ته ڪئنسر جيان رڳ رڳ ۽ نس نس کي وڪوڙي ويئي آهي جو ڪيس ڪاتيءَ سان ڪوري ٻاڪاتي نه ٿي سگهجي. اڳ انتظامي ڍانچي جا هڪ اڌ ڪاتا سينڊس پاڪر ۾ هوا پر اتي به اڪثريت ايماندارن جي هئي. جي ڪپٽ ۽ ڪوڙ جا سوداگر هوا ته به لڪي ڇپي هٽڙيون هٽندا هوا جئن اڄ ڪلهه چڪڙي پيتي وڃي ٿي. هاڻ ته خير سان اسانجي ميان نظام خان جو ڪو انگ عضووئي لوس کان بچيل ڪونه رهيو آهي. اهڙي آچار حڪومت لاءِ هن سواءِ ٻيو ڪو چاروئي نه آهي ته رشوت کي

سرڪاري عملدار جو قانوني حق تسليم ڪيو وڃي ۽ آئين ۾ ترميم
آڻي (جي ڪو آئين جو ذرو پرزو رد ٿيڻ کان باقي رهيل آهي ته)
رشوت کي قانوني بچاءُ ڏنو وڃي. اڃان به ٿي سگهي ٿو ته رشوت کي
"قومي صنعت" (Nationalized Industry) ۾ ورتو وڃي، ڇاڪاڻ
ته هي اڪيلي ڪارروائي آهي جا سماجي زندگيءَ جي هر ڏس ۾ قدم
قدم ۽ گراڻ گراڻ تي تحرڪ ۾ ڏني وڃي ٿي . هونئن به انساني
قدرن ۾ اڄ بي پناهه انقلاب اچي چڪو آهي. اڳ حرڪت ۾ برڪت
هئي ۽ هاڻ سڀ برڪت رشوت ۾ آهي. رشوت ۽ رسائيءَ بدولت
هر مصيبت ۾ آساني پيدا ٿئي ٿي جنهن کي اڳ دستگيري يا مشڪل
ڪشائي چيو ٿي ويو . مايوسي محتاجي ۽ مجبوريءَ جي علاج لاءِ
اصلي آيت الڪرسي ۽ دلال خيرات "رشوت" آهي . وڏو آئت هي
آهي جو "هر ڪو ٿو وٺي". جي قسمت سانگي ڪو داڻو ڪٿو
ايماندار باقي بچيو آهي ته انجي به پنهنجي ضمير سان "ڏيرت" مسئلي
تي جنگ جاري آهي . ٿي سگهي ٿو ته جلد صحيح راهه تي اچي وڃي.
آخر انسان جي خواهش ڪو هڪ به ڏينهن روڪڻ سان هميشه لاءِ
دفن ٿوروئي ٿي وڃي ٿي؟

## ٽفن باڪس ۽ اعتڪاف

ڏهاڪو سال ٿيا پنهنجي هڪ انجنيئر دوست جنهن جون زمينون
سنڌ جي ڇئن ضلعن ۾ ڇانيل آهن، پڇيم ته پائو هن سال حج تي
ڪونه اسهيو آهين الاجي ڇو؟ جواب ڏنائين ته "هن سال وڏو صاحب
حج تي وڃي رهيو آهي ۽ جي مونکي مڪي ۽ مديني ۾ ڏسي ورتائين
ته هڪدم فرمائش ڪندو ته ٻه درجن واچون، ٽي درجن ريڊيا ۽ چار
درجن بوسڪيءَ جا ٿان ڪيس وٺي ڏيان. آءٌ انهن آرڊرن تي ته هريل
آهيان پر منهنجي حج وارو مزو هليو ويندو ڇاڪاڻ مون کي به ته
شاپنگ ڪرڻي آهي . انڪري هن سال ارادو ترڪ ڪيم". ڪجهه
عرصو ٿيو ٽنڊه آدم جي هڪ اسسٽنٽ انجنيئر سان رستي ويندي ملاقات
ٿي جو پنهنجي آقا کي ڏڪڻا ڏيڻ لاءِ آيل هيو. پڇيائين ته "اعتڪاف"
ڇا ٿيندو آهي ؟ آءٌ وائڙو ٿي ويس ڇاڪاڻ ته وائٽي انجنيئر جي

"اعتڪاف" سان ڪهڙو واسطو؟ پڇا ڪرڻ تي ٻڌايائين ته سندس صاحب لاءِ چيو ٿي ويو ته "اعتڪاف" ۾ ويٺل هيو ان لاءِ ڳولا ٿي ڪيائين، سمجهائين ٿي ته ڪوه ڪاف جيان "اعتڪاف" به ڪو ڀهاڙي هند هيو. ٻئي ڏينهن تي آفيس موڪلائڻ آيو. پڇيو مانس ته صاحب ڪي امانت ڏيڻي آئين؟ چي هائو سائين پر ڏاڍا جتن ڪرڻا پيا. مسجد ۾ وڃڻ ته آسان هيو ۽ صاحب به ڏاڍي انتظار ۾ هيو پر آخر ٻين ماڻهن جو ته خيال ڪرڻو ٿي پيو. پوءِ سوچ ويچار ڪري بازار وڃي هڪ وڏو ٽفن باڪس خريد ڪيم جنهن ۾ نوٽن جا بنڊل هٿيڪا ڪري روزه ڇوڙڻ مهل وڃي صاحب کي پهچائي آيس. صاحب مشڪيو ۽ سمجهي ويو ته سندس روزه افطار جو سڀ سامان ٽفن باڪس ۾ هيو. ٻه سال اڳ سکر جي هڪ روڊس انجنيئر کان پڇيم ته ڀائو ٻڌو اٿم ته سموري ڪمائي مٿي ٿو پهچائين پوءِ تنهنجو گذر سفر ڪيئن ٿو هلي؟ چيائين ته ائين نه آهي. سکر ڊويزن جي الاٽمينٽ ڇهن ڪروڙن جي لڳ ڀڳ آهي ۽ ٻنهي جي گذاري لائق آهي. هاڻ ته هڪ ٻي ڊويزن جي چارج به حوالي ڪيل آهي ۽ الله جو وڏو شڪر آهي. آخر صاحبلوڪن جا خرچ به گهاٽي پڳا آهن. آخر تيل ته ترن مون نڪرندو !

۱۷- جولاءِ ۱۹۸۳ع

............

ماڙهو گهرن مان، آئون سڀ ڏينهن گهران سپرين،
دنيا تنهن دوست تان، فدا ڪريان في الحال،
ڪيس نام نهال، پسڻ تان پري ٿيو.

صورت گهڻو سهڻا، تاڻا سندن توه،
ريلو ڏئي روح، جو ڪائي، سو ڪامي مري.
شاهه

## سنڌ ۽ اسلام

تيرنهن صدين گذرڻ بعد اوچتو ئي اوچتو هن هفتي سنڌ ۾ ٻن هنڌن تي يوم باب الاسلام ملهائيو ويو. هڪ سکر ۾ جتي سنڌ جي گورنر صدارت ڪئي ۽ ٻيو ڪراچيءَ ۾ جتي مرڪزي حڪومت جو وزير اطلاعات خاص مهمان هيو. هن موقعي تي اروڙ جي قديمي مسجد جي تعمير لاءِ ڏهه لک روپين جي رقم ۽ باب الاسلام جي مضمون نويسي سلسلي ۾ ٽن انعامن ڏيڻ جو اعلان به ڪيو ويو. سنڌي اردو ۽ انگريزي ٻولين وارن مضمونن لاءِ پنج سئو ۽ ڏهن هزارن جا انعام رکيل آهن. ڪراچيءَ ۾ باب الاسلام حيدرآباد جي سنڌي ادبي بورڊ سنڌالاجي ۽ ثقافتي کاتي پاران رچايو ويو هيو. سکر ۾ گورنر سنڌ پنهنجي صدارتي تقرير ۾ ڄاڻايو ته موجوده حڪومت ملڪ جي نظرياتي سرحدن کي مضبوط ڪيو آهي. ڪراچيءَ ۾ وزير اطلاعات ڄاڻايو ته بنگلاديش جو قيام اسان جي نظرياتي ڪمزوري جو نتيجو آهي.

## لک گهر ۾. ٻه لک اوڌر...!

اسان جي ملڪي بجيٽ ڪيترن سالن کان کوٽ واري مالي ترتيب، "Deficit Financing" واري اصول تي تيار ڪري پيش ڪئي وڃي ٿي. ٻين لفظن ۾ اهڙي بجيٽ جنهن جي حساب ڪتاب ۾ خرچ آپت کان وڌيڪ ٿو ڪيو وڃي. ظاهر آهي ته ڪو به ماڻهو يا قوم اهڙي گهاٽي واري سرشتي تي عمل ڪندي گهڻو وقت گهاري نه سگهندي، جنهن ۾ خرچ ان آپت واري رقم کان ڪيئي دفعا وڌيڪ ڪيو وڃي جا حقيقي طور وصول ڪئي وڃي ٿي. هن قسم جي بجيٽ واري تخميني مطابق ٻاهران کنيل قرض ۽ سندن وياج واري رقم وڃيو آسمان سان ڳالهيون ڪري. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي جڻ ته اهي قرض اسان کي شايد واپس ڀري ڏيڻا ئي نه آهن. جيڪڏهن اهڙي مالي کوٽ

ڏاري طريقي کي ترڪ نه ڪيو ويو ته ڪمان غالب آهي ته اڳتي هلي اسان کي اقتصادي غلاميءَ ۾ دائمي طرح مبتلا ٿيڻو پوي.

## بيروزگاري

صوبه سنڌ ۾ پڙهيل لکيل نوجوانن جي بيروزگاري ڏينهون ڏينهن اڳرو روپ اختيار ڪندي ٿي رهي. اسڪول ۽ ڪاليج جي بندستور مستقبل لاءِ ڪلارڪ ۽ هيڊ ڪلارڪ پيدا ڪرڻ جي ڪارج ۾ رڌل آهن سي هر سال هزارها نوجوان تيار ڪري بيروزگاريءَ ۾ بي تحاشا اضافو پيدا ڪندا ٿا رهن. اسان وٽ تعليم جي سرشتي ۽ نوڪرين جي گهرج وچ ۾ ڪو لڳ لاڳاپو نه آهي ئي ڪونه. اهڙي ڪا اٿارٽي يا ادارو نه وجود ۾ ئي ڪونه آهي جو ماڻهن کي چتاءُ ڏيئي سگهي ته آئينده جي نوڪرين لاءِ ڪهڙي تعليم پرائڻ وڌيڪ ڪارگر ثابت ٿي سگهندي. حڪومت جا ماڻهن کي وڏ ۾ وڏ روزگار رسائڻ لاءِ ذميوار آهي تنهن جي ڪاتن ۾ اڪثر ته ”گهرج ڪانهي“ يعني ”No vacancy“ جو بورڊ لڳل نظر اچي ٿو. اڳ ته فقط آرٽس گريجوئيٽ بيروزگار ڏٺا ويندا هئا، هاڻ ته ڊاڪٽري ۽ انجنيري جهڙي فني تعليم حاصل ڪيل نوجوان به روزگار لاءِ ٿاٻا کائيندي نظر اچن ٿا.

بيروزگاري کي مناسب نموني منهن ڏيڻ جو بهتر طريقو هي آهي ته بيروزگارن کي ان وقت تائين ماهيانو سرڪاري طور عيوضو يا اجورو ڏنو وڃي جيسين سندن روزگار لاءِ بندوبست ڪيو وڃي. هن سلسلي ۾ قانون پاس ڪري اهڙو انتظام جلد از جلد عمل ۾ آندو وڃي، جيئن هر سڌريل ملڪ ۾ مزدورن کي ڪم ۾ رنڀائڻ لاءِ تدارڪ ٿيل آهي. هن قسم جو اجورو يا الائونس هڪ خاص قسم جي ٽئڪس ذريعي انهن ادارن کان وصول ڪيو ويندو آهي جي ماڻهن کي نوڪرين ڏيڻ لاءِ پابند آهن. اسان جي ملڪ ۾ جڏهن ته نوڪرين جي ذميواري سموري سرڪار تي آهي ان ڪري بيروزگاريءَ لاءِ عيوضو مقرر ڪرڻ به سندس فرض ادائي آهي. جي بيروزگاريءَ دور ڪرڻ سلسلي ۾ تڪڙ قدم نه کنيا ويا ته اهو مسئلو شايد اڳتي هلي وڌيڪ پريشانيءَ جو سبب بڻجي!

## سخا ۽ سوالي

اسان مون هرهڪ تي خاص طور رفيق زر يا صاحب دولت تي سخا ڪرڻ جي وڏي اخلاقي ذميواري رکيل آهي، جا آهي پاڻ کان گهٽ خوش نصيب ماڻهن سان وندي ورهائي کائڻ ۽ مصيبت جي ماريل انسانن ڏانهن مدد جو هٿ ڏگهيرڻ. سخاوت جا ڪيئي طريقا ۽ درجا آهن. هن ڏس ۾ ١٢ صدي جي هڪ فيلسوف موسيٰ بن ميمن جو سلطان صلاح‌الدين ايوبيءَ جو ذاتي حڪيم پڻ ٿي رهيو هيو، تنهن ٻاران جا سخاوت جي تشريح ڪئي ويئي آهي سا نهايت دلچسپ آهي. سخاوت جي فرض ادائي جا هيٺيان درجا ڇاڻايا اٿائين. سڀ کان پهريون ۽ سخا ڪرڻ جو نيچ طريقو هي آهي ته سخا ڪيا جيان اهڙي نموني ڏني وڃي جنهن جي ڏيڻ جي نيت ئي نه هجي ۽ فقط فقير يا موتاج کان جان ڇڏائڻ خاطر پئسو ٽڪو بي دليو ڏانهنس اڇلايو وڃي. هن قسم جي سخا ۾ هٿ جو وڌيڪ تعلق آهي بنسبت دل جي خلوص يا سخاوت جذبي جي.

ٻيون نمبر سخا اها آهي جا ڪلي دل سان ڪئي وڃي پر ايترو ڪجهه ڏنو وڃي جو ماڻهوءَ جي ضرورت مقابلي ۾ ڪڪ برابر به نه هجي. هن قسم جي خير کي اسين خيرات چئون جنهن ڏيڻ ۾ گهرجائو دائمي طور فقير ۽ پينو ئي زندگي بسر ٿو ڪري. هن قسم جي سخا فقيرن جي تعداد وڌائڻ لاءِ ذميوار آهي. سخا جو ٽيون درجو آهي کلئي دل سان خير ڏيڻ ۽ ايترو ڪجهه ڏيڻ جو غريب جي گهرج به پوري ٿئي. پر اها سخا ان وقت ڪرڻ جڏهن ڪو سوالي ٿي اچي هٿ ٽنگي. چوٿون درجو آهي وڏي دل سان دان ڪرڻ پر اهڙي نموني گهرجائو ۽ موتاج کي هٿ ۾ ڏيڻ جيئن خيرات وٺندڙ کي پنهنجي لاچاري ۽ مجبوريءَ جو احساس ٿئي ۽ ڪيس محتاجيءَ سبب حياءُ ۽ شرم پيدا ٿئي. پنجون درجو سخا جو آهي اهڙي طريقي دان ڪرڻ جو مصيبت زده کي سخا ڪندڙ جي ڄاڻ ته برابر هجي. پر سخا ڪندڙ کي اهو پتو ڪونه پوي ته سندس خير ڪنهن کي پلئه پيو. ڇهون درجو جو سخا جو اڃا به بهتر طريقو آهي اهو هيءَ ته سخيءَ کي اها ڪل ڪانه پوي ته سندس پنيچ يا دان ڪنهن کي مليو ۽ اهو اهڙي نموني

خيرات ڏين جو بئي هٿ کي بہ لکا ڪانہ پوي. هن قسم جو دان اسان وٽ سنڌ ۾ هندو ڪندا هوا جنهن ڪي گپت دان سڏيو ويندو هيو. جمشيد مهتاجي هڪ دعا هيء هوندي هئي الله پاڪ مون کي ايتري توفيق ڏئي جو تنهنجي ناالي خير ڏيندي مون کان اهو هڪدم وسري وڃي تہ مون ڪجهہ سخا بہ ڪئي يا نہ. اسانجي سنڌ ۾ هن قسم جا اڄ بہ ڪيترا سخي مرد آهن جي پنهنجا پئسا اسپتالن ۽ ادارن کي ڳجهي طور ڏيئي ڇڏيندا آهن تہ پلي گهرجائو ۽ محتاجن جون ضرورتون پوريون ٿينديون رهن ۽ ڪين ڪابہ خبر نہ هجي.

پر ستون ۽ سڀ کان بهتر طريقو سخا جو اهو آهي تہ غربت کي آسرڻ ئي ڏنو نہ وڃي. بيروزگارن کي پاڻهرتو روزگار ۾ رنيائڻ، ڪين ڌنڌي ۾ لڳائڻ ۽ ان لاء سرمايو ميسر ڪرڻ جئن هو ڪنهن لائين سان اڳي حلال جو رزق ڪمائي پنهنجي پالنا ڪري سگهي ۽ ڪنهن بئي اڳيان آئينده هٿ نہ ٽنگي. اهڙي مدد ڪرڻ وقت ڪنهن ذات پات قوم يا مذهب جي فرق بجاء اهو خيال ڪرڻ تہ هڪ انسان جي ضرورت پوري ٿي رهي آهي.

٢٦- جولاء ١٩٨٣ع

---

جي مٿي وٽ مڙن، تہ سيڪنهن سڌ ٿئي،
سر ڏني سٽ جڙي، تہ عاشق ائن اچن،
لـــڌا ئـــي ليـن، مُلهہ مهانگا سپرين.
مُلهہ مهانگو قطرو، سڪـــڻ شهـادت،
اســـان عـبـادت، نظر نــاز پرين جـو.

وائي

منڌ پئنـدي مــون، ساڄـن سهي سڃاتو،
پي پيالو عشق جو، سيڪي سمجهيو سون،
پريان سندي پار جي، اندر آڳـــ اٿون،
جئڻ ناهـــي جڳ ۾، ڏينهن مـڙيئي ڏون،
الا! عبداللطيف چئي، آهين تون ئي تون.
(شاه)

## الٽي گنگا

تازه هڪ جهوني ۽ قديم هم ڪلاسيءَ سان ملاقات ٿي. ڏاڍا پاڪر پاٽي پريت وندي سون. هن ڪي ملڻ جي مون ڪان سڪ سبيل هٿي. چاڪاڻ ته چار دفعا اخبارن ۾ سنهنجي موت جي خبر پڙهي هوائين ۽ هر دفعي سچ سمجهي ختمون ڏياريو هوائين. اڪين ۾ پاٽي آٽي حال اورياٽين ته مٿس ڇا نه ٿي گذريو هيو. جڏهن اولاد جي احوال تي آيو ته ڪڪر جيان ڦسي پيو. ڪنهن به عمر رسيده ڪي اوچنگارون ڏيئي روئندو ڏسي ڪهڪاءَ ڪان وڌيڪ عجب هن ڳالهه جو ٿيندو آهي ته اڃان وٽس ڳوڙهن جي ڪوٽا باقي آهي جا مونوٽ ويهارو سال اڳ خشڪ ٿي چڪي هٿي. ڇماٽين ته اولاد سندس چٽي آڪي ۾ ڪانڊ هٿي. خاص طور سندس ننديو پٽ ته ڦتل هيو. نشٽي پتٽي هٿڻ سان گڏ لوفر به اول نمبر جو هيو. خاندان جو ننگ ناموس ٻوڙي ڇڏيو هوائين. اڳ ته پٽسا وٺڻ لاءِ فقط نڳيءَ جا ناهه ناهيندو هيو، هاڻ ته ڏندو کٽي ٻهي ٿو رهي. ٻه ڏينهن اڳ انڪار ڪرڻ تي ٺونشا هٽي ڪمرائي وڌائين. هي ڏاڏو ڳٽو جو سچيل ٿو ڏسين اهو ڏند جي سور ڪري نه ٻر پٽ جي لپات سبب آموسيل آهي. آءٌ ڪاڻونس اڪندو ڇپندو ٿو رهان. مونکي اڳيٽي اڌ درجن بيماريون آهن ٻر وڌو مرض پٽ ڏنو اٿم. دانهون ڪوڪون گهٽيٽي ٿو ڪيان. سرڪار ۾ به درخواستون ڏنيون اٿم. پر چون ٿا ته اهڙو ڪو قانون ئي نه آهي جو پيءُ کي پٽ جي ظلم کان بچائي. جانورن تي به ظلم خلاف قانون آهي پر پيٽرن جي بچاءَ لاءِ ڪو فقرو ته قانون ۾ هئڻ گهرجي.

## رشوت ۽ بدلي

ڪراچي ڊويلپمينٽ اٿارٽي، ”ڪي ڊي اي“ جي ناظم نظامي صاحب هڪ ريڊيو انٽرويو ۾ ٻڌايو آهي ته پنهنجي کاتي مون رشوت ختم ڪرڻ لاءِ هن ٻن طريقن تي عمل ڪرڻ جو ارادو ڪيو آهي. هڪ هي ته عام عملي جي هر عملدار کي هر ڇهين مهيني بدلي ڪيو

ويندو ۽ هر انجنيئر کي ٽئين ٽئين مهيني. سمجهه ۾ ئي نه ٿو اچي ته ششماهي ۽ سماهي بدلين ڪرڻ سان هٽ جي صفائيءَ تي ڪهڙو ٿو اثر پوي. بدلين جي ڦير گهير سان ڏيوٽ جي وهنوار سان واسطو ڪهڙو؟ ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ گدڙ واهه جي گزن (درن) ۾ اچي ڦاٿو. مٿس ڳجهون اچي مڙيون. ڪنهن واٽهڙوءَ گدڙ جي حال تي رحم آڻي پتر اچلي ڳجهن کي هڪلي اڏارڻ تي چاهيو ته گدڙ رڙ ڪري چيو ته ”ادا انهن کي متان اڏاريو اٿئي. اهي ڳجهون رت پي ڍئو ڪري ويٺيون آهن. پر انهن کي اڏارڻ سان جي ٻيون بکايل ڳجهون اچي مٿان چڙهنديون اهي ته رت جي بوند به نه ڇڏينديون.“ نظامي صاحب، انهن جي جسم سان چهٽيون چچڙن ۽ چورن کي نه ڇيڙ. انهن جا پيٽ ڀريا پيا آهن. جي نوان ٻوڪڙو آيا ته باقي ست به ختم ٿي ويندو. باقي ... ازمان جي نسبت اها آهي ته مال غنيمت ۾ سڀ عملدار پانڳي پائيوار هر ۽ ادارن جي دور ۾ ڪنهن کي ايماندار رهڻ جو موقعو ئي نه ملي ... عام ٿي ڳالهه آهي.

## ايڪٽيهون دروازو!

سنڌ جي زرعي زرخيزيءَ جو اسي في صد دارو مدار سکر براج تي آهي ۽ سکر براج پنهنجا ڏينهن پورا ڪري چڪي آهي. انگريزن براج جي عمر لاءِ پنجاهه سالن جو تخمينو لڳايو هيو. تازو سکر براج جي پنجاهه سالہ سونهري ورسي ملهائي ويئي هئي، جنهن موقعي تي حاجي هاشم چيف انجنيئر براج ڪالونيءَ جي مسجد ۾ قرآن پاڪ جي ختم لاءِ حافظ ويهاريا هوا ته جيئن سالگرهه تي براج پاسو ڪوڙڻ شروع نه ڪري. ڪلام پاڪ جي برڪت سان ورسي ته خير سان ٿي گذري پر ٿورن مهينن کانپوءِ ايڪٽيهون براج دروازو اکڙي ويو، جنهن جي مرمت لاءِ ٣١ لک رپيا خرچ ڪيا ويا. جي ڇهون نمبر دروازو نڪري وڃي ها ته پوءِ شايد ڇهه لک خرچ ٿين ها. انهيءَ سيزن ۾ الله جو فضل ڪيترو هو اهو علم الله کي. چون ته هاٿيءَ جو ملهه جيئري لک ته مئي به لک ٿيندو آهي. هن کي ته آهي مرڻو به ڪاٺو ۽ پرڻو به ڪاٺو. عذاب ته ٿيندو آبادگارن ۽ عام ماڻهن لاءِ جنجو رزق سڏي يا اڻ سڏي طرح سنڌو ۾ سمايل آهي.

بهتر ٿيندو ته سکر بئراج جي سموري سرشتي جي مرمت جو ڪم تڪڙ هٿ ۾ کنيو وڃي يا وري ان براج لڳ موڙهو هڪ نئين براج تعمير ڪئي وڃي. پر الله لڳ ڪو به تعميري ڪم اسان وارن انجنيئرن يا سندن گراهڪ ٺيڪيدارن حوالي نه ڪيو وڃي ڇو ته جو ڏيڍي ڪري گڏه رکپال ڪرڻ جا تجربا اڳئي گهڻا دفعا ڪيا ويا آهن. ٻاهريان پئسا ضرور وڏا وصول ڪندا پر گهٽ ۾ گهٽ ڪا براج ته نهندي جا ڏه ويهه سال جٽاءُ ڪري. اسان وارن همراهن وٽ براج اڄان ڪاغذ تي ئي هوندي ته سموري موڙي هڙپ ٿي ويندي. جيڪڏهن سرڪار وٽ نئين براج جي تعمير يا هاڻوڪي براج جي مرمت لاءِ ايتري روڪڙ نه آهي ته هو ايتري رقم هن ڪاتي جي ڪنهن به رٽائر ٿيل سيڪريٽري کان قرض حسنه وٺي ڪم هلائي سگهن ٿا. اميد آهي ته براج جي صحت لاءِ درد دل رکندڙ ماڻهون پنهنجو آواز بلند ڪري سرڪار کي نئين براج تيار ڪرڻ لاءِ آماده ڪندا.

## پيچ چريا ڇي مست آيا

خبر ملي آهي ته سنڌ سرڪار تازه هڪ سرڪيولر ذريعي پنهنجي ملازمن تي سنڌ گريجوئيٽ ائسوسيئيشن جي ميمبر ٿيڻ تي بندش وڌي اهي. اها خبر نه آهي ته اهڙي پابندي لاڳو ڪرڻ جو اصلي ڪارڻ ڪهڙو آهي، ڇاڪاڻ ته ان سلسي ۾ ڪا پيرائيتي پڌرائي جاري نه ڪئي ويئي آهي. جيسين عام معلومات جو تعلق آهي ته هيءَ جماعت عام سماجي اصلاح ۽ عوامي ڀلائيءَ وارن ڪمن ڪرڻ ۾ رڌل هئي ۽ سندس واسطو اڪين جي مفت علاج ڪرڻ، لئبرريون قائم ڪرڻ، مفت طبي علاج ميسر ڪرڻ ۽ ڳوٺن ۾ خدمت خلق سان هيو. سنڌ گريجوئيٽ ائسوسيئيشن سنڌ جي اڪيلي جماعت هئي جنهن جو گهٽ ۾ گهٽ سياست سان ڪو لاڳاپو ڪونه هيو. انجو وڏو سبب هي هيو جو سندس ميمبرن جي گهڻائي اهڙن ماڻهن جي هئي جي نه فقط سرڪاري ملازم هوا پر انهن ۾ گهڻا ذميوار ۽ جوابدار حيثيتن جا صاحب پڻ هوا. سرڪاري عملدارن جي ميمبر هئڻ ڪري

هونئن جو ڪجهه هن جماعت جي ڪاروبار تي سرڪار جو اثر رسوخ
هيو اهو هاڻ هن قدم بعد منسوخ ٿي ويندو.

سرڪار برابر وس واري آهي ۽ پنهنجي راڄ لاءِ ڪهڙي به پاليسي
اختيار ڪرڻ لاءِ آزاد آهي پوءِ توڻي جو اهڙي حڪمت عملي سندس
پنهنجي مفاد جي ضد ۾ ڇو نه هجي. ٿي سگهي ٿو ته في الحال اهڙو
قدم ڪنهن اٻهرائي يا غلط فهمي پيدا ٿيڻ جو نتيجو هجي. جڏهن جو
هن جماعت جو سڌو سئون تعلق سنڌ جي واهڻ ڳوٺڙن ۽ شهري
آباديءَ جي عوامي ڀلائيءَ سان آهي انڪري هن ڏس ۾ ڏاهپ جي
تقاضا هي آهي ته تڏي سڀني ويچار ۽ ڪٿ ڳوت ڪري پوءِ قطعي ڪو
فيصلو ڪيو وڃي.

٣١- جولاءِ ١٩٨٣ع

............

جڏهن پوي ياد، صحبت سپرين جي،
فريادون فرياد، ناگه وڃن نڪيو.

ڪڙو منجهه ڪڙي، جيئن لهار لپيٽيو،
منهنجو جي جڙي، سپريان سوگهو ڪيو.

ناز منجهاران نڪري، جڏهن پرين ڪري ٿو پنڌ،
پون پڻ "بسم الله" چئي، راهه چمي ٿي رند،
آيون گهٽي ادب سين، حورون حيرت هند،
سائينءَ جو سوگند، ساڃن سينئان سهٽو.

فاني ني فاني، دنيا دم نه هيڪڙو،
لٿي لوڙهه لتن سين، جوڙينده، جاني!
ڪوڙ ۽ ڪاني، آهي سر سڀ ڪنهين.
اڄ پڻ انگيم انگ، هٿان حبيبن جي،
جا پر سونٿيءَ سنگ، سا پر سورن سان ٿئي.

شاهه

## هٽلر جي ڊائري

گذريل اڌ صديءَ ۾ جي ٻه عالمگير سطح تي تاريخي واقعا ٿي چڪا آهن انهن ۾ گذريل مهاڀاري لڙائي جي صحيح ڪارڻ اڄا سوڌو دنيا لاءِ هڪ ڳجهارت آهي ته آخر هٽلر يهودين ۽ يهودي نواز حڪومتن خلاف جنگ ڇا لاءِ ٿي جوٽي؟ هي جڳ جهان کي خبر آهي ته جرمنيءَ خلاف انگريزن ۽ آمريڪن ڪهڙي پروپيگنڊا ٿي ڪئي پر اها عقل ۽ دليل نقطه نظر يقين ڪرڻ جهڙي هرگز نه آهي، ڇاڪاڻ ته جرمن ڪو تاتارين جيان وحشي ۽ خونخوار قوم ته نه آهن پر نهايت ذهين هوشيار ۽ محنتي قوم آهي. ٻوءِ هٽلر ۽ سندس ساٿين کي ڪهڙي ڪٺي ڪنيو هيو جو يهودين کي نابود ڪرڻ لاءِ پوري دنيا کي تباهيءَ ڏانهن گهلڻ جي قيمت تي به تيار ٿي بيٺا هوا. ڪيم سوال هي آهي ته هٽلر جي اصلي سوچ ۽ فڪر ڪهڙو هيو ۽ هن ڇا ڪرڻ گهريو ٿي؟

ان سلسلي ۾ تازه جرمنيءَ جي هڪ اخبار انڪشاف ڪيو ته هٽلر جو روزانا مڇو هٿ ڪيو ويو آهي جو سٺ جلدن تي مشتمل آهي. انهن ڊائرين ڇاپڻ جا حق واسطا ۾ ٽيهه ڪروڙ رپين جي قيمت تي حاصل ڪيا ويا. هٽلر جي هٿ جي لکڻيءَ جا جي خاص ماهر هوا انهن ان ڳالهه جي تصديق ڪئي آهي ته ڊائريون برابر هٽلر جي لکت ۾ هيون. ڊائرين جا شروعاتي ورق ڀڃ شايع ڪيا ويا ۽ اميد ڪئي ٿي ويئي ته هاڻ سڀ اڄا ڪارا پڌرا ٿي پوندا ته ڪهڙي بنياد تي هي ماندڻ اڏيو ويو هيو.

اوچتوئي اوچتو ان خبر ڦهلجڻ شرط آمريڪي حڪومت تحرڪ ۾ آئي. هڪدم هاهاڪار مچي ويو ته هان هي ڇا ٿي ويو. يڪدم آمريڪي ماهرن جون فتوائون صادر ٿي ويو ته اهي ڊائريون ڪوڙيون هيون ۽ ڪنهن دغا ۽ دولاب جو نتيجو هيون. سموريون ڊائريون ضبط ڪيون ويون. اخبارون، جن حق واسطا خريد ڪيا هوا انهن جا رپورٽر ۽ خاطو ٻه جيل ۾ وڌا ويا ۽ سندن خلاف چار سئو ويهه فلم

جـي ڪارروائي ڪئي ويئـي. اخبارن جـي ايڊيٽر استعيفا ڏني. .. بي
جرمني، جا آمريڪي مال غنيمت حصي ۾ آيل آهي تنهن اخبارن جـ
ناڪابندي شروع ڪئي. ڏ ـي ممڪن آهي تـ ڊائريون نقلي هجن ـر
هي ڪو هڪ اڌ دستاويز تـ ڪونـ هيو جـو ڪوئي ڪوڙ تي ٻـڌو
ٻڌي؟ ڪوڙ لاءِ سٺ جلد تـ تيار نـ ڪيا ويندا جن جي ساگين اُٿرن
۾ لڪائي لاءِ ٿي تي سال مدت گهرجي. پر جي ڊائريون غلط بـ هيون
تـ انهن جي شايع ڪرڻ ۾ ڪهڙو هرج هيو؟ هونئن وري اخبارن ۾
ڪهڙيون الهامي ڳالهيون ڇپيون لکيون وڃن؟

آخر جن اخبارن ڪروڙها رپيا سيڙائي ڊائريون خريد ڪيون هيون
تن بـ تـ ڊائرين جـي صحت ۽ صحيح هجڻ لاءِ پوري تصديق ڪئي
هوندي ۽ ڪو اندا ڌنڌ سودو تـ نـ ڪيو هوندو. پر جي ڪوڙ
ڪوڙ سڀ تـ بـ شايع ڪرڻ ۾ ڪهڙي اربعـا خطا هئي. نهٺ
ڪهـت ٻين لي راءِ ڏيڻ جو موقعو تـ ڏنو وڃي.

انوماني هي آهي تـ اهي هٽلر ڌانهن منسوب ٿيل ڊائريون بلڪل
صحيح ڊائريون هيون ۽ انهن ۾ هٽلر جا خيال ۽ رايا جاتايل هئا جن
جـ بدران هيءَ سان گهڻن حڪومتن پوري طاقت سان نحرڪ ۾ بوڙ
۽ وت پڪڙ ڪري پڪر ٻـوسات ڪئي ويئـي ۽ سموري معامل اڪ
ڍٻ ۾ لٽ متي ڪيو ويو جڻ ڪا ڳالهه ٿي نـ هئي. ظلم اهـ آهي
جو ”وه خون بهی کرتے ہیں تو چرچا نہیں ہوتا“.

## ناڻيداري ٻئي عادت؟

هڪ ”مور“ سان ملاقات ٿي. هي اهو مور هيو جـي ”چورن
مٿان مور“ چيا ويندا آهن. پڇيو مانس تـ پاڻو ڪهڙي سبب اوهانکي
پنهنجي ڪئي جي ترت سزا پوڳڻي ڪانـ ٿـي پـوي جڏهن اسان سار
تـ دم دير ڪانـ ٿي ٿئي ۽ تڏي تي حساب ڪتاب ٿـو ورتـو وڃـي.
چيائين تـ اسين عام ماڻهن مٿان ”جمدوت“ طور مقرر ٿيل آهيون ۽
اسان مٿان ماڻهن جي ”گرفت“ لاڳو نـ آهي. البت الله جي ”گرفت“
۾ اسين ضرور اچون ٿا پر اهو بـ دير مدار سان. انڪري اسان ـي
اهو اندازو هرگز ڪونـ هونـدو آهي تـ ڪهڙي ظلم ڪرڻ جـو ـي

نتيجي ملي رهيو آهي. باقي جي اهو ڏسڻو اٿيئي ته اسان سان ڪهڙيون عقوبتون ٿيون ٿين ۽ قدرت ڪهڙي نموني اسان جو ننڊ آرام ڦٽي ڦٽائي ۽ اسانکي آنڌن ۾ وڌ ڪيئن ٿي وجهي ته اهو حشر اسانجي گهرن ۾ اچي ڏس، يا وري اسانجي پاڙيءَ جو به حشر ڏس ته اسين ڪيئن ڪيهان ۽ ڪوڪات ڪندي ۽ تڙڦندي ٿا ساھ ڏيون. پر جي اهڙي ڪلور جي چاڻ به اوهانکي آهي ته پوءِ به اوهين ظلم ڪندا ٿا رهو؟ سون عجب سان ڪاٿونس پڇيو. چيائين ته پهريون اسين پيٽ جي پورت ڪرڻ لاءِ ننڍا ننڍا "ڏوتيا" ڪندا رهندا آهيون. پر پوءِ اسان کي حرام ڪائڻ ۽ ظلم ڪرڻ جي عادت ٿي ويندي آهي. جي اسين حرام نه ڪائون ته اسانکي ماني هضم نٿي ٿئي ۽ جي اسين دستوري گار گند مار موچڙو ۽ بدزباني نه ٿا ڪيون ته اسان کي روحاني تسڪين نه ٿي حاصل ٿئي!

## شريعت ۽ فقه جو فرق

دنيا دورنگي آهي. سدائين پيئي ساندي جيان رنگ بدلائي. اسان واري ٽيليويزن باڻي به ڪا گهٽ رنگين ته نه آهي. اڄ ڪلهه ته بهڪي بيٺي. ان خوشيءَ سان جا باهر ته ڏسڻ ۾ ٿي ڪانه ٿي اچي. ڪجهه سال اڳ ڪيس رقص و سرود جي خاصي آزادي هئي، جڏهن مرد ۽ عورتون قطارون ڪيو باجماعت چيلهه لوڏيندا نظر ايندا هوا. عورتن جي لوڏ ته هونئن به لڪ لهي پر اسان جا مردانه موڙا به ڪي گهٽ ثقافتي ته ڪونه هوا. وري پوءِ زمانه پلٽو ڏيئي پاسو بدليو. ميڪ اپ مٿان چادر ويڙهي مٿو ڍڪيو ويو. ها ها ۽ هو هو هائي به آهي پر هو الله جي نالي ۾. ڪجهه سنجيدگي ته آئي آهي. گهٽ ۾ گهٽ بارن ٻچن سان گڏ ويهي ٿي- وي- ڏسي سگهجي ٿي. ڪڏهن ڪڏهن روحاني جهلڪ جي ڏيکاري ڏني ٿي وڃي. شڪر الحمدالله.

تازه ٽي- ويءَ تي هڪ الله واري بنده جي زيارت ڪرائي ويئي. سندس نالو آهي "محمد اسد" جو جرمنيءَ جو رهاڪو آهي. سندس عمر ٨٣ سال لڳ ڀڳ آهي. اٺونجاه سال اڳ اسلام قبول ڪري ڪرستان مان مسلمان ٿيو. ان ڪانپوءِ دين جي مطالعي ۾

جنبي ويو ۽ اڄ ڏينهن سوڌو ان عشق ۾ محو آهي. ڏهاڪو کن عمدا
ڪتاب لکيا اٿائين جي دنيا جي گهڻين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪا آهن.
اڄ ڪلهه موراڪو (مراڪش) ۾ مقيم آهي. اسلامي دنيا ۾ سندن ساک
ڏاڍي آهي. زندگيءَ جو وڏو عرصو مڪي ۽ مديني منوره ۾ گذاريو
اٿائين. ورهاڱي کان ڏهاڪو سال اڳ لاهور ۾ به اچي رهيو هئو.
ڊاڪٽر اقبال سان سنگت هيس. ڪجهه عرصو پاڪستان پاران
مشرق وسطيٰ ۾ سفير پڻ ٿي رهيو هيو. تازه اسلامي آئين سازيءَ
سلسلي ۾ صلاح مشوره خاطر کيس اسلام آباد گهرايو ويو آهي. ٽي وي
انٽرويوءَ ۾ ڪائونس به سوال پڇيا ويا جن ۾ اسان جي سوچ ۽ سمجهه
لاءِ گهڻو ڪجهه سمايل آهي. ٿورو گهڻو جو ڪجهه منهنجي ياد ۾ رهيو
اهو هن طرح آهي.

پهريون سوال هي پڇيو ويو ته هو مسلمان ڪيئن ٿيو؟ جواب ۾
چيائين ته ١٩٢٥ع ڌاري هڪ اخباري نمائنده جي حيثيت ۾ سندس
مصر وڃڻ ٿيو جتي عربن سان لهه وچڙ ۾ آيو ۽ رفته رفته کيس عربي
زبان ۽ اسلام سان شناسائي ٿي. ڪلام پاڪ جو به يورپي ٻولين ۾
ترجمو پڙهيائين پر کيس ان وقت اها خاطري هئي ته هي ڪلام پيغمبر
پاڪ جي انساني ذهن جي ڪمال جو نتيجو هيو. ١٩٢٦ع ڌاري
ساڻس هڪ عجيب واقعو پيش آيو. هي اهو زمانو هيو جڏهن آسٽريا ۽
جرمنيءَ ۾ آسودگي جو دور هيو ۽ ماڻهو ڏاڍا خوش حال هوا پر
سندن چهرن تي خوشي جا ڪي به آثار نه هوا ۽ اڻلندو وڏيڪ اداس
۽ اپاڙڪا ٿي ڏٺا. هڪ ڏينهن ريل ۾ سفر ڪندي ۽ مسافرن جي
ڪيفيت ڏسندي کيس اهو خيال شدت سان اڀريو ته ماڻهن وٽ دولت
بي حساب هئي تڏهن به هو پريشان ۽ فڪرمند ڇا لاءِ هوا؟ واپس
گهر ايندي ان سوچ ۾ غلطان هيو ته سندس نظر ٽيبل تي رکيل
ڪلام پاڪ جي آيت ”الهاڪ متڪاثر“ جي جرمن ترجمي تي پيئي
جو سندس سوال جو هوبهو جواب هيو.

آيت شريف ۾ الله پاڪ فرمائي ٿو ته ”مال دولت ۽ دنيا جي
لالچ ماڻهن کي قبر جي ڪنڌيءَ تي پهچائي ٿي ڇڏي.“ لفظي ترجمو

هن طرح آهي تہ ”غفلت ۾ رکيو تـوهان کـي گهڻائي جـي حرص - جيستائين توهين وڃي قبرن ۾ پهچو.“ هن آيت جي شروعاتـي جملي ٿي محمد اسد جا ماشا ڦيري ڇڏيا تہ ٽيرنهن سئو سال اڳ وارن ڇيل لفظن ۾ اڄوڪي معاشي نظام جي بدحاليءَ جا اسباب بيان ٿيل هجن تہ اهي انساني اکر نہ آهن پر يقين آهي تہ الله جو ڪلام آهن. ان خيال اچڻ شرط محمد اسد شهر ۾ وڃي هڪ مسلمان عالم جـي ڳولا ڪري سندس هٿ تي وڃي مسلمان ٿيو. سندس نالو ليوپولڊ (شينهن) مان ڦيرائي محمد اسد رکيو ويو. اهو ڏينهن اهو شينهن اڄ ڏينهن تائين ڪلام پاڪ جي مطالعي ۾ مصروف آهـي ۽ وري ڪنهن ٻـي رخ ۾ واجهہ نہ وڌو اٿائين.

ٻئي سوال جو واسطو ”شرا ۽ فقهہ“ درميان فرق بنسبت هيو. جواب ۾ ٻڌائين تہ ’شرا‘ جو تعلق ’نسوخ‘ يعني انهن الاهي احڪامن سان آهي جي اٽل آهن ۽ جن جي پيروي هر حال ۾ ڪرڻ لازمي آهي ۽ جن ۾ ڦير گهير يا سڌاري جـي ڪا گنجائش ڪانہ آهي. باقي ’فقهہ جو لاڳاپو انهن احڪامن جـي انساني استعمال سان آهـي تـہ ڪهڙي بهتر طريقي سان عمل ڪيو وڃي. مثال طور نماز جو حڪم اٽل آهي جو شرعي حڪم آهي. ”نماز“ وقت ۽ حالتن جي روشنيءَ ۾ ڪهڙي نموني ادا ڪئي وڃي تي انجو واسطو فقهہ سان آهي. جيئن تہ مسجد ۾ پـڙهي وڃـي يا ڪيئن؟ اهي فقهہ جا مسئلا آهن. جيئن پاڪيزگيءَ لاءِ وضو ڪرڻ جو حڪم شرعي آهـي، پوءِ پاڻيءَ سان ڪيو وڃي يا مٽيءَ تي هٿ هڻي اها فقهہ آهي.

منهنجي خيال ۾ هن سوال تي غور ڪرڻ سان اسلامي احڪامن جي سمجهہ ۾ وڏي هٿي ملي ٿـي ۽ جـي محمد اسد صاحب جـي اها ڳالهہ اسانجو ملا صاحب بہ سمجهي وڃي تہ جيڪر اسين وڏيءَ مونجهاري ڪان آجا ٿي پئون. پر پوءِ سوال هي ٿو پيدا ٿئي تہ سندس ’في سبيل الله فساد‘ جي دڪانداريءَ جو ڇا ٿيندو؟

۷- آگسٽ ۱۹۸۳ع

## مهانگائي

ملڪ ۾ مهانگائي آئي ته ماڻهن شين جا اگهه پڇڻ کان ئي بس ڪري ڇڏيا. ڇاڪاڻ ته بها بڌڻ سان دل کي ڌڏڪو رسڻ جو امڪان هيو. موت ڪو مهڙو ته نه هيو. پر پٽاٽن ۽ ٽماٽن جي اگهن بڌڻ سان ماڻهو مورڇا ٿي ڪري پوي ۽ اسپتال ويندي دڳ ٿي پساه تيا ڳپي ته گلا ٿيڻ جو انديشو به هيو. ماڻهو ڇا چوندا! اڳ جڏهن سڪر سٽائي هيو ته ماڻهو ڀاڄي پتي وٺڻ لاءِ وڏا ٽوڪرا ساڻ ڪٺي مارڪيٽ ويندي ڏٺا ويندا هوا. ڇو ته هر بره انهن آني ڌڙيءَ جي حساب سان ملندي هئي. پوءِ جڏهن اٺاڻ ٿي ته ٽوڪرن بجاءِ ماڻهو ڇليون ساڻ ڪٺي اسهندا هوا ۽ پنجين ريٺي پلو مهانگو سمجهندا هوا. هاڻ درياهه جي ڪنڌيءَ تي جتي پلو جام ٿو مري، اتي پلي جو اگهه پنجونجاه رپيا آهي ۽ اهو به ڪيرو. جي آنيارو ته ٿي ويهان. هاڻ ته مارڪيٽ ويندي به ماڻهوءَ جا لنگ ٿا ڏڪن. ان ڪري ساڻ نه ڪو ٽوڪري ٽوڪٺي ۽ نه ڇلي. هرڪو سڪٽين هٿين ٿو وڃي مارڪيٽ پهچي، جتي بن رپين ۾ ٿي ٽماٽا، هڪ ريٺي هڪ ليمون ۽ ڇهن رپين ۾ ڇهه پينڊيون چار ڪريلا ۽ هڪ واڱڻ هٿ ۾ لوڏيندو اچي ٿو گهر پهچي. ڪو وقت شايد اهڙو به اچي جو ڀاڄي وٺي ايندڙ جي ڪنڌ ۾ ”هو جمالو“ ڳائڻ سان آجيان به ڪئي وڃي ته ”منهنجو ڪٿي آيو خير سان“. ڇڻ ته ٽماٽا نه پر ٽويوٽا ڪار وٺي آيو هيو.

هڪ سبزيءَ واري کان پڇيم ته پاڻو اٿرڻ ڪو ذڪر ته ڪونه پيو هيو، پوءِ ايتري مهانگائي ڇا لاءِ؟ چي سائين هيءَ مهانگائي ته نه هئي پر ڪا الله جي نا مهرباني هئي.

## پيڙيءَ ۾ واڍيو ڳورو!

اڏوڌ جي نوابن لاءِ مشهور آهي ته جڏهن غصي ۾ ڪاوڙبا هوا ته بزار ۾ وڃي ڪنهن درزي غريب کي موچڙا ڏيندا هوا. ان ڪري

اردو زبان ۾ هي محاورو عام آهي تہ ”چلو تو درزي مارين.“ سنڌ ۾
اهو صدقي جو ٻڪرو ڳوٺاڻو واڻيو هيو. خاص طور بدي ڳوٺ جا واڻيا
تہ دائمي عيسائين جي عتاب ۾ رهندي هميشه هيسيل رهندا هوا. سنڌيءَ
۾ ان سبب عام چوڻي آهي تہ ”آءُ ڪو بدي جو واڻيو ٿورڙئي آهيان
جو اوهان جي آڪڙ سهي ويندس.“ هاڻ تہ واڻيا سراڻ بہ ويچارو وليداد
چوي ”ولر ڪري ويا“ ۽ درزي بہ ٽيلر ماسٽر ٿي ٽيڪجي ويا. هاڻي
دل جو ٻخار ڪيجي تہ ڪيئن ۽ ڪنهن ڪان؟ ناحق تہ آهي وقت جي
حاڪمن سان، جن لاءِ ڪاوڙ جو ڏيکاءُ ڪرڻ بہ لازمي آهي. نہ تہ روب
۽ دٻدٻو ڪيئن رکي سگهبو؟ پنهنجي حاڪميت جي ناموس رکڻ لاءِ
هاڻي ان سبب شير شاه جي شڪري جهان پنهنجي گهر جا ڪڪڙ
مارڻ جي شروعات ڪئي ويئي آهي. پهريون نزلو سنڌ گريجوئيٽ
ائسوسيئيشن تي ڪريو. حڪم جاري ٿيو تہ سرڪاري نوڪر جماعت
جي ڪنهن بہ عوامي پلاٽي وارن ڪمن ۾ بهرو نہ وٺن. بلڪل ٺيڪ،
پلي نہ وٺن. اسانجون اکيون ٽڏيون. پر آخر ڪنهن اها سوچ تہ ضرور
ڪئي هوندي تہ ان فرمان جو نتيجو ڪهڙو نڪرندو؟

## ريلوائيءَ ۾ رولو

گذريل هفتي سيوهڻ لڳ ريلوي گاڏين جو پاڻ ۾ ٽڪرجڻ جو
واقعو ٿي گذريو. حادثہ ۾ اٽڪل ٻارنهن انساني جانيون وڃي پنهنجي
حقيقي مالڪ کي پهتيون. زخمين جي تعداد بنسبت پورا انگ اکر ملي
نہ سگهيا آهن. هي واقعو نہ پهريون آهي ۽ نہ پويون. در اصل ريلوي
انگريزن جي وقت کان هلندي هاڻ ٽڪجي ويل ٿي ڏسجي. ڪو زمانو
هيو جو ريلوي کي آرام ده، ڪفائتي ۽ سلامتي واري مسافري سمجهيو
ويندو هيو. پيهہ ۽ گپا گيهہ ڪري پهريون تہ مسافرن جي آرام ۾ خلل پيو.
ڀاڙن ۾ بي پناه اضافي ڪري پوءِ سفر جي ڪفايت کي ختم ڪيو ويو.
اڄ سندس ڀاڙن ۽ هوائي سفر جي ڪراين وچ ۾ ڪو نالي ماتر فرق
آهي. جڏهن بد انتظامي هن ڪاتي ۾ ڪاهي پئي تہ سندس ”سلامتي“
بہ موڪلائي هلي ويئي. رفتہ رفتہ بدتر کان بد ترين ٿيندي سمورو سرشتو
تباهي جي سرحد تي پهچي چڪو آهي. هاڻ بهتر ٿيندو تہ ريلوي کي

”گـڏائي“ پهچايو وڃي جتي ساموندي جهازن کي پيچي پورا ڪري خام لوهه طور وڪرو ڪيو ٿو وڃي. چاڪاڻ ته ريلوي ان حالت تي اچي پهتي آهي جتان ڪابه واپسي ناممڪن آهي. ريلوي جـو انتظام درهم برهم ٿي چڪو آهـي. جنهن جـو ثبوت سيوهڻ وارو تازو حادثو آهي. چاڪاڻ ته ريلوي گاڏين جو هڪ ٻئي ڪـيڏ اچي ٽڪرجڻ تـه سمجهه ۾ اچي ٿو پر سموري دنيا جـي ريلوي تاريخ ۾ هـي پهريون واقعو آهـي ته ريلون آمهون سامهون ٽڪرائجي وڃن. ڇـو تـه ريلوي گاڏين جي اچڻ ۽ وڃڻ لاءِ هميشه جدا پٽڙيون هونديون آهن ۽ هڪ پٽڙيءَ جي حالت ۾ ”لائين ڪليئر“ ڏنو ويندو آهي. هن صورتحال ۾ ته ٻنهي ڊرائيورن کي ”لائين ڪليئر“ مليل هيو.

## عورتون هڪ رڪاوٽ؟

گذريل هفتـه ٽي وي واري پرک پروگرام ۾ هڪ ڇوڪريءَ ۽ ڇوڪري وچ ۾ تقريري مقابلو ڏيکاريـو ويو. تقرير جـو موضوع هيو ”عورتن جي تعليمي ترقي واري راهه ۾ مرد رڪاوٽ آهن.“ ڇوڪريءَ دليل ۽ دلائل جي روشنيءَ ۾ نهايت عمدي تقريـر ڪئي ۽ ٻڌايو ته قوم جي مستقبل جـو دارو مدار پڙهيل ڳـڙهيل مائرن جي ذمي هيو جنهن ڪري عورتن لاءِ تعليم حاصل ڪرڻ لازمي هئـي پر اسان جي ماڻهن جي اڪثريت زناني تعليم جـي حق ۾ نـه هئي. ڇوڪريءَ بعد هڪ نوجوان جو وارو آيو جنهن پنهنجي تقريـر ۾ عقلي زد کد ڏيڻ بجاءِ عورتن تي حملا شروع ڪيا ته ”ڇوڪريون تعليم پرائي ٻوءِ وار گهنڊيدار ڪري اچي ٿيون زلف نچائن، جنهن ڪري مردن ۾ عورتن لاءِ رغبت پيدا ٿئي ٿي، ان ڪري عورتن کي تعليم ڏيڻ فضول هئي.“ نوجوان هي ثابت ڪرڻ ٿي گهريو ته (۱) عورتون ان ڪري خراب ٿين ٿيون چاڪاڻ جو تعليم پرائن ٿيون ۽ (۲) هـونئن اسان جـا مرد ماڻهو حياءَ ڪان ڪنڌ هيٺ ڪري گهمندا آهن باقي پڙهيل ڇوڪرين جي زلفن جي نمائش سندن اخلاق ۽ پاڪيزگيءَ ۾ خلل انداز ٿيندي رهي ٿي. خبر نـه آهي تـه جنسي رغبت جو عورتن جي پڙهيل يا اڻپڙهيل هئڻ سان ڪهڙو تعلق آهي؟ مزو اهو جـو نوجوان شاگرد جي تقرير

تي زور سان تاڙيون وڄايون ويون ۽ مقابلي ڪٽڻ جو فيصلو به سندس حق ۾ ڪيو ويو. توٽي جو گهنڊيدار وار جي حاضرين جي دلچسپيءَ جو مرڪز هوا اهي زلف به نوجوان جي مٿي تي سينگاريل هوا! نوجوان ويچاري کي شايد اها خبر نه هئي ته اڌ صدي اڳ جن براين لاءِ ڇوڪرين تي الزام ڌريا ويندا هوا، اڄ اهي اوٽايون ڇوڪرن ۾ وڌيڪ هيون بنسبت ڇوڪرين جي. ان لحاظ کان اڄوڪي ماڻهن جي گهٽتي ڇوڪرين لاءِ نه هئي پر ڇوڪرن لاءِ. چالاڪ ته فتوا ڏيندڙ ۽ تاڙيون وڄائيندڙ سڀ مرد هوا ان ڪري فيصلو به اهو ئي ٺيڪ هيو جو ڪيو ويو. وري به شاباش هجي پروگرام جي انچارج کي جنهن ڇوڪريءَ جو قدر ڪندي کيس انعام سان نوازيو.

## گناهه ۽ سزا!

اوڌنداس تارا چند اتر سنڌ جو هڪ پراپڪاري ۽ سخي مرد هيو جنهن شڪارپور ۾ وڏي پئماني جي هڪ خيراتي اسپتال نهرائي هئي جا عام ماڻهن لاءِ اڄ به رات ڏينهن کليل رهي ٿي. سيٺ پاڻ هڪ فقير منش انسان هيو جنهن جي نياز نيزت ۽ خير خيرات جا قصا اڄ به ماڻهن ۾ مشهور آهن. سندس باري ۾ هڪ ننڍين ڳالهه تازو ڏيان تي آئي جا هن طور آهي.

شڪارپور شهر جي هڪ پڙاڻ جو چوڻ آهي ته اسپتال نهڻ واري زماني ۾ هو چوٿون درجو انگريزي پڙهندو هيو ۽ اسڪول وڃڻ لاءِ کيس اسپتال وٽان گذرڻو پوندو هيو. اسپتال ٻاهران ڇپري هيٺ مسافرن جي پاڻي پيڻ لاءِ ڇهه وڏا شاهي مٽ رکيل هوندا هوا. اسڪول کان موٽڻ وقت هي جوان روزانه پٿر هڻي مٽ ڀڃي ڇڏيندو هيو ۽ اسپتال وارا وري ٻئي ڏينهن تي نوان مٽ خريد ڪري پاڻيءَ سان ڀري رکي ڇڏيندا هوا. هڪ ڏينهن حسب دستور جيئن هن مٽ ڀڃڻ لاءِ پٿر بازي ڪئي ته کيس چوڪيدار پڪڙي سيٺ وٽ وٺي ويا. سيٺ کيس ڪرسيءَ تي ويهاري نهايت پيار سان ڳالهيون ڪيون ۽ کيس ٻڌايو ته روزانه مٽن جي ڀڃڻ ڪري نوان مٽ خريد ڪرڻ ۽ انهن کي اهاهي وري پاڻيءَ سان ڀرڻ ۾ ڪافي وقت لڳي ٿي ويو

جنهن ڪري مسافرن کي پائيءَ کان ڪڍهن نراس ٿيڻو نه پيو. سيٺ صاحب کيس مشورو ڏنو ته هاڻ هيئن ڪر، جو مٽن پيڄڻ جي بجاءِ مون کان ڏهاڙي ڇهن مٽن جي قيمت وٺندو ڪر جا ڇهه آنا" هئي پر مٽن پيڄڻ جي تڪليف نه ڪر. انهن ڇئي ڇهه آنا کيس ڏنائين. پناڻ جو ڇوڻ آهي ته پوءِ "آءٌ شرم کان پڌي ويس ۽ انجام ڪيم ته آئينده اهڙي حرڪت هرگز نه ڪندس." ان حالت ۾ سيٺ ڇيو ته پوءِ هي ڇهه آنا مون کان روزانه وٺي "دان جي پيٽيءَ" ۾ وجهندو ڪر ته اها تنهنجي سخا ٿيندي. اسان جو پاڻ ۾ اهو عهدنامون ٿيو ۽ پوءِ سالن جا سال روزانه آءٌ ڪائونس ڇهه آنا وٺي خيرات جي پيٽيءَ ۾ وجهندو رهيس جنهن مون مشترڪ ڪري تعليم پوري ڪئي."

۱۴ آگسٽ ۱۹۸۳ع

عشق اهڙي ذات، جو مانجهي منجهائي مين کي،
ڏينهان ڏورڻ ڏونگرين، روئڻ سڄيائي رات،
آتي ويئي تات، ميان محبوبن جي.

يار سڏائي سيڪو، جاني زباني،
آهي آساني، ڪم پئي تي ڪل پوي.

آديين اخلاص، متائي مانو ڪيو،
هاڻ ڪائي سيڪو، سندو مازهوءَ ماس،
دلبر! هن دنيا ۾، وجي رهندو واس،
بئي سڀ لوڪ لباس، ڪو هڪدل هوندو هيڪڙو.

شڪر گنڊياسون، سپرين! جڙي، جاني يار!
ويئي جن جي وٽ ۾، ڪوڙين ٿيا قرار
ڏٺيم! ڪر م ڏار، پاڙون تن پرين کان.
شاهه

# عالمي امن لاءِ انعام

دنيا جي سنيڪوڪن ملڪن جي مصورن نوبيل انعام ڪاميٽيءَ کي اپيل ڪئي آهي ته هلندڙ سال ۱۹۸۳ع لاءِ "امن جو انعام" نقاشي ۽ چترڪاريءَ جي انهن فنڪارن کي ڏنو وڃي جن "انساني سڪ محبت ۽ دنيا ۾ صلح قائم ڪرڻ" لاءِ پنهنجي چتر ڪاري ذريعي ڪوششون ڪيون آهن ۽ اهڙيون تصويرون چٽيون آهن. هن سلسلي ۾ ياد رهي ته ڪجهه وقت اڳ آسٽريا جي هڪ پاهتر سالہ جي باشندي جنهنجو نالو "سمل سمدڪ" آهي، تنهن طرفان دنيا جي چترڪارن کي دعوت ڏني هئي ته هو انجيل جي دعا "اسانجا حقيقي خالق" کي تصويري روپ ۾ آئي پنهنجي احساس جي عڪاسي ڪن. مختلف ملڪن جي اٽڪل اسي کن چترڪارن پنهنجون تصويرون ان موضوع تي نقش ڪري کيس موڪلي ڏنيون. "مسٽر سمل سمدڪ" انهن تصويرن کي ڪتابي شڪل ۾ ڇاپائي پڌرو ڪيو جنهن جو عنوان آهي. "پيٽر ناسٽر" يعني "اسان جا حقيقي خالق" هي ڪتاب دنيا جي هر ملڪ ۾ نهايت پسند ڪيو ويو آهي.

هي ڪتاب اڄ ڪلهه دنيا جي چترڪارن ۽ دانشورن جي دلچسپيءَ ۽ گفتگوءَ جو مرڪز بڻيل آهي. شايد هن ڪارڻ ته هي ڪتاب موجوده دور جي مصورن ۽ دين مذهب متعلق سندن خيالن ترجماني ڪندڙ آهي. هن ڪتاب ۾ پاڪستان جي چترڪارن جي به نمائندگي ڪيل آهي. ان ڏس ۾ حيدرآباد سنڌ جي هڪ نوخيز چترڪار "فوزيه پراچا" جي هٿ جي چٽيل تصوير ڪتاب ۾ شامل ڪئي ويئي آهي. هي برابر آهي ته انجيل جي دعا جو واسطو ڪرستان مذهب سان آهي پر حقيقت ۾ دعا جو ڏڪ هر دين ڌرم ۾ ڪليل آهي ۽ دعا جي

تصوير تي ڪٿا پنهنجي يا ٻئي جي بندش پمل نه آهي. رازق ڪان رزق ٿورڻ هر مذهب جي سکيا آهي ۽ هي ٻي ڳالهه آهي ته اڄوڪي مادرن دور ۾ دعا گهرڻ کي هڪ پراڻي رنت ۽ رسم سمجهيو وڃي ٿو.

"اسان جا حقيقي خالق" پاڪ ڪتاب انجيل جي دعا آهي ۽ اها دعا اسان کي ان زماني جي ياد تازي ڪرائي ٿي جڏهن ماڻهو هٿ کڻي پنهنجي حقيقي مالڪ کي پاڏائيندا هوا ته "اسان کي اڄوڪي ڏينهن لاءِ روزي ڏي". پر هي ان دور جو قصو آهي جڏهن رزق لاءِ ماڻهن جي توڪل الله پاڪ تي هئي ۽ هو روزيءَ لاءِ اڄ وانگر وقت جي وڏيرن سرمايدارن ۽ حاڪمن اڳيان ڪڏهن به هٿ نه ٽنگيندا هئا ۽ نه وري ان لالانگهرتي تي مکو هن دنيا جي ديوتائن کي سجدا ۽ سلام ڪندا هوا. اهو زمانو گذري ويو. اڄوڪي وقت ۾ اڄان به ڪي ماڻهو پراڻي خيال جا ضرور موجود آهن پر اهي ماني ڪائڻ کان اڳ يا هٿ ڌوئڻ کان پوءِ روزيءَ لاءِ الله جو شڪرانو بجا آڻيندا آهن. پر انهن جو تعداد اٽي ۾ لوڻ برابر مس آهي.

## پورٽريٽ جي تصوير

فوزيه پراچا جي تصوير ۾ سوات ۽ چترال پاسي جو هڪ ڪانير ڏيکاريل آهي جو ڪانيون ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي گهر ڏانهن موٽي رهيو آهي ۽ ساهي پٽڻ لاءِ هڪ هند ٽيڪ ڏيئي ترسيل آهي. ڪانير جي پٺيءَ تي ڪانين جون ٽي عدد پريون آهن جي هڪ ٻئي مٿان سٽيل آهن. ڪانيون ڪنهن وڻ کي ڏاري ٽڪرا ڪيل ٿيون ڏسجن. تصوير ۾ هي چاٿايو ويو آهي ته ڪانير لاءِ ڪانيون ڪرڻ سندس ڪرت ۽ پورهيو آهي جو سندس روز مره جي رزق جو وسيلو آهي.

فوزيه پراچا هڪ سادي سودي نوجوان ڇوڪري آهي جنهن ٿورڙي عرصي ۾ اڻٿڪ محنت ڪري مصوريءَ جي دنيا ۾ پنهنجو نالو روشن ڪيو آهي. هن وقت هو پاڪستان آرٽ انسٽيٽيوٽ ڪراچيءَ ۾ پاڪستان جي مايه ناز مصور "آفتاب ظفر" جي زير تربيت مصوريءَ

۾ مصروف آهي. فن سان بيحد دلي لڳاءُ اٿس. سندس نالو مالڪ حدي اڪثر ڪئلينڊرن ڊائرين ۽ ڪتابي سر ورقن تي ڏسجي ٿو آهي. تازه ڪيس بارڙن جي عالمي ڪتابن ۾ تصويرون چٽڻ لاءِ لنڊن پڻ گهرايو ويو. فوزيه جي شروعاتي تعليم ۽ تربيت حيدرآباد سنڌ ۾ ٿي. جڏهن ڪاليجي تعليم لاءِ ڪراچيءَ آئي ته پنهنجي واندي وقت کي بهتر نموني گذارڻ لاءِ پاڪستان آرٽ انسٽيٽيوٽ ۾ داخلا ورتي چترڪاريءَ جي سکيا حاصل ڪيائين. ٿوري عرصي اندر ئي کيس احساس ٿيو ته چترڪاري سندس روحاني اظهار جو بهترين ذريعو هيو. هاڻ ته چترڪاري سندس جياپي جو حصو بڻجي چڪي آهي جنهن کان پلڪ پاسي ٿيڻ به سندس وس ۾ نه آهي.

## عورتون ۽ چترڪاري

جڏهن ڪاٿونس سوال پڇيم ته چترڪاريءَ جي کهڙي". ڪتب فڪر" جي پٺ ورتڻ جو ارادو اٿيئي؟ چيائين ته حقيقت پسنديءَ ۾ ايمان رکان ٿي، چاڪاڻ ته مونکي قدرت ۽ سندس نقش نگاريءَ سان بي پناه الفت ۽ ڪشش آهي. پاڪستان آرٽ اداره ۾ به ان سبب ڪم ڪندي رهان ٿي چاڪاڻ ته هن اداري ۾ حقيقت نگاريءَ کي اول حيثيت ڏني وڃي ٿي. فوزيه کي پيشه ور چترڪارن جي مسئلن جي ڪافي ڄاڻ آهي ۽ هوءَ انهن معاملن کي جذباتي طور ته نه پر سنجيدگيءَ سان سوچڻ پسند ڪري ٿي. ڪاٿونس پڇيم ته جيڪڏهن ڪو مالدار ماڻهو پنهنجي پئسي جي زور تي هڪ غلط خيال جي تصوير چٽڻ لاءِ اوهان کي ڪم ۾ رنڀائي ٿو ته ڇا اوهان پنهنجي عيوضي وٺڻ بدلي سندس غلط راءِ کي عملي جامون پهرائيندا جو فن جي اصولن خلاف آهي؟ چيائين ته پئسي جي لالچ ۽ حرص کي چترڪاريءَ ۾ ڪو دخل آهي ئي نه. ان صورت ۾ سندس رد عمل انڪاري هوندو. هوءَ هن خيال سان به شامل راءِ نه آهي ته پاڪستان ۾ مصوريءَ جو مستقبل ڪنهن به پختي بنياد تي بيٺل نه آهي. ڇو ته چترڪار سخت جدوجهد ۾ مصروف آهي. عورتون به ترت ان ڇتاپيٽيءَ ۾ داخل ٿينديون.". ونکي خاصي اميد آهي ته عورتون به ان ڊوڙ ۾ بهرو وٺنديون."

هيءَ ڳالهہ خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿي تہ جن جي جيت ٿيندي فوزيہ شايد انهن ۾ اول اچي.

## تصويري شاهڪار

ڪتاب کي ”سيني ماڊرن“ نالي منسوب ڪيو ويو آهي. هر ڪارڻ تہ جڏهن کان هن ڌرتيءَ تي زندگيءَ جي شروعات ٿي آهي تڏهن کان زندگيءَ جو بوجهہ ماڻهون سانديندڙيون ٿيون رهن. ”يورچوگال“ جي هڪ چترڪار پنهنجي تصوير ۾ هڪ ”امڙ“ کي زمين تي سجدي ۾ پيل ڏيکاريو آهي جنهن ۾ سندس ٻار ڇاتيءَ سان چنبڙيل آهي. هڪ طرف کان موت جو فرشتو بيٺل آهي ۽ ٻي طرف کان اختياري وارا هٿيار بند سپاهي. ”رومانيا“ جي مصور وري موت جي ڀيانڪ شڪل ڏاهي ڪيس گهٽ کان بچاءَ وارو ٽوپلو پارايو آهي جو موجوده وقت جي انساني تباهيءَ جو نشان آهي. ”گمبيا“ (آفريڪا) جي چترڪار پنهنجي تصوير جو اهو ڪجهہ نقشو چٽيو آهي جو ائٽمي جنگ بعد دنيا جو حشر ٿيندو. هڪ زنجيرن ۾ جڪڙيل حبشي عورت کي انساني کوپرين جي ڍير تي ويٺل ڏيکاريو اٿس جنهن جي اکيان مخلوق مظاهرہ ڪري رهي آهي ۽ موت جي جملوت جي هٿن ۾ آڻتم بم آهي.

هن مصور ڇاڻايو آهي تہ تصوير وسيلي هو انهن انسانن لاءِ همدرديءَ جو اظهار ٿو ڪري جي بک بيماري بد انتظامي ۽ ظالم حڪومتن جي ڏاڍاين جو اڻ ڳڻيون عقوبتون ۽ مصيبتون سهن ٿا ۽ خاص طور انهن ٻراين جو شڪار ٿين ٿا. جي دنيا اندر اڄ طاقت ۾ آهن؟ ڪينيا جي هڪ نقاش ٽن محتاج ٻارڙن جا خاڪا چٽيا آهن جن مان هڪ بندوق جي ناليءَ جي منهن وٽ بيٺل آهي ۽ باقي ٻہ هڏائين کوپريءَ جي سايہ هيٺ ڏسجي رهيا آهن ۽ هيٺان عنوان طور لکيل آهي تہ ”اوهان جي حڪم مطابق عمل ٿيندو!“ ڏکڻ آفريڪا جي هڪ مصور ”دعا“ جي ترجماني هن طرح ڪئي آهي تہ هڪ هٿيار بند سپاهي هڪ مئل ٻار جو هڏائون پنجرو هٿ ۾ کنيو فتحانہ انداز ۾ بيٺل آهي. ”تنزانيہ“ جي چترڪار

هڪ هٿيار بند سپاهيءَ ڪي هڪ ٻئي انسان ڪي رائفل جي سنگين سان چيريندي ڏيکاريو آهي ۽ چوي ٿو ته ”جنگ سبب معصوم خون جو وهڻ لازمي آهي.“

سڀ کان وڌيڪ دردناڪ خاڪو مالي ءَ (آفريڪا) جي مصور نقش ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ آفريڪي ماڻهون پنهنجي مٿل ڏاڍ پرسان وڏي فڪر ۾ ويٺل ڏيکاريل آهي ۽ هڪ پيو واٺهڙو اهو ٿو سوچي ته ”هو بک وگهي ڪيستائين زنده رهندو“ـ چوي ٿو ته:

”دعا جي تشريح منهنجي نقطہ نگاہ فقط هڪ اکر سان ٿئي ٿي جا آهي ”بک“. جو ماڻهو بک ۾ زندگي بسر ڪري ٿو اهو هميشه پاڻ کان اهو سوال ٿو ڪري ته سڀاڻي منهنجي ٻچڙن ءِ گهر واري کي کائڻ لاءِ ڪجهه نصيب ٿيندو الاجي نه؟ بکئي کي دين ڌرم لاءِ سوچ جو موقعو ئي نه ٿو ملي چاڪاڻ ته بک ۾ پاهہ ٿيندڙ ماڻهو آزاد ماڻهو نه آهي. جيڪڏهن اوهان ڪڏهن بک کاڌي هجي جڏهن ڪنهن مکي ٽڪر لاءِ به اميد آسرو نه هجي ته پوءِ اوهان هي بخوبي سمجهي سگهندا ته هن دعا جو اصلي مفهوم ڇا آهي.“

——— ٢١ آگست ١٩٨٣

نمي ڪمي نهار تون، ڏمر وڏو ڏک،
منجهان صبر سک، جي سنواريا! سمجهين.

جڻن تا پچن ان کي، تئن جي پچن پند.
ته رڙهي لذائون رند، لتين لک لطيف چئي.

تنيءَ تڏيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل وهڻ جي،
متان تئي اونداهه پير نه لهين پرينءَ جو.

گولا جي گراهه جا، جوتا سي جوکي،
قتل سي ڦوڪي، جنين شڪم سانديا.
شاهه

## موسيقيءَ جي محفل

اڳين هفتي ٻارنهين جنوري خميس رات هارون هائوس ڪراچيءَ ۾ راڳ رنگ جي هڪ تاريخي محفل تي گذري جا سنجها کان وٺندي صبح جي پنيرڪي تائين گرم رهي. راڳ لاءِ پارٽ جي ٻن مشهور ۽ نامور ڪنين فنڪارن کي خاص دعوت ڏنل هئي جي سانگي سان پاڪستان ۾ سهڙيل هوا. هڪ چوويهه ساله بينگالي نوجوان، ”اجوءِ چڪرا پارتي“ جو استاد منور علي خان جو شاگرد ۽ هندستاني سنگيت جو ابرندڙ ستارو آهي. سندس ڳائڻ جو تعلق پٽالا گهراڻه جي موسيقيءَ سان آهي. ٻي فنڪاره هئي ”ملبيڪا ڪانن“ جا پارت جي ميوزڪ اڪيڊميءَ جي پروفيسر آهي ۽ سندس ڀالو پارت جي ٽاپ وارين ڳائڻين ۾ شمار ٿئي ٿو. موسيقيءَ ۾ ”ڪريانا“ گهراڻه سان واسطو رکندڙ آهي جنهن مڪتب جي ”ملڪه موسيقي“. مرحوم روشن آرا بيگمَ کي سڏيو ويندو آهي.

محفل جو انتظام حميد هارون ۽ حسين هارون پاڻ طرفان ڪيو ويو هيو. اٽڪل سئيڪو کن چونڊ شهرين کي سندن عيال سميت دعوت ڏنل هئي. فيض احمد فيض ۽ نواب ڇتاري جهڙن راڳ جي پروانن کان وٺندي سيٺ دائود جهڙن راڳ جي جاني دشمنن تائين مهمان محفل ۾ موجود هوا. مرڪزي هال جي فرشي غاليچن تي نشست جو بندوبست ٿيل هيو. مهمانن جي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ طول وهاڻا ۽ سندن اڳيان سگريٽن جي خودڪشيءَ لاءِ نڪر جا پاٽڙا رکيل هوا. ڳائڻ جي ڏائي پاسي ٽيپ رڪارڊنگ جي مشين ۽ ماهر براجمان هوا ۽ سندن ويجهڙائي ۾ تانپوره ۽ سارنگي نواز تارن کي تاءُ ڏيڻ ۾ مشغول هيا. استاد الله رکيو طبله نواز ڊڪڙ تي اٿو لڳائي کين ڊماچوڪڙيءَ لاءِ سنبرائي رهيو هيو. رات جي سناٽي ۾، مهمانن جي پراسرار خاموشي ۽ موم بتين جي ڌيمي روشني، هال جي ماحول کي موسيقيءَ لاءِ سازگار بنائڻ ۾ مددگار ثابت ٿي رهيون هيون. فيض احمد فيض

جي ائي ڳائڻ کي ڳلن جون ڪنديون پارائي تاڙين جي گونج سان سندن مرحبا ڪئي ويئي.

راڳ جي شروعات مائي ملبيڪا ڪانن "راڳ آنندي" ڳائڻ سان ڪئي. مائي صاحبہ پنهنجي فن جي واقعي ڏي مهارت رکندڙ ٿي ڏٺي. مون کي سنگيت تي ايترو عبور ۽ دسترس حاصل نہ آهي جو ڪنهن ماهر جي فن تي فتوا ڏيئي يا ٽيڪا ٽپڻي ڪري سگهان. البت هي گستاخي ڪرڻ جي معافي ٿو گهران تہ پاڻ کي مزو نہ آيو. ممڪن آهي تہ مائي ملبيڪا جي آواز سنهڙي هئڻ ڪري سندس آلاپ جي لئہ چمي نہ سگهي. هوئڻ بہ شايد عمر جي تقاضا ڪري سندس دم ۽ ساهي ۾ ڪجهہ ڪمي ٿي ڏٺي جنهن ڪري آلاپ کي چڪي تائي مس پورو ٿي ڪيائين. پر هي حقيقت هئي تہ سندس ڳائڻ جو انداز شاهاڻو هيو. نہ ڪنهن ڏانهن اک کڻي ڏٺائين ٿي ۽ نہ وري آفرين جي وصوليءَ لاءِ ڪو هٿ کڻڻ جو حيلو ٿي هلايائين. جيئن اسان وٽ ڳائيون مايون "وهواه" وٺڻ لاءِ رحم جي اپيل ڪنديون آهن. هيو تہ پڪو راڳ پر اسو ۽ بي چسو ٿي لڳو. پر وهواه پرپور ڪئي ويئي. مهمان نوازيءَ جي تقاضا بہ اهائي هئي. هيءَ بي ڳالهہ آهي تہ نہ دل پري ۽ نہ شوق پورو ٿيو.

ڏيڍ بجہ رات پيٽ پوڃا لاءِ انٽروئل ڪيو ويو. کاڌي لاءِ وراندي ۾ جوڳو انتظام ٿيل هيو. اسان پاران ويشنو سو بک مٺا پر باقي ڪن مهمانن خوب جاوا ڪيا. هي شايد مائي ملبيڪا جي راڳ جو ڪرامت هئي جو سندن اشتها ۾ برڪت آيل هئي.

## چڪرا پارٽي

اجوءِ چڪرا پارٽيءَ آلاپ جي شروعات ڪان. اڳ هٿ ٻڌي حاضرين مجلس کي نمسڪار ڪري ڳائڻ لاءِ آگيا گهري. پوءِ سر منڊل کي بين سازن جي لئہ ۾ آئي "سريوپالي" سان الله توهار ڪيائين. "پوبالي" رات جي راڳڻي آهي ۽ پٽيالا موسيقيءَ جي پياري تخليق آهي ۽ ڏاڍي اڪير سان آلاپي ويندي آهي. اجوءِ راڳڻيءَ کي آرام سان گهيتاريندي ۽ سرچائيندي راڳ جو رنگ چمائيندو رهيو. پر ڏاڍي لاڏ ڪوڏ ۽ ٻاٻوہ سان. راڳ آهيئي آلاپ کي ٿهلائڻ جنهن

فن ۾ "اجوءِ" پنهنجو مٺ ڀاڻ نبي ڏنو. ڪرج ۾ ڳائيندي سندس آلاپ اهڙو جهيڙو تي ڦهليو جو ڀانئن ته آواز هيوئي ڪونه. فقط ساه ڪڍڻ جو سربات هيو، جڏهن ڪنهن تڏو ساهه ڪڍي دل جو غبار ٿي هلڪو ڪيو. ڪجهه منٽن جي ميند ۽ مرڪ ڪانپوءِ آلاپ ۾ شوڪاري جيتري شوخي ضرور ايندي رهي پر اها به ايتري جيتري ڪير ڏهڻ جي گوهن مهل پڌڻ ۾ اچي.

پر راڳ ۾ آزي نيازي ۽ منٿ ميڙ بدستور ساڳي رهي. آلاپ ۽ سازن جي وچت وچم مانيٺي سازش تي ڏني. جڏهن آلاپ جي سمگلنگ تي رهي هئي. نه چرڙات هوا ۽ نه پکرا پڙيءَ وارا برڙات. نه ڪا ويڙهه هئي ۽ نه دنگا مستي. چهرو اهوئي گنڀير ۽ مرڪندڙ. جسم ۾ ڪا ون پکڙ ڪانه. آلاپ پاڌهرتو، پنهنجي رضا خوشيءَ سان ٻاهر اچي جڏهن پسار ڪري رهيو هو. اسان وارا گوئيا راڳ ڪي ٽڪڻ تالي ڪري ڳتڙ ڪان جهلي ڳلي ڪان زوريءَ گهلي ٻاهر ڪڍن. جڏهن کوه مان مثل گڏه تي چڪي ڪڍيائون. سندن جسم ان ڪر پيو ٿيندو رهندو. سندن مهاندو ڳائڻ مهل کوفت وارو جڏهن ته مٿن ڪوڙا وسي رهيا هوا. جي گويو سامهون ويٺل نه هجي ته پوءِ ائين محسوس ٿيندو رهندو ته شايد ڏيوڍيءَ ۾ ڪتن ۽ ٻلن وچم آڪاڙو ٿي رهيو آهي.

اجوءِ جي "تان" به اهڙي رسيلي ۽ آٽوميٽڪ هئي جيئن آبشار وارو وهڪرو. يا وري بهاڙ جي چوٽي تان رڙهندڙ پٿر جي گسڪندا ۽ لال فيريون ڏيندا لاهيءَ ڏانهن راهي هجن. پڌندڙ آواز جي جادوءَ ۾ پنڊ پاهڻ ٿي ويندا رهيا. فقط ڪنڌ ڌوڻ حرڪت ۾ هئي. اها به مستي موج ۽ مدهوشيءَ واري. جيئن جوئر جا سنگ' جي هوا جي جهلڪي آئي لڏندا هجن. ڪنهن ڪنهن جو هٿ بي اختيار ايو تي تال مڪان جي ادائگيءَ گڏ ميٺ تي ڪريو ورنه فقط سبحان الله، بهت اچهي ڪيا کهني، يا واه واه جي وائي هر وات هئي.

## ميان جي ملهار

"ميان جي ملهار" جهونگاريندي "اجوءِ" آلاپ کي فن جي انتها تي آڻي پهچايو. ملهار کي سنڌيءَ ۾ سر سارنگ چئون. "ميان"

موسيقيءَ ۾ تانسين کي سڏيو ويندو آهي ۽ سندس رچايل راڳڻين کي سندس نالي سان نسبت ڏني ويندي آهي. جڏهن ميان جي توڙي. ميان جي ملهار ٻڌندي مون کي پهريون ڀيرو هي احساس ٿيو ته راڳ نه صرف ٻڌي رهيو آهيان پر راڳ جي شڪل صورت به اکين آڏو هئي. مون عمر ۾ راڳ ٻڌو هيم پر راڳ کي هوبهو ۽ روبرو اڄ ڏٺو هيم. ٻول هوا ”ڪشتي بانو (ٻيڙي وارا) ڪناري ڪناري چلو“ ڇاڪاڻ جو بارش ۽ طوفان اچي رهيو هئو. ٻيڙين لاءِ ڪناري جو سهارو وٺڻ ضروري هيو. پوءِ جا اکر هوا ”بجلي چمڪي“ ۽ ”بادل گرجي“. جڏهن بجلي چمڪي واري تان ٿي هنيائين ته سنهڙي آلاپ ۽ ور وڪڙن ۾، چئن ڪنڊن جا تجلا اکيون ڪيڏندي هڪ ٻئي کي گم ٿي ٿيا. وري جڏهن بادل گرجي جي نوبت ٿي آئي ته پوءِ رعد واري راڙ جون پڙڪون ٿي مچاري ٿيون. چمڪ ۽ گرج جي گڏجڻ تي ”ڪنوڻ ۽ گاج“ جو نظارو اکين اڳيان نچندو نظر ٿي آيو. مون لاءِ اهي نئين ڳالهه هئي، اهڙي منظر کي ڌرتي تي ڏسڻ، جنهن جو گذر هميشه منهنجي مٿي ڪمان ٿيندڙ هيو. اجوءِ جي ”ملهار“ ۾ اڄ مون پنهنجي اکين سان طوفان ۽ بارش جي شورش ۾ ٻيڙين کي ڪمري ڪناري روان ڏٺو!

## تند ڪتاري ڪنڌ!

ڀائو سراج ٻيئي جنهن مون سان ويٺي سنگيت جون سرڪيون پريون، پڇيم ته ڀائو ڏي خبر. چيائين ته ادا اڄ ٿي سمجهه اچيم ته ڏياچ سر تي سر ڇو ڏنو هيو. اهڙن سرن تان سر صدقي. رات جا ٻنج وڄي چڪا هوا ۽ اسان لاءِ ته اجهان جهٽ گهڙي مس گذري هئي. چرڪ پري ٻئي ڄڻا اٿي کڙا ٿياسون، ڄڻ گهري ننڊ مان سجاڳ ٿيا هواسون. گهر پهچڻ تي ڏٺوسون ته ٻنهي جون گهر واريون پنهنجن ٻچن جي همراهيءَ ۾ اسان کي ڳولڻ سانگي موٽرون هڪارڻ جي سانباهن ۾ هيون. اسان کين ٻڌائي ته ويا هئاسون پر صبح تائين غائب رهڻ ڪري سندن دلين ۾ وهم ۽ وسوسا پيدا ٿيا هوندا. سندن ڪو ڏوهه ته ڪونه هيو اسان به ڏهاڪو سالن ۾ سڄي رات ٻاهر ڪڏهن ڪانه گذاري هئي. وري راڳ جي ذڪر آئي گهر وارين

جو خيال راڳڻين بجاءِ ڳائڻين جي رخ ۾ ويو هوندو. مبادا لسان گمراهه ٿي ويا هجون، توئي جو ڪين بخوبي ڄاڻ آهي ته اسين هاڻ عمر جي ان حصي ۾ آهيون جو جيڪر ڪاسائي به اسانکي وٺڻ کان انڪار ڪري.

بهرحال هن راڳ اسانجا ڪپاٽ کولي ڇڏيا، اڄ خبر پيئي ته هيل سوڌو جنهن ڪي راڳ ڄاڻي ٻڌو هيوسون اهو ته ٻيو ڪو روڳ هيو. هي اڄ وارو راڳ اهو هيو جنهن لاءِ شاهه پنهنجي مرڻ کان اڳ ٻڌڻ لاءِ خواهش ڪئي. تنبور جي تار تي ”الاهو“ جو آلاپ بلند ٿيو. شاهه منهن مونن ۾ وجهي مراقبي ۾ محو ٿي ويو؛ جڏهن آلاپ بند ٿيو ته هر هڪ پاڻ سنڀاليو. ڏٺائون ته شاهه جو پکيئڙو پنجره مان اڏامي پرڏيهه پهچي چڪو هيو.

۲۲ جنوري ۱۹۸۴ع

---

جي پانئين جوڳي ٿيان، ته سڳ سيپٽي ڇن،
وڃي در دوستن جي، نانگا! ڪيم نن،
ٻڌ تنهين جي ٻن، جن ٻجهي نه ٻجهيو.

جي پانئين جوڳي ٿيان، ته سڳ سيپٽي توڙ،
جي چاوا نه چاپندا، جي تنين سي جوڙ،
ته تون پهچين توڙ، محبت جي ميدان ۾.

جي پانئين جوڳي ٿيان، ته من پوري، منجهه مار،
دائم دونهين دل ۾، من سين ماليها وار،
سد سيڪا آر، آڏي جي ادب سين.

جي پانئين جوڳي ٿيان، ته ڪين پيالو پي،
ناه نظارو همت ڪري، 'آئون' سي آڻ نه پي،
ته سندو ديرت وي، طالب! توڙان مائين.

(شاهه)

## هيڏا هاڃان ٿين!

ملتان جي نوابپور شهر ۾ تازو هڪ دل ڏاريندڙ واقعو ٿي گذريو، جنهن ۾ اڇوڪي انسان پنهنجي ماءُ ڀيڻ ۽ نياڻيءَ کي ننگو ڪري گهٽين ۾ گهمايو. انسانيت سان عقوبتون ته هر دور ۾ ٿينديون رهيون آهن، پر هن قسم جي شرمناڪ ذلالت جو تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. سرڪار کي گهرڻو هو ته هن وحشتناڪ سانحي لاءِ پوري ملڪ ۾ "ست ڏينهن ماتمه سوڳ" جو اعلان ڪري ها ۽ جوابدار وحشين کي سر بازار سنگسار ڪرائي ها. ڇاڪاڻ ته هنن بن ڀيا ٽن عورتن جي آبرو ريزي "سموري انسانيت" کي الف اگهاڙو ڪيو هيو.

انصاف جي تقاضا اها هيءَ به هئي ته جن تماشبينن چپ چاپ ڏٺي اهو هولناڪ نظارو اڪين بسيو هيون تن کي اهو موقعو بخشيو وڃي ها ته هو پنهنجي گنهگار اکين کي پاڻهرتو انڌو ڪري پنهنجي گناه جي تلافي ڪن. هي برابر آهي ته ڏسندڙ راهگير بيوس هوا ۽ اهڙا تي مجبور هو جهڙيون عورتون. پر هي ته مرد ماڻهو هوا ۽ سندن مردانگيءَ کي ڇا ٿيو هيو؟ سزا به ته ان بيوسيءَ لاءِ آهي ته جي اکين هوندي انڌا ٿي رهن ته سندن ڏسڻ جو حق کسيو وڃي. گهٽ ۾ گهٽ انڌن ٿيڻ ڪانسواءِ آئنده اهڙي ظلم جي نمائش ڏسڻ کان ته آجا رهندا!

سنڌ جي ارغون گورنر خسرو خان چرڪس جي هڪ غير عورت جي وگهنڙ تي غلط نگاهه پئجي ويئي هئي ۽ اها به غير ارادي طور، ڇاڪاڻ ته کيس خبر نه هئي ته ڪا عورت وهنجي رهي هئي، ته پنهنجي اکين ۾ آنگريون وجهي پاڻ کي انڌو ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪيائين. ساڳين فيصلو علمائن حوالي ٿيو نه انڌن به سندس بيگناه هئڻ جي باوجود مٿس تي سٺو سٺ غام پلائيءَ واريءَ عمارتن جي تعمير ڪرائڻ جي شرعي فتوا صادر ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ٺٽه ۽ پسگردائي ۾ ڪيئي

مسافر خانا، مڪتب ۽ مسيتون نهيون ۽ ڪوه ڪوٺايا وياه هي هيو هڪ ڏسندڙ جي نگاهہ جو عيوضو!

جنهن پردہ پوشي ڪرڻ خاطر صاحب رب ستار انسان جو جنم ماءُ جي پيٽ ۾ پوشيده رکيو. جنهن ستر پوشيءَ ڪارڻ زمين پاڻ ڦاڙي ۽ ڏاري ستين جو ست قائم ٿي رکيو. جنهن اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ ڪپهہ جي ڏوڏي کي ڏرتيءَ جي حسين ۽ عظيم تر گل هئڻ جو شرف حاصل ٿيو. جنهن شرم رکڻ لاءِ قدرت درياهہ ۾ لڙهندڙ زناني لاش کي ڪي اونڌو ٿي لوڙهيو. اڄ ان شرم جي پرم جو پاندو نوابپور جي چوڏرين ڦوڙي ڇڏيو. افسوس صد افسوس! چوندا آهن تہ جڏهن مرده جو جنازو زمين تي رکيو ويندو آهي تہ اها زمين لرزه ۾ اچي ويندي آهي. جنهن زمين تي سندس مٿيءَ ماان نهيل پتلين کي ننگو ڪري سموري انسانيت کي اگهاڙو ڪيو ويو ان تي ڪهڙي نہ قيامت گذري هوندي! زمين الاجي چو نہ ڦاٽي؟ يا اجا اهڙي سنبت ۾ آهي.

جوابدارن کي ڦٽڪا، ضطبي ۽ ڏنڊ جون سزائون ڏنيون ويون. جا سزا عام رواجي سزا تہ ضرور آهي. پر جوگهي سيکت تہ نہ آهي. وري بہ شڪر جو ملٽري ڪورٽ هئي. سول ڪورٽ ۾ تہ اسان جا برک وڪيل، آنيسٽ پوليس ۽ گامون سچار شاهد ۽ مشير هي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها تہ اهي عورتون اصل ۾ نچڻيون هيون جن پنهنجي فن جي بازار ۾ نمائش ٿي ڪئي. اٽلندو ڪين فحاشيءَ جي قلم ۾ سزا ملي ها. شڪر جو ڪجهہ سزا تہ سزا وارن کي ڏني ويئي. گذريل سال ٿٽي جي ڍنڍ ڪناري ساڳي ڪربلا ٿي چڪي هئي. پر اتي ڪنهن بہ ڪورٽ جا ڪارروائي ڪانہ ڪئي. شايد ان ڪري جو سنڌ جي سر زمين تي ظلم جائز آهي. ”آمي ۽ ڦاپيءَ“ جو انسانن ۾ شمار نہ آهي. نہ وري هو ڪنهن جي اڻ پينر يا نياڻيون هيون. هونئن بہ ملتان ۽ ٿٽي وچ ۾ وڏو مفاصلو آهي ۽ فرق بہ ايترو ئي وڏو آهي. سسئي جي بہ ساڳي شڪايت هئي تہ:

”اگهي اڻ رڙن مون پيري مات ٿي.“

نوابپور وارو واقعو هڪ روزمره وارو حادثو هيو جو ختم ٿي

ويو. جنهن جا عضوا ڪپيا ويا ۽ هڏا ڀڳا ويا اهو گذاري ويو. ڏوهارين کي سزا ملي چڪي. اخبارن ۾ خبر جي آخري خبر هي شايع ٿي آهي ته جن عورتن سان عقوبت ٿي چڪي هئي انهن کي ”اٺ لک“ رپيا عيوضو ملندو. زور هيو انن لکن رپين تي. خبر ته اخبار وارن ڇاپي. پڙهڻ مون کي ٿي آيو. لعنت انهن لکن تي جي عورت ذات جي لڄ شرم ۽ عزت جو اجورو بڻجن. عزت ۽ مان جي به ڪا بها ٺهندي آهي ڇا؟ باقي ائين الاهي ڇو چوندا آهن ته پاپي بڪ پرم جي شل نه وڃي شان.

٢١ آگسٽ ١٩٨٣ع

***

منهن ۾ موسيٰ جهڙو اندر ۾ ابليس
اهڙو خام خبيث، ڪڏي ڪوه نه ڇڏيئن؟

جان جان پسين پاڻکي، تان تان ناه سجود،
وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چؤ.

آڏو جو اثبات کي، سو مشرڪ لاهي شڪ،
هئي جنهن ۾ حق، تنهن نفيءَ جهڙو ناه ڪي.

مديني جا شاهه سڻ منهنجا سڏڙا،
ڪارڻ لڳ الله، سگهو، رسج سپرين.

چانئٺ پاٺي چٽ ۾، سنهون ڪتيو جن،
تن جو صرافن، دڪو داخل نه ڪيو.

جڏن لهارن لپيٽيو، ڪڙو منجهه ڪڙي،
منهنجو جيءَ جڙي سپيريان سو گهو ڪيو.

شاهه

## صدر جي سنڌ ۾ آمد

مانوارا صدر صاحب. ڀلي آيا نڄ آيا، لک لائق اوهان جا جو قرب جا پير ڀري اڳڻ آيا. شڪر ٿيو جو اوهان پاڻ سنڌ تہ گهمي ڏٺي. ڪجهہ گهڙيون هتي جي ماڻهن گڏ بہ گهاريون. ڪيترن مهاندن سان اوهان جي ملاقات ٿي هوندي. ڪن دعائون ڏنيون ۽ ڪن دانهون بہ ڪيون هونديون. ماڻهن سان ملڻ جهلڻ ۾ ٿي اوهان ڪي هتي جي ماڻهن جي چاڻ سڃاڻ ٿي هوندي. جن جهڪي سلام ڪيا ٿي اهي همراه اسان وارا نہ هوا. اسان وٽ ٻانهون ٻڌڻ جو رواج گهڻو آهي. پر ان مون ائين نہ سمجهيو وڃي تہ ڪو چون ٿا "ٽڪو ۽ دعا" يا "اسان کي معاف ڪر." بلڪل نہ. ٻانهون ٻڌي خوش خير عافيت ڪرڻ اسان جي روائتي عادت آهي. چاڪاڻ تہ اسين دعا گو قوم آهيون. ياڪر پائڻ جا اسين ڪوڏيا. ٻر جي ڪو ٻانهون ڦولائي تہ پوءِ "پيو مڙوئي خير" اسان جو تڪيہ ڪلام آهي. هر حال احوال جي پڇاڙي "پيو مڙوئي خير" سان ٿيندي آهي، پوءِ توڻي جو سڄو گهر سڙي رک ٿي وڃي يا ٻار ٻچا بک ۾ پاهہ ٿيندا هجن.

اوهان کي سفر جي هر منزل تي سپاسناما پيش ڪيا ويا هوندا. اوهان کي سنڌين جا ڏک سور بہ ٻڌايا ويا الاجي نہ. اوهان لاڙڪاڻہ ۾ الاجي ڪهڙي ترقيءَ جي ڳالهہ ڪئي هئي. اتي تہ سم سيڪ ۽ ڪلر ۾ ڪنگ ٿو رڙي. قبلا سنڌ سڄي هڪ ڍنڍ ٿيندي ٿي رهي. ڪجهہ ترت تدارڪ ٿئي تہ چڱو. بک ۽ بي روزگاريءَ جي ڪجهہ ڳڻ ڪيو. اسان وارو پڙهيل ڳڙهيل نوجوان ڊگريون کيسي ۾ ڪري جتي گسائيندو ٿو رهي. نوڪريون تہ سڀ آهن سرڪار وٽ سوگهيون. اسان وارن جو وارو الاجي ڪڏهن ايندو؟ رشوت ۽ مهانگائي لاءِ تہ ڪجهہ چوڻ

به بيسود آهي. اڳ ڍور ڍڳن تي پونگو وصول ٿيندو هيو. هاڻ ته جيئرا جاڳندا ماڻهو پڇائي گروي ٿا رکن. اوهان ٿا فرمايو ته اڳين سال جي پيٽ ۾ هاڻ ڏوهه جا انگ اکر گهٽ آهن!

ٿرپارڪار ضلع ۾ ٿر جي ترقياتي اختياري، لاڙڪاڻي ۾ ڪئڊٽ ڪاليج ۽ نوابشاهه ۾ غريب ڇوڪرين جي پڙهائيءَ لاءِ "قرض حسنه" جو قيام نهايت ڪارآمد تجويزون آهن. پر اوهان جي دوره جي بهترين سوکڙي اسان لاءِ "شاهه لطيف ميڊل" آهي جو ڊاڪٽري پڙهندڙ ڇوڪرين جي ڇتا پيٽيءَ لاءِ قائم ڪيو ويو آهي. بهتر ٿيندو ته لاڙڪاڻه ڪئڊٽ ڪاليج جو نالو به "لطيف ڪئڊٽ ڪاليج" رکيو وڃي. هونئن به هتي جي ماڻهن جي دلين ڏانهن وڃڻ جي واهه ته پڻائيءَ جي راهه آهي ۽ نه ڪا ٻي ڳلي.

## سنڌيءَ سان تعدي

جناب عالي، اوهان جو دورو ڏاڍو ڪامياب رهيو. اخبارن ريڊيو ۽ خاص طور تي وي وارن ڏاڍي پابوه سان اوهان جي پبلسٽي ڪئي. هي ٻي ڳالهه آهي ته عادت ۽ بد نيتي ڪان سنڌ جي شهرن جاين ۽ ماڻهن جا نالا ۽ نشان غلط لکيا ڇپيا ۽ پڙهيا ويا. موهن جو دڙو "داڙو" ٿيو ۽ غلام محمد "مهر" مون ـهڙ ۽ "ميهڙ" تي ويو. وڏي تعدي "ساڌ ٻيلهه" سان ٿي جو ڪيس "سادهو ٻيلهه" بڻايو ويو. اها "واهه" اڙدوءَ وارن الاجي ڪتان آندي. شايد پنهنجي پيٽ جي واهه ويلا ڪيڏي اکرن ۾ پريائون. عجب اهو جو پنجتيهن ورهين جي پڇاڙان به اهو ٿي "سهڙ ٽنگون ٿي چوٿون پيچ". هر نانءُ نشان جو اچار ۽ "هجي" غلط ڪرڻ، ڪا ڳالهه نهي ته نه ٿي. آخر ٻوليءَ جي به ته ڪا آبرو ٿيندي آهي. هرويرو اسان جي عزت ۾ ڏينگهر ڇو ٿا وڌا وڃن. ڪجهه خدا جو خوف ڪيو. ائين نه ٿئي جو اسان به ساڳي ڪاساڻڪي ڪار ڪيون ۽ پوءِ بقول شاهه جي: "تنهنجو ٿي، تو کي لڳي".

۲۲ اپريل ۱۹۸۵

## اليڪشن لاءِ سانباها!

ڪجهہ عرصو اڳ ڊيڊورو هي ڏنو ٿي ڊيو تہ آئنده واري اسلامي پيڙي جا سڪائي، سروان ۽ نا ڪوا سڀ نيڪ نمازي، پارسا پرهيزگار هوندا ۽ انهيءَ سان گڏ شرابي، ٽپتائي ۽ نوسر بازن لاءِ ڪا جڳهہ نہ هوندي. اهڙي پروگرام تي عمل پيرا ٿيندي اڳوڻن سياسي اڳواڻن جي جاچ پڙتال ڪئي ويئي ۽ منجهانئن نااهلي جا چڙهيا واپاري چونڊي سائن پابنديون لاڳو ڪيون ويون. جيئن هو پبلڪ ادارن ۾ داخل ٿي پنهنجي دستوري ”دلالي بجاجي“ ڪري نہ سگهن.

هاڻوڪي اليڪشن ۾ اوچتو ئي اوچتو اهڙن ”نا اهل“ ۽ نالائقن تان بندش هٽائي سندن پنجرن جا دروازا کوليا ويا آهن. هاڻ هو پيهر ملڪ پيلڻ لاءِ ڇڙوا ڳ ڇڏيا ويا آهن. خبر نہ آهي تہ اهڙو فيصلو عقل ۽ دليل جي مصلحت تي ڪيو ويو آهي يا وري ڪنهن ڪڙپيل سياستدان جي چرچ يا مصلحت تي.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ جنهن بنياد تي گذريل ست سال ”رعيتي راڄ“ هلايو ٿي ويو ان جڙ کي اکيڙي پرک ۽ پروڙ واري ڪسوٽي ختم ڪئي ويئي آهي. يا وري ڪري ڪوٺي جو فيصلو عوام تي ڇڏيو ويو آهي تہ هو پنهنجي بصيرت سان عين اسلامي ”صالح“ چونڊين. پر اهڙو اختيار عوام کي حاصل ئي ڪونہ آهي ڇو تہ هو وڏيرڪي چار ۽ قوم قبيلي جي روائتي زنجيرن ۾ جڪڙيل آهن.

هونئن بہ اميدوار بيهڻ ۽ اليڪشن وڙهڻ لاءِ نائن جون هميائيون گهرجن. غريب مسڪين ماڻهو پاڻ ۾ ايترو ست ڪيئن ساري سگهندا جو ڪنهن بيٺل ماڻهوءَ جو مقابلو ڪري سگهن. عام ووٽر فقط ايترو ڪري ٿا سگهن تہ جي بہ اميدوار ميدان ۾ هجن تن ۾ جو گهٽ

نقصانڪار هجي تنهن جي حمايت ۾ ووٽ ڏين، پر فرق ڪهڙو؟ چار سئو الويهه يا ويهه جي ڳالهه مڙوئي ساڳي آهي.

ريون ته هوندن به هميشه سبزي ۽ ڀاڄي ڪائڻ جي حق ۾ نعراءَ پاس ڪنديون رهنديون آهن، پر مصيبت هي آهي جو بگهڙن ويشنو ٿيڻ لاءِ ڪڏهن سوچيو ئي نه آهي.

هڪ انگريز دانشور جو چوڻ آهي ته هي دنيا هڪ ناٽڪ گهر آهي جتي روز بروز پتلين جا تماشا پيا ٿين. ڏاهي ته ڳالهه ڪئي مثال طور، ڀر اسين ته اکين ويٺا ڏسون ته دنيا جي عظيم ملڪن جون حڪومتون به ناچو ۽ ناٽڪي ساٿو ويٺا هلائين. آمريڪا جو صدر ريگن جنهن ڪالهه صدارت جو ٻئين ڀر قسم کنيو اهو به بنيادي طور تي فلم ائڪٽر آهي، شايد سندس ڪاميابيءَ جو راز به اداڪاريءَ ۾ هجي. پارٽ جي تازه چوندن ۾ اتڪل درجن کن فلم ائڪٽر ڪثرت راءِ سان ميمبر چونڊجي آيا آهن. اسان وٽ به خير سان جهنگل ڊراما جا اصلي ڪردار ميدان ۾ ڪڏي ڪاهي پيا آهن.

هڪ دوست ٻئي کي خبر ٻڌائي ته فلاڻو مقابلي ۾ ڪٽي ويو. ڪائونس پڇيو ويو ته ڪنهن کان؟ هو خاموش ٿي ويو! وٽس شايد جواب ئي ڪونه هيو.

## پٺائي باغ

خبر شايع ٿي آهي ته پٽ شاهه تي ”پٺائي باغ“ رکڻ لاءِ سانباها ٿي رهيا آهن. هن باغ ۾ عقيدتمندن طرفان سندن پنهنجي ياد قائم ڪرڻ لاءِ بوٽا پوکيا ويندا. نهايت نيڪ خيال آهي. ڪنهن نه ڪنهن بهاني پٽ تي ڪا باغ بهاري ته ٿئي. پر پٺائيءَ جو باغ ته ساري سنڌ آهي جنهن جي سڪر سٺائيءَ لاءِ درويش هر وقت دعا جا هٿ ٽني ڪنيا. هي ٻي ڳالهه آهي ته هن هنڌ جهنگل وارو وهنوار به ٿيندو رهيو آهي. جتي هڪ ٻئي جون بوٽيون پٽيون وڃن اتي بوٽا پوکڻ ۾ ڪنهن جي ياد زنده رهندي؟

٢٧ جنوري ١٩٨٥ع

## ڇام ڇاموٽ ۽ ڇامڙا

آءٌ سيني سڄڻن جو ٿورائتو آهيان جن منهنجي ڪتابڙي بنسبت پنهنجي راءِ جو اظهار ڪري منهنجي همت افزائي ڪئي. گهڻا ته اهڙا به درياه دل ۽ سخا جا صاحب هوا جن روبرو اچي واڌايون ڏنيون. هي سندن لک لائق ۽ قرب آهن نه ته آءٌ ان قابل ڪٿي؟ مون ڪي پنهنجي علمي توڙي عملي اوڻاين جو پليءَ پٽ احساس آهي. آءٌ فقط ايترو ضرور چئي ٿو سگهان ته سڀ توفيق الله پاڪ ڪان آهي.

سچ ته هي آهي ته مون ڪتاب لکي ڪنهن تي ڪڏهن ٿورو ڪونه ڪيو آهي. البت پنهنجي دل جو بار سو ڍرو ضرور ٿيو آهي. اندر ۾ ورهين جي يادگيرين جا انبار سٿيل هوا. وڇڙي ويل يارن جا غم ۽ غبار ان ڪان الڳ هوا. اوبر جي اڪلاءُ لاءِ نه هئي ڪا ڪلي نه ڳٽو. مند فڪريءَ ۾ هيم ته ڪٿي ڦوڪٽي جيان نڪاءُ ڏيئي ڦاٽي نه مران. شڪر جو ڦورو ڦولڻ لاءِ واهه وسيلو ملي ويو. هاڻ مڙوئي ٻاڻ ڪي هلڪو ٿو پانيان. توڙي جو اندر ۾ ڍير ۽ ڍڪ اڃا سوڌو اوترائي آهن جيترا اڳ هوا. پر هاڻ گهٽ ۾ گهٽ ڪڏهن ساهه کڻڻ لاءِ واهه ته ملي.

ڪجهه ڏينهن ٿيا هڪ ڪوپو جوان اچي مونوٽ سهڙيو. چي سانگو ڪري سيڙجي آيو آهيان. اوهان وارو ڪتابڙو هٿ چڙهي ويو. هڪ ٿي ڪيٽ ۾ پڙهي پورو ڪيم. پر پڙهندي پاڻ سان واعدو ڪيم ته سعيو ڪري وڃي ليکڪ جا هٿ چمندس. هاڻ واندڪائي ملنديئي اهو انجام پاڙڻ آيو آهيان. مون ڪيس پنهنجا هٿ ڏيکاريا. ڪارا، ڪوجها، ڪراڙا ۽ ڪنبندڙ هٿ، جن هٿن مٿان رڳو رڳون وڻ ويڙهي جيان وڪوڙيل هيون. چيم ته اهي ”ڳوه جا چنبا“ چمڻ جهڙا هجن ها ته هوند بين اڳيان ڦهلائڻ ڪان اڳ، آءٌ پاڻ چمان هان. اهڙي آدر ياءُ جهڙي هڪ بي سوڪڙي ساڻ اٿم. اها آهي دلڙي.

اڄ ته ٻاڪر پايون . پوءِ ڪيس سڀني سان لائي سڪ ونديم . ڏاڍو مزو آيو . عيد براد ڪاڻ سواءِ ڪنهن سان ٻاڪرين پوڻ جو اڄڪلهه موقعو ئي ڪٿي ٿو ملي . عمر جي بزرگي ۾ هڪ وڏي بجڙائي آهي . هر ڪو پيو پري کان پر نام ڪندو . ماڻهن جو ڪهڙو ڏوهه ! چوهٺ ورهين جي ڪٿل ڪسٽ سان بغلگير ٿيڻ به ته لاش سان ٻاڪر پائڻو هيو !

## عين ۽ غين جو جهڳڙو

شاهه عنايت شهيد جي فرزند شاهه سلام الله لاءِ روايت آهي ته، جڏهن ڪاٺونس پڇيو ويو تہ تخت لاءِ ٻنهي ڀائرن جي ويڙهه ۾ ڪير کٽندو؟ ميان عطر خان ڪلهوڙو يا ميان غلامشاهه ڪلهوڙو ؟ بزرگ ورايو ته ”عين ۽ غين“ جو جهڳڙو آهي اوهان جو وچ ۾ ڪهڙو واسطو؟ جي غين کٽيو تہ بہ صحيح ٿيندو ڇاڪاڻ تہ عين مورڳو ڪنهن نقطي کان ئي خالي آهي.

اسانوٽ وري ساڳئي قسم جو بحث ”ت“ تاري ۽ ”ط“ طوطي وچ ۾ ڇيڙيو ويو آهي . نئين کوجنا ڪئي ويئي آهي تہ وتايو دراصل وطايو هيو ، ڇاڪاڻ ته تحفتهالڪرام ۾ ائين لکيل آهي . برابر ائين هوندو ڇو ته ان ڪتاب ۾ تنجيم بہ طونيم لکيل آهي . پر خود ڪتاب جي نالي ۾ هڪ ت بجاءِ ٻہ ت ڇاپايل آهن . خبر نہ ٿي پوي تہ وتائي کي طوئي سان لکڻ ۾ ڪين ڪهڙي ٿي طراوت اچي . پر جي وتائي کي ”وتايو“ لکيو وڃي ته ڏرتي ته ڪانہ ڏبندي؟

سوال هي آهي ته وتايو سنڌي هيو ۽ ڪو مسقط کان لڏي تہ نہ آيو هيو . سنڌس نالو بہ ٺيٺ سنڌي آهي جنهن نالي سان طاءِ يا تاءِ جو ڪو واسطو نہ آهي . وتايو ۽ سنڌس ٽوٽڪا سنڌي ٻوليءَ جو سرمايو ۽ ورثو آهن . اسان لاءِ وتايو جو به آهي ۽ جيئن به آهي ، اسان جي اکين تي آهي . ڪجهه ڏينهن اڳ ، وتائي جا وکريل موتي ڪٺا ڪري هڪ ڌاڳي ۾ پوئڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي ويئي تہ جيئن سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجي ميراث جي مالها ميسر ٿي سگهي . اهڙن املهه مالڪن جي ميڙا چونديءَ ۾ فيالحال ڪنهن چند چاڻ جي لوڙ نہ

هئي. ڪسوٽي هيءَ هئي تہ وتائي فقير جي نالي سان جـي ڳالهيون ماڻهن ۾ مشهور آهن اهي فقير جي کاتي داخل ڪيون وڃن. ڇاڪاڻ تہ دنيا ۾ اهڙو ڪو ٽوٽڪو يا ڪهاڻي آهيئي ڪانہ، جنهجو اصل يا نقل هر هنڌ ۽ هر زبان ۾ بيان نـہ ڪيو ويو هجي. سچ تـي ڪنهن جي هڪ هٽي ٿوروئي آهي.

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ اهڙي ڪوشش جي رد عمل ۾ اسانجي ڪن دوستن کـي وهـم گمان پيدا ٿيا آهـن تـہ شايد "هجرا" طرفان ڪو وڏو انعام رکيل آهي، جنهن ڊوڙ ۾ ڪائن اڳ ٿو ڪڍيو وڃي. توڻي جو اهڙي تہ ڪا ڳالهہ نہ هئي. الله پاڪ کين هدايت ڏئي ۽ کين حبيب بشنڪ جيان خدمت ۾ سدا پيش پيش رکي. آمين. پر کين ايترو وهلور وڃڻ گهرجي جو مورڳو تاريخ کي بہ مروٽي سروٽي طاريخ بڻائن.

وتائي کي ولي الله ۽ پهتل پير بڻائڻ جـي ڪـوشش بہ بيسود آهي، ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ اهڙي ڪا ڪوٽ آهيئي نہ. فقط مڪليءَ تي ٿي سوا لک کن آهن. نہ وري وتايو ڪو مجذوب هيو. جيتريقدر کيس سياڻو سمجهيو ٿو وڃي هو ان کان هزار بار وڌيڪ سياڻو هيو. هو ڪلنڌي ۽ مرڪندي اهو ڪجهہ آکي ويو جـو اسين منهن سجائي بہ ڀاڻي نہ ٿا سگهون. کيس ڄاڻ هئي تـہ سچ چوڻ جو سلامتيءَ وارو ڏڳ بہ اهوئي هيو. تڏهن تـہ سندس وار بہ ونگو نـہ ٿيو. توڻي جو سندس تاڙ ۽ تاڪ ۾ ڪيئي ڪڏ هوا. پر واٺيو واهہ جو سياڻو هيو. نہ جٽيو پاتائين ۽ نہ مٽيو جيپائين ۽ گر سان بہ وڃي گڏيو ڪاپڙي.

وتائي جـو سلسلو جاري رهندو ۽ سندس سوانح حيات بہ لکي ويندي. باقي جنهنکي طوئي جـي تهڪيڪ ڪرڻي آهي تـہ پلي ويٺو تبع آجمائي ڪري.

## امر لوڪ ٽرسٽ

نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي جو ڪراچيءَ ۾ هڪ اهڙو بہ ٽرسٽ قائم ڪيو ويـو آهي جنهن جـو ڪم ٽيندو سنڌ جـي غريب شاگردن ۽ شاگردياڻين کي پڙهائيءَ جي سلسلي ۾ امـداد جـو هٿ

ڏکيرڻ . هن سال لاء ارڙهن اسڪولي اسڪالرشپن ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي . في شاگرد هڪ سو رپيا ماهوار اسڪالرشپ ڏني ويندي. سال جي مدت گذرڻ پڄاڻان وري ايندڙ سال لاء نئين سر منظوريء تي غور ڪيو ويندو . پهرين سال چار اسڪالرشپون ضلعي ٿرپارڪر ۽ چار جيڪب‌آباد خاص رکيل آهن ۽ باقي ڏهه سموري سنڌ جي ضلعن لاء رکيل آهن . هي اسڪالرشپون ڪنهن به فرق کانسواء غريب شاگردن کي بطور سندن حق جي ڏنيون وينديون ۽ ان تعداد ۾ ايندڙ سال کان خاصو واڌارو ٿيڻ جي اميد به رکي وڃي ٿي .

علم جي ميدان ۾ هيء هڪ تمام ننڍڙي ڪوشش آهي پر صحيح رخ ۾ آهي . الله پاڪ اسانجي ماڻهن کي ڀلائيء وارن ڪمن ڪرڻ جي توفيق ڏئي . آمين . اميد آهي ته پڄنديء ۽ سرنديء وارا هن ڏس ۾ اڳيرو قدم کڻي جس کٽندا .

ڪهڙو نه چڱو ٿئي جو ، ڪروڙها رپيا جي سياسي عياشين ۾ دف ڪيا ٿا وڃن . اها رقم غريب مسڪين عوام جي ڏک درد مٽائڻ، علم پرائڻ ۽ روزگار جي ذريعن پيدا ڪرڻ ۾ سڙايا وڃن ته شايد ٿوري عرصي اندر ئي اسان جو ديس گهٽي حد تائين ڏک ڏولائي کان آجو ٿي پوي .

۱۸ مارچ ۱۹۸۵ع



ڪوڙي ، ڪن م سپرين ! ڪنيئي تان ڪوڙ ،
عادت جا اڳين جي ، سا نيئي نباهج توڙ ،
مون ۾ عيبن ڪوڙ ، تون پاڻ سڄائج ، سپرين!

ڪئان سگهين سپرين ، ڪا ساڻڪي ڪار ؟
تکي ڪاتي هٿ ڪري ، مڏيء سين م مار ،
چوري چاڪ نهار ، سورن سانگهيڙا ڪيا .

(شاهه)

# اليڪشن

جنهن اليڪشن لاءِ واعدو ٽيل هيو اهو انجام آخر پاڙيو ويو. پوءِ نوي ڏينهن نه سهي ست سال ئي سهي. اليڪشن خير خوبيءَ سان پڄاڻيءَ تي پهتي. ٿورو گهڻي هٿوپائي ته اسان وٽ ٻارهوڻي ٻئي ٿئي. آخر ته اسين هڪ زنده قوم آهيون مڪمل امن امان ته شايد ڪنهن مقام ۾ ميسر ٿئي. اليڪشن آهي ئي شخصيتن جو مقابلو ۽ ملاڪڙو. پر ڳالهه الله لڳ ڪبي ته اليڪشن عدل انصاف سان ڪرائي ويئي. گڙٻڙ، ڌانڌلي ۽ ڌبڙ دونس، جي اليڪشن جا دستوري اهڃاڻ آهن سي هن ڀيري ڏسڻ ۾ نه آيا. باقي پئسو جام هليو. اليڪشن آهيئي پئسي جي راند. ڪٿي ته مامرو وڃي لکن ڪروڙن تي پهتو. هن ڀيري البت برادري، ننگاوتي ۽ ڇٺو ڇوائٺ به چنگو وارو وڄايو. پارٽي سياست تي ظاهري طور پابندي هئي پر در پردي دوستين دشمنين جا پلو پاند وياج سوڌو وصول ڪيا ويا. سوديبازيءَ جا سٽاءِ به چڱا خاصا ٿيا. خاص ڳالهه هيءَ هئي ته اميدوارن ۾ گهراڻن جا گهراڻا اٿي کڙا ٿيا. ڪٿي پيءُ پٽن سوڌو ڪٿي ڀائر سوٽن ۽ ماساتن سميت. ڏسڻ ۾ ائين ٿي آيو ته اليڪشن جماعتن بجاءِ خانداني منصوبه بنديءَ اصول تي ٿي رهي هئي.

نتيجو به اهڙوئي نڪتو. سنڌ جا گهڻا گهراڻا ڪامياب ٿي آيا. اليڪشن هونئن آهي به سرمايو ۽ اباڻو ورثو يا ٻنهي جو مرڪب. سڀ کان وڏيڪ سوڀارو سائين پاڳارو ٿيو جو فرزندن، مريدن ۽ عقيدتمندن سوڌو آيو. سومرا ڀائر به سوٽن سميت اچي سهڙيا. ارباب چاموٽ کهڙا قاضي چانڊيه ۽ مهر به جوڙا ميڙا ٿي اچي توڙ رسيا. ڀلي آيا جيءُ آيا. پر هڪڙي ڳالهه سهڻي ٿي. هن ڀيري ماڻهو مڙوئي ڏسڻا وائسڻا ۽ منهن مان وارا آيا. شڪر ٿيو جو گهٽ ۾ گهٽ اڳين مجلس شوريٰ جهڙا جنازا ته نه آيا جن خاطر سينيٽ هال ٻاهران ائمبولنس

گاڏيون ٻيلن ڏنيون ويندڙيون هيون ته متان تقرير ڪندي همراهه ڏهي نه پون.

اليڪشن جي بائڪاٽ واري اعلان سبب اليڪشن ۾ اهو جوش خروش نه هيو جو هوندڙ هئڻ گهربو هيو. بائڪاٽ جي مڪمل پابندي فقط هڪ خاندان ڪئي اهو هيو مخدوم طالب المولي. جنهن جي ڪنهن به گهر ڀاتي يا مريد خادم اليڪشن ۾ ڪو حصو نه ورتو. باقي ٻين گهرائن سڌيءَ طور اليڪشن ۾ ڀرو نه ورتو اهي هوا، غلام مصطفيٰ جتوئي، پير غلام رسول شاهه، وساڻ، ڪراچيءَ جا چاموٽ ۽ راڻو چندر سنگهه. ڪهڙو نه بهتر ٿئي جو انهن رنل گهرائن کي به ڪنهن حيلي بهاني پرچائي راج ۾ ڀانگي ڀائيوار ڪيو وڃي.

ڪي همراهه اليڪشن ۾ ڏهي پيا، توڻي جو اليڪشن جا سهڻا ڪيڏاري به هوا. ڪن وٽ پئسو ڪٿي پيو. ڪن جو مرڪز مضبوط نه هيو ته ڪن جي قسمت ڪوتي هئي. هاڻ ضرور هڪ هئندا هوندا ته انهن لکن کي ڪنهن خيراتي اسپتال اڏائڻ ۾ سيڙايان ها ته چڱو. يا فلاڻي ڪيڏ ڪيڏان ها ته شايد ڪٿي وڃان ها. بهرحال اهي اليڪشن جا ردعمل، پلاند ۽ پاند پائي ورهين جا ورهيه پيا هلندا جيسين وري ٻيهر عيد اچي. چوندا آهن ته هڪ ماڻهو صبح جو اٿي شرط الله سان واعدو ڪيو ته مالڪ اڄ جو ڪجهه ڏيندين ته چوٿون حصو تنهنجي نالي خيرات ڪندس. گهران نڪري ڪم تي ٿي اسهيو ته رستي تي ٿي پائليون پيل ڏٺائين، جي کڻي کيسي ۾ وڌائين. مٿي منهن ڪري چيائين ته يار ڏاڍو بي اعتبار آهين پنهنجي پاولي اڳيئي ڪڍي وٺين. گهٽ ۾ گهٽ مونکي آزمائڻ جو موقعو ته ڏين ها. .

ڪنهن زماني ۾ اسان وٽ سياست جا مداري هوندا هوا. هاڻ به آهن. پر ڏند ڪاٽي اچي چپن کي لڳا آهن. سندن هشيار پنوهار به پراڻا ۽ زنگجي چڪا آهن. هي پنهنجي وقت ۾ وڏا اليڪشن باز هوا. اليڪشن آئي ته هو تڪن جو نقشو ووٽر ۽ اميدوار ذهان ۾ رکي شطرنج وارو سٽاءُ سوچيندا هوا. هو تاس جا باونجاهه ئي پتا ٻڌي ويندا هوا. پوءِ اوهان جتان به ڪٽ ڪريو. جو پتو ڪول ته يڪو. هو

واند ۽ واهڻ جا سينڊو هوندا هوا. ڪين چاڻ هوندي تہ ڪنهن جي چاپي ڪنهن وٽ آهي. پوءِ اهي گهر وڃي وننڊا هوا. اهي نبض شناس هاڻ اڪثر اسپتالن حوالي آهن.

## گهوٽن جي گولا

هاڻ باقي سوال هي وڃي رهيو جنهنجو حل ڳولڻو آهي اهو هي آهي تہ ملڪ جو پرائيم منسٽر ۽ صوبن جا چيف منسٽر ڪير ٿين. هي ڪو وڏو مسئلو تہ نہ آهي. جمهوريت ۾ چونڊ جو اصول اڳي ئي طئہ ٿيل آهي تہ ماڻهو توريا نہ ويندا تہ وزني ۽ ڀاري ڪير آهي، پر ڳڻيا ويندا. هر ڏاڪي ۽ هر مرحلي جو نمبرو ووٽن جي ڳڻپ سان ڪرڻو آهي. هيءَ ٻي ڳالهہ آهي تہ ووٽ پوءِ نوٽن جي ڳڻپ سان ئي حاصل ڪيا وڃن.

دراصل اليڪشن ڪرائڻ سولو ڪم آهي پر وڏي ڳالهہ آهي اليڪشن جي ”نتيجي“ کي مڃڻ ۽ تسليم ڪرڻ. پوءِ ڪڏهن عوام ڪڏهن سياسي جماعتون ۽ ڪڏهن حڪومت ”ڦڙتڪ“وجهي گوهيون پيئي ڪندي رهي آهي. هاڻ تہ ڪا اهڙي ڳالهہ نہ آهي. اليڪشن صاف سٿري ٿي گذري. سياسي جماعتون تہ ٻلا ڪڙهہ ۾ آهن ئي ڪون. الله لڳ ڳالهہ ڪجي تہ صوبہ جي سرڪار بہ ڪا دخل اندازي نہ ڪئي. پوءِ باقي دير ڇا جي آهي؟

هن ڏس ۾، خاص طور صوبہ سنڌ جي چيف منسٽر واري عهدي لاءِ، جن ڳوٺن يا گهوٽن جا نالا زير ويچار آهن، انهن بابت جي افواهہ ٻڌڻ ۾ ٿا اچن سي عجيب ۽ غريب آهن. ماڻهن تہ مهرا چونڊي پنهنجي راهہ جو اظهار ڪيو تہ اهي سڀيئي سوڀارا اسانجي اکين تي آهن، جنهن کي بہ اڳواڻ بڻايو. هاڻ فيصلو آهي اسيمبلي ميمبرن ۽ سندن سربراهہ تي تہ ڪنهن نتيجي تي پهچي پڌرائي ڪن. جنهن رفتار تي ترميمون جاري ٿي رهيون آهن اهو بقول وتائي جي ”رخ“ نيڪ تہ نٿو لڳي. چوندن ٿيڻ ڪانپوءِ جيڪڏهن هي ٻڌڻ ۾ اچي تہ هاڻ پنچات جو مکي ان کي چونڊيو وڃي جو اڻ چونڊيل هجي تہ پوءِ پهلي نتيجي ۾ ڪو رولو ضرور آهي. خير اڄ سڀان اڇا ڪارا پالهي پڌرا ٿيندا.

## موزڙي موٽ تي

جام ۽ جاموٽن واري ملاکڙه ۾ هڪ جامڙو به اٿي بيٺو. اهو هيو زيب عاقلي. اڪيلو اديب ۽ شاعر جو ميدان ۾ سندرو ٻڌي آيو. ڪيس پلي؛ پت جاڻ هئي ته هي اليڪشن هئي ۽ نه مشاعرو! پر گهوه ڪي ڪئي ڪني ته شڪارين جا گهر گهولي. نتيجو ظاهر هيو. نڪاءَ ڏيئي ڪري پيو. چي ادا "ماڻهن سڀ ڪان وڏيڪ گان جا هار مونکي پارايا. سيني ڪان وڏيڪ اجرڪ سندس ڪلهن تي ڏريا ويا. ورڪر ۽ پوئلڳ به سندس جام هوا. پر جڏهن ووٽن جو وارو آيو ته ٽپوئي خالي.

زيب ڪي خبر هئڻ گهربي هئي ته گلن جا هار، اجرڪن جون چادرون ۽ ڪلهي ڪاندين جا هجوم اهي ڪي گهوٽ جي ڇڄ واريون علامتون ته نه هيون پر ڪيس اهڙي ماڳ رسائڻ جا اهڃاڻ جتان ڪوئي موٽيو ئي مشڪل آهي.

## ثقافت جي رفتار

سال پنجاسي ثقافتي لحاظ کان سدورو سال ڏسڻ ۾ ٿو اچي. گهٽ ۾ گهٽ اهڃاڻ ته اهڙا ئا نظر اچن. هن مهيني جي آخر ڌاري "شاه لطيف ڀٽائي ۽ نوجوان" جي موضوع تي ڪانفرنس ۽ سيمينار ڪرڻ جو انتظام ڪيو ويو آهي. هي سيمينار آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ تاريخ ۲۹ ۽ ۳۰ مارچ تي طئه ڪئي ويئي آهي، جنهنجي صدارت الحاج محمود هارون ڪندو. اپريل جي ستين اٺين تاريخ، لاڙڪاڻه ۾ ٽي ڏينهن ثقافتي جشن جو انتظام ڪيو ويو آهي جنهنجو روح روان زيب عاقلي صاحب آهي. هن جشن ۾ سنڌ جي اديبن شاعرن ۽ سگهڙن کي سڏو ڏنو ويو آهي. ماه اپريل جي ٻئي هفتي ۾ شڪارپور هسٽاريڪل سوسائٽيءَ طرفان هڪ سيمينار رچائي ويئي آهي جنهن ۾ شڪارپور شهر جي علمي ادبي سياسي ۽ تاريخي پس منظر ۽ هاڻوڪي بدحاليءَ متعلق تحقيقي مضمون ۽ مقالا پيش ڪيا ويندا. وڌائي تي هڪ سيمينار ڪرڻ لاءِ اڳي ئي اعلان ٿي چڪو آهي ۽ جنهن ڏس ۾ شروعاتي تياريون مڪمل ڪيون ويون آهن. سنڌ مدرسه جي سئو

سالہ جشن ملهائڻ لاءِ هڪ شاندار پروگرام رٿيو ويو آهي جنهن ۾ ڪانفرنس، رانديون، بحث مباحثا ۽ تقريري مقابلا سر فهرست آهن. جشن جو هي پروگرام اپريل کان شروع ٿي پهرين سپٽمبر تي پورو ٿيندو جنهن ڏينهن تي سئو سال اڳ ١٨٨٥ع ۾ سنڌ مدرسي جو بنياد رکيو ويو هيو. الله در آس آهي تہ سال پنجاسي اسانجي علم ادب ثقافت ۽ سماجي ڀلائي ۽ صحت لاءِ سڀاڳو سال ثابت ٿئي. آمين

٢٤ مارچ ١٩٨٥ع

---

جي ڀانئين جوڳي ٿيان، تہ منهن ۾ منڊا پاءِ،
ڪنين ڪين وجهائيو، جن ۾ ڪوڙين ڪکر وڏاءِ،
چڏ چادر، ٻڌ چمڙا، جتي تو نہ جڳاءِ،
تہ ساميڙا! سنڌ ڀاءِ، گر وٽ گلا نہ ٿئي.

جوڳين جوڳ جڳائي، جوڳ پڻ سونهي جوڳين،
جوڳين سندي جان ۾، ڪجهہ ڪجهاندر آهہ،
هاءِ مونهين ڪي واءِ! جا آئون جوڳ نہ سکي.

جوڳ نہ جوڳو تون، ڪرين ٻجارون جوڳ جون،
هڪڙو ٻند ڀرين جو، ٻي تنهنجي ڀون،
سامي سيڻن ڏون، رنندا ٿي رت ويا.

جوڳي هون نہ جٺرا، پائي جوڳ م جي،
هاريا! هن ڪنن سين، سڻ سنيهو اي،
"وڃائي وجود کي، پاڻان پاسي ٿي،"
هڏهين ڪونهي هي، اسارا! "آئون" چوين!

جان ڪي جوڳي ٿي، نا تہ نرچا! وتڻ نڪري،
ڪوه تو ڪن ڪپائين، جان نہ مهين سي؟
ڀڄ! پراهون ٿي، متان ڀيا لڄائيين.

(شاهہ)

## سنڌڙي دا - پرائيم منسٽر

محمد خان جوڻيجي جو پرائيم منسٽر ٿيڻ ملڪ لاءِ نيڪ فال آهي ۽ مون لاءِ ته وڏيءَ خوشي جو باعث پڻ آهي. گهڻ ۾ گهڻ صبح شام ريڊيو ٽي وي ۽ اخبارن ۾ هڪ نيڪ سنڌي نالو ته ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. جوڻيجو صاحب نه فقط سنڌي آهي پر لائق ۽ رڄ چڱو ماڻس پڻ آهي. اها سندس شرافت ئي آهي جنهن ڪري عام طور هي انديشو به ڇانئيو وڃي ٿو ته شايد گهڻو وقت جٽاءَ نه به ڪري سگهي. ڇاڪاڻ ته اسانوٽ سياست هڪ اهڙو ڪوئلن جو واپار ثابت ٿي چڪو آهي جنهن وهنوار ۾ پاڻکي گهڻي وقت تائين اڇو اجرو رکڻ ڏکيو سمجهيو وڃي ٿو.

اسان وٽ "عام راءِ" جو دستور به عجيب آهي. جڏهن اهڙو ڪو چڙيل چنبڊيل ڪيڏاري اچي ٿو ڪرسي واري جو خلق جا ڪنڌا ئي ڪٽي ٿو ڇڏي ته پوءِ پبلڪ جي پڪار عرش تائين ٿي پهچي ته مالڪ هن مصيبت کان جند ڇڏاءِ. وري جو پل چوڪ ۾ ڪو نيڪ ۽ شريف ماڻهو اچي ٿو سهڙي ته پوءِ هي گمان غالب ٿو ٿئي ته الاجي هي مسڪين ماڻهو علي به سگهندو يا نه. دراصل اسان جي عوامي فطرت رونشي ڪوڏي قسم جي آهي. اسانکي اهڙو اڪثر گهرجي جو ڊراما ڪري ۽ خلق کي پتلين جيان اچي نچائي ته پوءِ وهواه ٿي ويندي ته هائو ڀيلي واه جو مداري ميدان ۾ لٿو آهي.

موجوده سياست جو صورتحال عجيب ۽ مونجهاري وارو آهي. جماعتي سياست نه هئڻ ڪري هي ڇاڻ نه ٿي پوي ته اسيمبلين جو ڪاروبار ڪيئن ۽ ڪهڙي اصول تي هلايو ويندو. اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيل اميدوار وڏي سيڙپ ڪري اچي منزل تي رسيا آهن. ڪين ووٽرن سان ڪيل واعدن سان گڏ پنهنجا ذاتي مسئلا به آهن. هر هڪ کي پنهنجي قيمت وصول ڪرڻي آهي. وزارت ۾ به گهڻن جون

اڪيون لڳل آهن. وزير اعظم لاءِ ملڪ جي ڪاروبار هلائڻ کان وڌيڪ وڏو مسئلو هي آهي تہ سيني کي ڪيئن سرچايو وڃي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ پارٽين جي ترتيب سواءِ اسيمبلين جي ڪاميابي جو امڪان گهٽ آهي. بهرحال اسين دعاگو آهيون تہ الله پاڪ هن ملڪ تي رحم ڪري ۽ سنڌس سياسي ليڊرن کي مدبر ٿيڻ جي توفيق عطا ڪري. آمين.

## سنڌي ادبي ڪانفرنس

گذريل هفتہ اربع ڏينهن پاڪستان جي دارالخلافہ ۾ سنڌي ادبي ڪانفرنس ٿي گذري جنهنجو انتظام پاڪستان ادبي اڪيڊميءَ طرفان ڪيل هيو. ڪانفرنس ۾ ٻين صوبن جي اديبن، ليکڪن ۽ شاعرن جو بہ چڱو تعداد موجود رهيو. وڏا ڀاڳ، جو مائي ائني ميري شمل جهڙي ادبي شخصيت بہ هن موقعي تي اجلاس ۾ موجود هئي جنهن پنهنجي تقرير ۾ "ارنيسٽ ٽرمپ" جي زندگيءَ تي روشني وڌي. ارنيسٽ ٽرمپ پهريون جرمن شهري هيو جنهن نہ فقط ٻاهرين دنيا کي شاهہ لطيف جي شاعريءَ سان روشناس ڪرايو، پر جنهن جاکوڙ ڪري شاهہ جو پهريون رسالو "ڇاپ" ۾ آندو. نہ تہ هن کان اڳ ۾ رسالہ جا فقط قلمي نسخا هوا جنجي تياري ۽ نقل ڪرڻ ۾ ورهين جا ورهيہ لڳي ويندا هوا. ارنيسٽ ٽرمپ مرحوم هڪ غير معمولي ذهن جو مالڪ هيو ۽ ڪيس ٻولين سکڻ جي ڏات حاصل هئي. مائي شمل ٻڌايو تہ سنڌس ڪمال اهو هيو جو ٻن هفتن ۾ نئين ٻولي سکندو هيو ۽ ڇهن هفتن جي مدت اندر ان ٻوليءَ ۾ ڪتاب لکي ويندو هيو.

ڪانفرنس واري شروعاتي اجلاس ۾، ڪانفرنس جي بنيادي مقصد، علاقائي ادب جي اوسر ۽ اديبن جي آجيان ۽ آدرياءَ متعلق تقريرون ڪيون ويون. ڊاڪٽر افضل وزير تعليم، پنهنجي صدارتي خطبہ ۾ ملڪ جي اديبن ۽ دانشورن کي اپيل ڪئي تہ هو سنڌ ۽ سنڌين بنسبت پنهنجي سوچ سمجهہ جو قبلو درست ڪن ۽ رسمي ۽ روايتي چاپلوسي ۽ پاڻ ۾ ڪانا قوسين وارو وهنوار ختم ڪن. هن چيو تہ سنڌ فقط راڳ رنگ جو ماڳ مڪان يا رنگ برنگي اجرڪ يا ڪيس

جو آڏاٺو نہ آهي، نہ وري سنڌ کي فقط مڪليءَ جو مقاءِ يا موهن‌جو دڙو آهي جنهنکي ئلهو سياحت جي نگاهہ سان سجاتو وڃي. سنڌ اڄ آثار قديمہ جي دڙن ۽ کنڊهرن کان گهڻو اڳڀرو نڪري آئي آهي. سنڌ ڌرتيءَ جو اهو حصو آهي جنهن ۾ ڌڙڪڻ آهي ۽ جنهنجي مٽيءَ ۾ ڪتوريءَ واري خوشبوءِ آهي. سنڌ اهو ملڪ آهي جنهن ۾ پگهر جي پورهئي تي زندگي بسر ڪندڙ هاري ناري ۽ ڪمي ڪاسبي آهن، جنڪي زندگيءَ جا مسئلا آهن ۽ جنجي آواز کي ڪن لاتار ڪرڻ بجاءِ ٻڌڻو آهي.

پنجاب جي دانشورن جي تقريرن جو گهڻو زور ملڪ جي ايڪي ۽ پاڪستان جي نظريہ بابت هيو. هي سنڌن پراڻي عادت آهي. جڏهن بہ هنن همراهن جي سنڌين تي نگاهہ پوندي آهي تہ کين امالڪ پاڪستان جي "وحدت، يڪ جهتي ۽ نظريہ پاڪستان" جا جذبا ايرندا رهندا آهن ۽ هڪدم پنهنجي دستوري تبليغ ۾ جنبي ويندا آهن. چڻ تہ وطن جي حب ۽ پاڪستان سان لڳاءُ جو کين عمر ڀر لاءِ ٺڪو مليل آهي ۽ اسين تہ هن ملڪ ۾ فقط سانگي سان اچي لانگهائو ٿيا آهيون.

اردو مفڪر جي وحيد قريشي صاحب پنهنجي تقرير ۾ پاڪستاني سڃاڻپ بنسبت وڏي جوش خروش جو اظهار ڪيو. چيائين اسين سڀ کان اڳ ۾ پاڪستاني آهيون ۽ پوءِ ٻيو ڪجهہ آهيون. ڪانونس اهو ٻيو ٻيو تو ڏسجي تہ اهو واعظ پنجتيهہ سال پراڻو آهي ۽ هاڻ تہ ماڻهن کي بر زبان ياد بہ ٿي چڪو آهي. خبر نہ ٿي پوي ان ڳالهہ ۾ ڪهڙو منطق سمايل آهي تہ اسين پنهنجي ملڪ اندر پهريون پاڻ کي پاڪستاني سڏايون ۽ اهڙي ضرورت ڪهڙي آهي. وطن جي حب يا پنهنجي سڃاڻپ سخاوت جيان، پهريون پنهنجي گهر اوڙي پاڙي ۽ ديس سان شروع ٿيندي آهي. سنڌيءَ ۾ عام چوڻي آهي تہ جنهن کي گهر ڪونهي تہ انکي ٻر بہ ڪونہ آهي.

ٻن پهرن وارو اجلاس ۾ جن اديبن ۽ شاعرن پنهنجا مقالا ۽ شعر پڙهيا تن ۾ ڊاڪٽر جي الانا جو مضمون ۽ آغا سليم جي پيش ڪيل

شاه جي بيتن جو اردو منظوم ترجمو نهايت پسند ڪيو ويو. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جي راءِ مطابق آغا سليم پهريون سنڌي اديب آهي جنهن شاه جي بيتن جي اردوءَ ۾ صحيح عڪاسي ڪئي آهي. اميد آهي ته آغا سليم شاه جي ڪلام ۽ پيغام کي اردو دانن سان روشناس ڪرائڻ واري جاکوڙ جاري رکي جس ڪٽندو.

شام ڌاري سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌ الاجي طرفان ڇپايل ڪتابن جي نمائش ڪانپوءِ ڪانفرنس خير خوبيءَ سان پڄاڻيءَ تي پهتي. ڪانفرنس جي ڪاروائيءَ جو اکين ڏٺو ۽ سربستو احوال اميد ته ڏينهن ٻن ۾ الڳ پيش ڪيو ويندو.

۳۱ مارچ ۱۹۸۵ع

---

مديني جا مير! سڻ منهنجا سڏڙا،
مرڻ تنهنجيءَ سير، تون پار لنگهائيين پيڙا.

ڏٺي سو وارئين واهُ، جو ميڙائو سڄڻين،
وهيءَ وات مٿاهُ، هنئڙي آسر م لهي.

نيڻ جي نهارين، سي اڄ نه اوڻي آئيا،
هنجون نه هارين، پاڻي پنهونءَ ڄام ري.

نيڻ نهاري منهنجا، روئي ٿيا رت،
پنهونءَ هوءِ پهت، ته ڀاري نين پاڻ سين.

اڄ اڳڻ ڪيڏان، آسر اڳي سورئان،
ڏونگر ڏينهن لڳان، مان ورڪن سپرين.

الله جئن ناٿوءِ، تئن مون وڏو آسرو،
خالق! تنهنجيءَ ڪاند جو، پرو پاند نه ڪوءِ،
ناٿو، رب! سنڌوءِ، رهيو آهم روح ۾.

شاه

## شڪايتن جي شنوائي

جوڻيجي صاحب جي ڪراچيءَ ۾ تازو جا مرڪبا ڪئي ويئي، يا ميرپور خاص ۾ سندس استقبال ڪيو ويو ۽ سنڌڙيءَ ۾ ماڻهن جا جي گهاٽ ڏٺا ويا اهي اهڃاڻ ڏيکارين ٿا ته عام ماڻهن جون آسون ۽ اميدون ۽ اکيون ڪهڙي رخ ۾ لڳل آهن. وري اها به خبر اٿئون ته عام طور وزير اعظم وٽ ڪهڙي قسم جا ماڻهو ديڪڙا پرينڊا رهندا ۽ سندس ڊرائنگ روم ۾ بارهوئي ڪير ويٺل هوندا يا وري سرڪاري طور وزير اعظم وٽ وفدن جي صورت ۾ ڪهڙا مهاندا موڪليا ويندا. ظاهر آهي ته اهڙي صورتحال ۾ جوڻيجي صاحب کي متي ڪنهن جي فرصت ملڻ نه يا نصيب. مسئلن کي ٻڌڻ، کين سمجهڻ ۽ مٿن عمل ڪرڻ ته الڳ ڳالهه آهي.

سڀ کان وڏي ۽ ڏکي ڳالهه آ وزير اعظم صاحب وٽ پهچ. خاص طور انهن مظلوم مسڪينن لاءِ جن جو ڪو والي وارث آهي ئي ڪونه. هن ڏس ۾ بهتر ٿيندو ته جوڻيجو صاحب سنڌ جي غريب عوام لاءِ ڪو اهڙو جوڳو انتظام ڪري جيئن هو پنهنجون دانهون سندس ڪنن تائين آسانيءَ سان رسائي سگهن. غريب عوام کان مراد ڳوٺاڻا آهن جن کي نه اسلام آباد اچڻ جي وصيعت آهي ۽ نه وري سندن ڪنهن وزير وڏيره عملدار يا اخبارن تائين ڪا رهائي يا رسائي آهي. هجي ها مغلن وارو دور ته جوڻيجي کي اسلام آباد ۾ جهانگير بادشاه وارو گهنڊ هڻائڻ لاءِ صلاح ڏجي ها، جنهن جي زنجير جو ڇيڙو سنڌ ۾ هجي ها ته جيڪر اسان پارن لالا واه جي ڇيڙن جي وقت سر داد رسي ٿي سگهي ها.

## عوامي مسئلا

ماڻهن جا مسئلا ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا ذاتي ۽ ٻيا اجتماعي، يعني ماڻهن جا گڏيل مسئلا. ذاتي ڪمن جو ڪو حد حساب آهيئي

ڪونه. هڪ وار ڪو ماڻهن جي ذاتي مسئلن واري چار ۾ انڪيو ته پوءِ چڻ ڏيڻ ۾ ڦاٿو. بهتر آهي ته ماڻهن جي عام ڀلائيءَ وارن مسئلن جو حل ڳوليو وڃي. جنهن فهرست ۾ سنڌ جو اول مسئلو روزگار جو آهي. اسان جا هزارها نوجوان بيروزگاريءَ ۾ مبتلا آهن جي درخواستون ڪنيو در در پنڪندا ٿا رهن. سنڌ ۾ دوره موقعي تي وزير اعظم جيڪڏهن يونيورسٽيءَ جي شاگردن لاءِ وقت ڪڍي سگهي ته ڀلو. سنڌي شاگردن ۾ سخت مايوسي ڦهليل آهي. هو پاڻ کي نڌڻڪو ۽ بيواهو چائي احساس محروميءَ سان گڏ احساس ڪمتريءَ جو به شڪار ٿي رهيا آهن. سندن دلجوئي ڪرڻ ۽ کين دلداري ڏيڻ هڪ وڏي قومي خدمت ٿيندي. اسان جي شاگردن سان گڏ استادن جا به ڪيترا مسئلا آهن ۽ سندن مستقبل جون جملي راهون بند آهن. بهتر ته هي آهي ته ايئرپورٽ ۽ ريلوي اسٽيشن تي پريس بيان جاري ڪرڻ بجاءِ اهڙا بيان يونيورسٽين جي پروفيسرن سان گڏجاڻين جي موقعي تي ڏنا وڃن. ملڪي مسئلن جي تحقيق ۽ کوجنا لاءِ پڻ پروفيسرن کان مدد ورتي وڃي جيئن آمريڪا ۽ يورپي ملڪن ۾ دستور آهي. سفارتي عهدن لاءِ پڻ استاد ۽ پروفيسر ڀرتي ڪيا وڃن بجاءِ عمر رسيده ۽ کوڪ سياستدانن جي.

## بيروزگاري

سنڌ ۾ بيروزگاريءَ جو مسئلو نهايت سنگين صورت اختيار ڪري چڪو آهي. جيڪڏهن وقت سر ڪو مناسب حل نه ڳوليو ويو ته پوءِ شايد اوير ٿي وڃي ۽ امڪان آهي ته ڪو بارڻ به ٻري پوي. هي برابر آهي ته آدمشماري وڌي آهي. پر اهو ايڪو نه ٿو ڪيو وڃي ته اسان وٽ گهڻا پيٽ دائمي بکيا ٿا رهن. بي روزگاري اڄ اسانجي قسمت بڻجي چڪي آهي. اسان جي پڙهيل ڳڙهيل نوجوان کي نه ڏنڌي يا هنر سيکارڻ جي سهولت ڏني ٿي وڃي ۽ نه وري کيس نوڪريءَ ۾ رنيايو ٿو وڃي. ڪسٽمس، پي آءِ اي، روينيو ۽ ايڪسائيز نوڪريون ته آهن وڏن ڀڳن جو ورثو پر ڪا ماستري ڪا ناڪي منشگيري يا پٽيوالي ته ڏني وڃي. جيڪڏهن فقط هي حڪم به جاري ڪيو وڃي ته سنڌ ۾ جيترا پرائمري اسڪول آهن ان تعداد جيترا مدل يا هاءِ

اسڪول کوليا ويچن، تڏهن به بي روزگاريءَ کي ڪافي بچو اچي ويندو. ماستر پورتي ٿيندا، شاگردن کي سهولت ٿيندي ۽ ان سان گڏ اسٽيشنري، ڪتاب، نوٽ بڪ، فرنيچر ۽ نئين عمارتن جي به مانگ وڌندي. اسين ائين ٿورڙئي ٿا چئون ته اسان کي اسٽيل مل ۾ ڊائريڪٽر ڪيو يا جهاز اڏارڻ وارو پائلٽ بڻايو.

## ترقيءَ جي رفتار

روس جي نئين صدر لاءِ ٻڌو ويو آهي ته ڀارت جي وزير اعظم کي تازي ملاقات دوران چيائين ته ”اسين ٻئي عمر جي ساڳئي سطح تي آهيون. هاڻ اچ ته همت ڪري پنهنجي ملڪي ماڻهن کي پرائي صديءَ کان ٻاهر ڪڍي اڪويهين صديءَ جي دور ۾ رسايون.“ ماڻهو ته اڪويهين صديءَ جون ڳالهيون ٿا ڪن. اسان جي سنڌ سونهاريءَ جي ڀراڙي ته اڃا سوڙهو پنج هزار سال پرائي تهذيب کان به پيا پنج هزار سال پٺتي پيل آهي. موهن جي دڙي ۾ به ڪسريون عمارتون آهن جن ۾ غسل خانا، گٽر سرشتو ۽ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ پڪيون ناليون ته موجود آهن. اسانجي ڀراڙين ۾ ڪڪائين جهڳيون، پيهر، ٻيل ڳاڏيون، ائٽ نار اجان اهيئي آهن جي حضرت نوح واري طوفان کان به اڳ استعمال ۾ هوا. اسانجي ترقيءَ جو ڪمال هي آهي جو ميهڙ شهر ۾ ١٨٧٠ع ڌاري هڪ هاءِ اسڪول هيو جنهي ١٧ ماستر هوا ۽ هاڻ خير سان اتي هڪ مڊل اسڪول آهي جنهن ۾ ٽي ماستر آهن. ڳوٺهي ياسين ١٨٨٠ع ۾ ميونسپالٽي هئي. هاڻ اتي پيٽرول پمپ به ڪونه آهي. اڌ صدي اڳ سنڌس اسپتال ۾ پنجاهه بيمارن جي رهڻ ۽ مفت دوا درمل جو انتظام ٿيل هيو. اڄ اتي دوا جي نسخي لکڻ وارو ڪاغذ به بيمار کي پاڻ سان گڏ آڻڻو ٿو پوي.

---

٢٠- جنوري ١٩٨٥ع

# جوئي آهيان سوئي آهيان

هڪ نوجوان ڪاليجي شاگرد جو سخت ڪاوڙ ۾ لکيل خط پهتل آهي. ڄاڻايو اٿس ته "اوهان پنهنجي اڳئين ڪالم ۾ هائوڪي اليڪشن ڪي فيئر "چنگي" سڏي نهايت غلط بياني ۽ ڪان ڪم ورتو آهي. گهٽ ۾ گهٽ اوهان جهڙي انسان ڪان اها اميد نه هئي. ڏسڻ ۾ ائين نو اچي ته اوهان ڪي ڀوڙ ساڙا ڏوڪڙ مليا آهن. جنهن لاءِ اڳ گمان هيو پر هاڻ خاطري آهي."

نوجوان جي ڪاوڙ اڪين تي. دراصل ڪاوڙجڻ اصل ڪم آهيئي نوجوانن جو. پر پهريون ته نوجوان ڪي هيءَ غلط فهمي ڪڏهن ڪان ٿي آهي ته منهنجو لکيو ڪو پٿر تي ليڪو آهي. آءٌ نه گامون سچار آهيان ۽ نه ڪڏهن اهڙي ڪا دعوا ڪئي اٿم، نه وري آءٌ ڪو اڪرن جا قيد خانا وينو ٿو ٺاهيان جن دائرن ڪان خلق ٻاهر ٿي نڪري نه ٿي سگهي. آءٌ ته هڪ رواجي ۽ معمولي ڪالم نويس آهيان ۽ نه ڪراماً ڪاتبين جو ماڻهن جي قسمتن جا فيصلا ڪرايان يا سندن مسئلن بنسبت فتوا جاري ڪريان.

جو ڪجهه اوهان مونکي سمجهو ٿا اها اوهانجي خوش فهمي آهي. پر مونکي پاڻ متعلق ڪا غلط فهمي آهيئي ڪانه. لکڻ وقت جو ڪجهه سمجهه ۾ ايندو اٿم، نيڪ نيتيءَ سان اڪر زهڙي ڪالم پورو ڪندو آهيان. ڪنهن ڪي خوش ڪرڻ يا ناراض ڪرڻ جي خاص ڪوشش ڪانه ڪندو آهيان. پر جي ڪو پنهنجي ايڪي راضي ٿئي ته آءٌ ان ۾ ارهو نه ٿيندو آهيان. باقي ڏوڪڙن واري اوهان جي ڳالهه سو دل سان لڳي.

اهڙي سوچ ۾ اوهان جو ڪو قصور نه آهي. اسانجي اڪثر نوجوانن ڪي اڄ ڪلهه زندگيءَ ۾ سواءِ "پئسي" جي ٻيو ڪو مقصد ڏسڻ ۾ ئي نه ٿو اچي. ڪين هي يقين آهي ته اسان ڄٽ جي ماڻهو

"سند سند" ڪندا ٿا رهن تن جي ڏوڪڙن ڪمائڻ جو ذريعو ئي اهو آهي. ورنه ڪنهن کي ڪهڙي پيئي آهي جو وڃي سنڌ جو "سوداءُ" مٿي ۾ وجهندو. ڪين ڪهڙي چئاڻ ته پئسن ڪانسواءِ بيا به گهڻيئي قرض آهن جي جان تي چڙهيل آهن ۽ هر حال ۾ ادا ڪرڻا آهن. جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان قسم جا قرض ڦٻائي هڙپ ڪري وڃي ته اها سندس نيت. پر عزت ۽ غيرت جي تقاضا ته هيءَ آهي ته قرض لاهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. اهو فرض ئي آهي.

## فرض ۽ قرض

هر انسان جي هن دنيا ۾ داخلا خالي هٿين ٿئي ٿي. اهڙي ڪا موڙي وٽس آهيئي ڪانه، جنهن لاءِ هو دعوا ڪري سگهي ته ماءُ جي پيٽان ڪٺي آيو هيو. قدرت ڪيس فقط ساهه کڻڻ جي مشين جيان پيدا ڪيو. اهو "ساهه پساهه" به ڪيس اڌارو عطا ڪيل آهي. شڪل صورت ڪيس ماءُ پيءُ جي شجره نسب کان حاصل ٿي. ماءُ جي ٿڃ تي نپنو ۽ زمين جي ٻوٽن کان وٺندي حيواني ٻوٽين تي چٽور جيان پلجي وڏو ٿيو. سندس جماپي ۾ هزارها ماڻهن جو حصو آهي. ڪن ان ڪڻ ن تي اپايا، ڪن ڪپهه تي پوکي ۽ پڃ ائٽ ڪري جسم جي پرده پوشي ٿي ڪئي. ڪن وري آجهو اڏي مٿان ڇپر ۽ ڇانو تي ڪئي. انهن سڀني انسانن جا اسان مٿان اڻ ڳڻت احسان آهن. اهو غلط آهي ته اسين ڪين چار سڪا ڏيئي اجورو يا قيمت ٿا چڪايون. هر گز نه. اسين هاريءَ جي هڪ آن ڪٺي داڻي جو احسان عمر ڀر جي خدمت سان به لاهي نه ٿا سگهون. پنهنجي پيڙا گهٽائڻ يا اولاد جي جان بچائڻ لاءِ حڪيم يا ڊاڪٽر کي فيءَ ڏيڻ ڪو سندس حق ادا ڪرڻ ته نه آهي. ڌرتي ۽ ديس جي ماڻهن جو قرض اسان جي جان تي دائمي قرض آهي جنهن جي ادائگيءَ لاءِ مرڻ گهڙيءَ تائين هٿ پير هڻڻا آهن. باقي جي ڏوڪڙ اوهان جي ذهن ۾ آهن ته ان لاءِ ڪي بيا گراهڪ ڳول.

## ڪم لٿو ڏکڻ وسريو!

دنيا جي مشهور معروف فلمي شخصيت ڪئٿرائين هيپبرن هڪ ٽيليويزن انٽرويو ۾ چاڻايو آهي ته "اداڪاري يا ڊرامن ۽ فلمن

۾ ائڪٽر ۽ ائڪٽريس نہ، احمق ۽ بيوقوف ماڻهن جو ڏنڊو آهي. پنهنجي ائڪٽريس هئڻ جو پڇتاءُ ڪندي چيائين تہ جيڪر ليڪ نہ ناش هجان ها تہ بهتر".

هيپبرن جنهنجي عمر ... سال آهي ۽ هن وقت تائين چار دفعا "آسڪر اوارڊ" حاصل ڪري چڪي آهي، تنهن هڪ سوال جي جواب ۾ چيو تہ آءٌ سانگو ڪري فلمي دنيا ۾ داخل نہ ٿيس پر ائين وات ويندي ڦاسي ويس. جي حالتن تي منهنجو وس هجي ها تہ آءٌ شايد ٻيو ڪو عزت وارو ڌنڌو اختيار ڪريان ها ۽ نہ شهرت وارو. هن ڌنڌي ۾ جيڪڏهن اوهان جي وڏيڪ ضرورت نہ آهي تہ پوءِ اوهان ڪي جهوني پراڻي سامان جيان ڪنهن ڪنڊ پاسي اڇلايو ويندو جيئن اوهان مٿان مٽي ۽ دز جا انبار چڙهي وڃن. "اهو سڀ في‌صدي سچ آهي، چاڪاڻ تہ سونگي بہ اهڙي طرح گودام ۾ ڦٽو ڪيو ويو ۽ وري ضرورت پوڻ تي چنبڙي ڦوڪي پردہ تي آندو ويو. مونکي اهڙي ڪنهن ڌنڌي جي تلاش هئي جتي بيڪار سمجهي گند ۽ بوهر جيان ٻهاريو نہ وڃي".

هيپبرن ٻاڻ ڪي ۽ "اسپينسر ٽريسيءَ" ڪي فلمي دنيا جو بهترين اداڪار جوڙو ڄاڻايو. چيائين تہ سڀ ڪان بهتر اداڪاره اها آهي جا عورت جي جامي اندر رهڻ جي ڪوشش ڪري ۽ ڪامياب ائڪٽر وري اهو مرد آهي جو عورت جي اهڙي ڪوشش ۾ رڪاوٽ وجهي.

## ٽرانسپورٽ جا مسئلا

ڪراچيءَ ۾ حادثن جو ٿيڻ ڪا نئين ڳالهہ نہ آهي. هر روز ڇهہ ست انساني ٻڪريون حادثن جو صدقو ٿين ٿيون جن ۾ گهڻائي نوجوان نسل جي اسڪولي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي آهي. جي ماڻهو لولا لنگڙا ٿي ۽ ڪيتون ڏيئي پنهنجي زندگيءَ جا پساه پورا ڪن ٿا انهن جو تہ ڳاڻاٽو آهيئي ڪونہ. افسوس جي ڳالهہ هي آهي تہ ٽريفڪ جو مسئلو اسان وٽ گذريل ڇٽيهن سالن ڪان زير ويچار آهي پر اڃا سوڌو سندس جوڳو تدارڪ ٿي نہ سگهيو آهي. وڏي مصيبت هي آهي جو اسانجي اعتراض وارڻ ۽ رسڻ جو اهڃاڻ بہ بسيون

۽ لاريون سازڻ آهي. انهيءَ ڪري جڏهن ٻه اسانجي سماج جي ڪنهن حصي کي پنهنجي غصه يا ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻو هوندو آهي ته اهو پئسينجر بس يا لارين جي ”ستي لڪڙي“ جي رسم سان پورو ڪندو آهي. جيئن ته اڪثر ٽئڪسين ۽ لارين لاءِ چيو وڃي ٿو ته پوليس عملدارن جي ڀائيواريءَ ۾ هلي رهيون آهن انڪري سندن همدردي ٻه پبلڪ جي ابتڙ رخ ۾ آهي. ڪراچيءَ جي ٽرانسپورٽ جي ٻي انوکي ڳالهه هي آهي ته لارين ۽ بسن جي ڊرائيورن ۽ ڪنڊڪٽرن جو تعلق هڪ ئي قوم سان آهي.

دنيا جي ٻين شهرن ۾ ٻه ڪنهن زماني ۾ ٽرانسپورٽ جو مسئلو چوٽ تي هيو پر هنن هن مسئله جو حل تلاش ڪري ٽرانسپورٽرن کي بسيون ۽ لاريون ”ڊيوٽي فري“ بنان محصول جي حوالي ڪيون ۽ کين هر مسافر جي ڀاڙي جي اڌ جيتري رقم امداد طور ڏني. نتيجو هي نڪتو جو هر شهر ۾ سڀ کان وڌيڪ آرام ۽ سلامتيءَ واري مسافري بس ۽ لارين واري آهي. اسانوٽ هر بس ۽ لاريءَ جي منزل مراد يا ميواشاه مقام ڏانهن آهي يا سول اسپتال رخ ۾. جو ٻاهر نڪري ٿو ته انکي واپس خيريت سان اچڻ لاءِ امام ضامن ٻڌڻو ٿو پوي. الله اسان تي رحم ڪري.

٢٠ اپريل ١٩٨٦ع

---

جي ڦيلائين ته لهين، ته پڻ نه ڦيلائيج،
اسرو ۾ لاهيج، سڄڻ سڀاجها ڳڻيون.

ٽهائينءَ کان نيڻهن سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.

وڳر ڪيو وتن پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن ماڻهئان ميٺ گهڻو.

محبت پاڻي مٺي ۾ رنڊيا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريو اگهايو.

شاهه.

## قديمي آثارن جي تباهي:

اڄ کان سانڍيڪو سال اڳ هڪ اهڙي تهذيب جو پتو لڳايو ويو جا نه فقط دنيا قديمي تهذيب هئي پر جڳ جي مڙني تهذيبن کان الڳ ۽ نرالي هئي. هي پهريون پيرو هيو جو هماليه پربت کان وٺندي عربي سمنڊ تائين ٽي هزار ميل اراضيءَ وچ ۾ ڪنهن تهذيب جي کوجنا ڪئي وئي هئي. هي سنڌو سڀيتا هئي جنهن جو مرڪز ”موهن جو دڙو“ هيو. دڙي جي کوٽائي ۾ پنج هزار سال پرانو شهر نڪري نروار ٿيو. جنهن جون اڏاوتون رستا، کوهه ۽ ناليون سڀ صحيح سلامت هيون. عمارتن کانسواءِ مجسما زيور سڪا ۽ مهرون به جام مليون پر شهري ماڻهن جي نسلي سڃاڻپ ۽ سندن ٻوليءَ جو ڪو پتو پئجي نه سگهيو. معلوم ائين ٿيو ته سنڌو سڀيتا اهڙن ماڻهن جي تهذيب هئي جن جو نالو نشان اڄ دنيا ۾ موجود ئي ڪونه آهي. ٻوليءَ سمجهڻ لاءِ هيل سوڙو جا ڪوشش ڪئي ويئي آهي اها به بيسود ثابت ٿي آهي ۽ هزارها اکرن جي ڇاپن جي موجودگيءَ هوندي به هڪ اکر جي به صحيح پروڙ پئجي نه سگهي آهي.

سنڌو سڀيتا جي ڳجهارت سمجهڻ لاءِ سنڌ جي ٻين دڙن جي کوجنا ۽ کوٽائي جاري رکي ويئي جي قديمي آثار سنڌ ۾ سوين موجود آهن. اميد اهائي هئي ته اڄ نه سڀاڻ ڪنهن نه ڪنهن ٻوليءَ جو پاڙو ملي پوندو ۽ پوءِ سموري ڪهاڻي سڃي ڪري سڻائي ويندي. پر اها آس ۽ اميد تيزيءَ سان مايوسيءَ ۾ بدلجي رهي آهي. ڇاڪاڻ ته هن سڀيتا جي باقي اهڃاڻن کي صفحه هستي کان مٽائڻ لاءِ ماڻهن توڙي حڪمرانن طرفان ڪات ڪهاڙا شروع ڪيا ويا آهن. اخبارن ۾ روزانه ايندڙ خبرون اهڙي امڪان جي پنيرائي ڪري رهيون آهن. هن گونگي سرزمين جا ”گونگا“ رهاڪو چيخ پڪار ڪري رهيا آهن ته سندن تهذيب ۽ تاريخ کي ”ميساربو“ ٿو وڃي. پر ٻڌڻ وارا ڪنن ۾ ڪپهه وجهي پنهنجي پڳت وجهڻ ۾ مشغول آهن. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته

هن اياڪي سرزمين جي فصل مان ته ممدن واسطو آهي پر ممدن اصلي
۽ نسلي عاقبت ۾ نه ڪا دلچسپي آهي نه ڪانه.

هاڻوڪو صورتحال هي آهي جو ڏيهه گهانگهرو جي ڏڙن مٿان
ٽريڪٽر هلي رهيا آهن. "لوهه" وارن ڏڙن کي ليول مٿي ڪرڻ جي
ڪوشش الڳ جاري آهي. پهريئي، زاج گل ۽ لاڪي پهر جا اڪريل
۽ چٽسالي ٿيل پٿر عام جام پيلجي رهيا آهن! حيدرآباد واري قلعي
جي "بي نام" سپاهيءَ جي مزار مٿان بسڪوٽن جي ڦيڪٽري تعمير
ٿي رهي آهي. سنڌ جي تهذيب ۽ تاريخ جو ڏينگهو نه انهن پٿرن تي
ويو. هاڻي سنڌس جا گرافيءَ ۾ هٿ گهليا ويا آهن. ڀنڀور اروڙ ۽
منصوره جون سيمينار رچايون ويون. انهن ادبي ڪارنامن کي اتي ئي
دفن ڪيو ويو. رني ڪوٽ جي رستي ناهڻ لاءِ پاوبهه لک رقم جو
اعلان ٿيو. اهو الاهي ڪهڙي "واڙ" ۾ واڙجي ويو. باقي زور آهي
ميلا ملاکڙن جي ڌمچر مچائڻ تي؟ پوءِ الاهي ڪنهن جي اکين ۾
ڌوڙ ٿي وڌي وڃي.

١٢ - مارچ ١٩٨٤ع

.... .... .... ....

## انساني منزل ۽ مقصد!

ذوالنون مصري هڪ واقعي جو ذڪر ڪندي ٻڌائيندو آهي ته
هڪ ڀيري مصر ۾ ڏٺم ته شهر جا ٻار هڪ نوجوان کي پٿر هڻي رهيا
هوا. ڪنهن پڇا ڪيم ته هن غريب تي سنگباري ڇالاءِ ٿيا ڪيو؟
ڇوڪرن ورائي ڏني ته هي ماڻهو پاڳل آهي. مون وري ڪائن سوال
ڪيو ته اوهان سندس ڪهڙي چرياڻي ڏٺي آهي. ڇوڪرن چيو ته
هي هام هڻي رهيو آهي ته الله پاڪ کي ڏسان ٿو. مون نوجوان کي
مخاطب ٿي چيو ته ڇوڪرن جو چوڻ درست آهي يا اوهان تي تهمت
ٿا ڏين. نوجوان جواب ڏنو ته "جي حق تعاليٰ هڪ ساعت لاءِ
منهنجي نظر کان گم ٿي وڃي ته شايد وڇڙ حجاب جو پردو اچي
وڃي ۽ آءٌ مشاهدي کان محروم ٿي وڃان ۽ پوءِ زنده رهڻ ۾ ڪهڙو
فائدو؟.

## ثقافت کاتو ٿي گم!

ڪجهه عرصي کان اڳ اخبارن ۾ هڪ عجيب خبر شايع ٿي هئي ته بلوچستان ۾ هڪ ريل گاڏي گاڏن ۽ مسافرن گڏ گم ٿي وئي هئي جا ڪوئيٽه کان به ڏينهن اڳ زاهدان وڃڻ لاءِ رواني ٿي چڪي هئي. ڪجهه ڏينهن بعد پتو پيو ته اوچتي برسات سبب ريلوائي لائين جي اکڙي ۽ اڙهي وڃڻ ڪري ريل مسافرن سوڌي هڪ پهاڙي پيچري وچ ۾ ڦاٿل بيٺي رهي.

انهيءَ قسم جي هڪ ٻي خبر روزانه ”امتار“ ۾ تازو پڙهڻ ۾ آئي جنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته سنڌ گورنمينٽ جو ”ثقافتي کاتو“ گم ٿي ويو آهي ۽ ڪافي ڳولا جي باوجود سندس ڏس پتو پئجي نه سگهيو آهي. ياد رهي ته هن ڏس ۾ سنڌ جي گورنر صوبه جي واڳ سنڀالڻ شرط اعلان ڪيو هيو ته سنڌ جي ثقافت کاتي کي باقاعدي هڪ رٿيل جوڙجڪ هيٺ قائم ڪيو ويندو. نه فقط اهو پر ڪجهه اڳيرو هلي سنڌ جي گورنر سنڌ جي ثقافت ۾ گهري دلچسپيءَ جو اظهار ڪيو ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي گورنرن جي بورڊ جي نئين سر تشڪيل ڪرڻ کان سواءِ ڀٽ شاهه تي پوٽخانو قائم ڪرڻ ۽ پنائي باغ رکڻ لاءِ به خاصي رقمن جو به اعلان ڪيو ويو.

گورنر صاحب ته اعلان ڪيو پر هاڻ ان اعلان کي عملي جامون ڪير پهرائي؟ تعليم کاتي وارن ابتري ترقي ڪرڻ جي تڪليف ضرور ڪئي جو کاتي جي نالي ۾ ”ثقافت“ جو اکر ڏيئي کيس ”تعليم ۽ ثقافت“ جو کاتو سڏيائون. باقي ٿيو پلو. سنڌ حڪومت جو ثقافتي کاتو هوندي به اڪيلي مائهوءَ جي وجود تائين محدود آهي جو ڳيتون ڏيئي صوبه جي ثقافتي ذميوارين سان ڳن ڏيندو نو رهي. کاتي کي ثقافت جو تاج ته پهرايو ويو پر کيس ڏاج ڏيوڻ به ته ڏنو وڃي. نه ته گلشن جو ڪاروبار ڪيئن هلندو؟ جي گورنر صاحب اهو اعلان فقط مائهن

جي دل خوش ڪرڻ لاءِ ڪيو هجو يا سندس سنڌ جي ثقافت سان ڪو حقيقي سروڪار نه آهي ته گهٽ ۾ گهٽ اهڙي صفائي ته پيش ڪئي وڃي جئن خواهه مخواهه ماڻهن کي غلط اميدون ۽ آسرن ۾ ته نه رکيو وڃي. سخيءَ کان شوم ڀلو جو ترت ڏئي جواب. باقي جيسين سنڌ سرڪار جي ڪامورا شاهيءَ جو ثقافت ۾ دستوري دلچسپيءَ جو سوال آهي ته ”من خوب مي شناسم پيران پارسا را.“

## سرڪاري انگ اکر:

هر ملڪ جي آسودگيءَ جا ماپا ۽ ماڻ ٻن قسمن جا ٿيندا آهن. هڪ هي ته خوشحالي هر گهر ۽ هر گهر ڀاتيءَ تائين پهچي، ۽ ڪين پنهنجي ذاتي آسودگيءَ کان اندازو ٿئي ته واقعي ئي ملڪ ۾ ”سڪر سٺائي“ ٿي آهي. خوشحاليءَ جي ٻي ڪسوٽي آهي شين جي پيداوارين ۽ قيمتن جا ”انگ اکر“ يا اهڙا ”عدد ۽ شمار“ جن آڌر ملڪ جي اقتصادي ترقي ۽ معاشي خوشحاليءَ جو ڪاٿو ڪري سگهجي. سڪر سٺائيءَ وارو اهو سنيهو جو اسان جي گهر يا پاڙي اوڙي تائين پهچي اڃا سوڌو ته اڌ پنڌ ۾ آهي. باقي دل کي تسلي ۽ سڪون وارا انگ اکر مٺڙا تبصرا، هر ڪائيندڙ خبر ناما ۽ وزير صاحبن جا روح افزا بيان اسان وٽ ضرور پهچايا ٿا وڃن جي ٻڌي ٻڌي هاڻ ته اسان جا ڪن به پچي پيا آهن. گذريل درجن سالن اندر، معاشي خوشحاليءَ جي سلسلي ۾ انگ اکر پيش ڪيا ويا آهن انهن جي جائزي وٺڻ ڪانپوءِ اسان کي ڄاڻ ٿي پوي ته جو ڪجهه سرڪاري طور فرمايو وڃي ٿو ان ۾ ”سچ“ کي ڪيترو دخل آهي.

۱۹۷۳ع ۾ ملڪ جي نئين ”عوامي حڪومت“ اعلان ڪيو ته ملڪ جي اقتصادي حالت ڏيوالي ۾ آهي. ملڪ جي قومي آمدني ۽ خرچ ۾ شديد نقصان پيو آهي. سڪي جي خريد ڪرڻ جي قوت ختم ٿي چڪي آهي. ايڪسپورٽ ۽ امپورٽ وچ ۾ جو وڇوٽيءَ وٿي آهي اها اسان جي حق ۾ نه آهي. فارين ايڪسچينج جا ذخيرا اوٻاسين ۾ آهن. قصو ڪوتاهه نئين حڪومت انقلابي قدم کنيا. ڪيترين صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو. نتيجي ۾ ان وقت جي وزير خزانه

۱۹۷۷ع تائين پنهنجي بيان ۽ پريس نوٽن ۾ هي چاڙهيو ته ايڪسپورٽ ۾ چار سئو سيڪڙو اضافو ٿيو آهي. سڪه جي خريد جي قوت ۾ واڌارو ٿيو آهي. پيداوار ۾ اٺ في سيڪڙو واڌ ۽ قومي آمدنيءَ ۾ ڇهه سيڪڙو اضافو ٿيو آهي وغيره

انهن انگن اکرن جي چڪر ۾ عام ماڻهن کي باور ڪرايو ويو ته ملڪ تيزيءَ سان ترقيءَ طرف پرانگهون پريندو ٿو رهي ۽ گذريل دور جي حڪومتن ملڪ کي تباهيءَ جي اوڙاهه ۾ ٿي گهليو. هي سلسلو هر سال ائين هلندو رهيو ۽ هر ايندڙ سال جي ابتڙ کي گذريل سال کان وڌ ڏيکاريو ويو. پوءِ وري اوچتو "۱۹۷۷ع" سال اچي ويو. هڪدم ريڊيو ۽ ٽيليويزن کان ڏڙا ڏڙ هاءِ گهوڙا ۽ ماتم شروع ٿي ويو ته:

ملڪ جي معاشي حالت تباهه ٿي چڪي آهي. خزانو خالي آهي. ڪارخانا بيمار آهن، ۽ پيداوار هڏڪين تي آهي. غير ملڪي ايڪسچينج ختم ٿي چڪي آهي. ڪڻڪ جا گدام خالي آهن. قوم کي قربانيون ڏيڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي.

هي سڀ ڪجهه هڪ ڏينهن ۾ ڪيئن ٿيو؟ عوامي حڪومت کان اقتدار "اسلامي حڪومت" ڏانهن هڪ رات ۾ بدليو. ۱۹۷۰ع کان وٺي مالي وزارت طرفان هر پريس نوٽ ۾ ماڻهن کي ياد ڏياري ڪرائي ٿي ويئي ته بيمار هاڻ روبصحت ٿي چڪو آهي. صنعتي نعمي کي هاڻ آڪسيجن تنبوءَ جي ڪا ضرورت نه آهي. ملڪ ڪڻڪ جي پيداوار ۾ خود ڪفيل ٿي ويو آهي. واڌو ڪڻڪ ايران ۽ عراق کي رواني ڪئي ٿي وڃي. في آدمي آمدني وڌي آهي. اسلامي حڪومت ملڪ جي ڪايا پلٽ ڪري ڇڏي آهي. ملڪ ڏان ونساج کي لوڏي ڪڍيو. هاڻ سڀ نفعي ۾ پئيچارو آهي. وري هڪدم "۱۹۸۵ع" فيبروريءَ ۾ اليڪشن بعد چونڊيل نمائندن جي حڪومت عمل ۾ آئي. وزير اعظم جوڻيجي صاحب جي بيان ۽ بعد ۾ خزاني وزير جي تقريرن ۾ جو ڪجهه چاڙهيو ٿو وڃي اهو هن طور آهي:-

ملڪ ۾ ڪڻڪ جي صورتحال خراب آهي. سالڪ ٿي ڪڻڪ

ٻاهران ڳهرائي ويندي. ملڪ جي معاشي حالت غير ملڪي قرض جي بوجهہ هيٺ پنهنجي حيثيت وڃائي چڪي آهي. غير ملڪي قرض ١٣ بلين ڊالر تائين پهچي چڪا آهن ۽ جنهن قرض جو وياج اسانجي آمدنيءَ جي وڏي حصي کي ڳڙڪائي ٿو ڇڏي. ملڪ ۾ سڪي جو قحطالاءُ خطرناڪ حد تائين پهچي چڪو آهي. ملڪ شديد بحران جو شڪار آهي ۽ بجليءَ جي ڏس ۾ تہ ڪوٽ ئي ڪوٽ آهي. سمنڊ پار پاڪستانين جي موڪليل رقمن ۾ گهٽتائي اچي رهي آهي. وزارت خزانہ هنگامي طور تي حالتن جو جائزو وٺي رهي آهي ۽ اهڙين ڳالهين جي تحقيق ڪري رهي آهي تہ جيئن انهن قدمن کڻڻ سان ملڪ معاشي ڊٻڻ کان ٻاهر نڪري سگهي. ايندڙ بجيٽ هن حڪومت جو وڏو ڪارنامو ثابت ٿيندي.“

وڌيڪ راءِ زني فضول آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ سڄو ڪارخانو ڪنهن وڏي دهمان تي هلي رهيو آهي. مالي ۽ معاشي انگن اکرن سان حقيقتن جو شايد واسطو ئي خير ڪي آهي، ملڪ جي خوشحالي ۽ بدحالي ڪيئن راتو رات پاڻ ۾ بدلبيون ٿيون رهن اهو هڪ اهڙو اسرار آهي جنهن جي سمجهہ نہ اسان کي آهي ۽ نہ شايد ڪڏهن ايندي.

## سروان موت، ملوڪان شڪار:

ڪراچيءَ جي وڏي ساک هئي تہ روشنين جو شهر آهي ۽ انگريزن جيان سندس راڄڌانيءَ تان سج ئي نہ ٿو لهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ ڪيس نظر لڳي وئي آهي. گذريل هفتہ ڏيڍ ۾ جو سندس حشر ٿيو آهي اهو نہ فقط افسوسناڪ آهي پر شرمناڪ بہ آهي. جنهن نموني سندس شهرين هڪ ٻئي کي تڪا ٻوٽيون ڪري ۽ تنور ۾ وجهي ڪباب بڻائڻ جي مشق ڪئي آهي ان جو تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. ڏسڻ ۾ هي ٿو اچي تہ ڪراچيءَ جي سر زمين انساني رت جي پياسي ۽ سندس شهري رتو ڇاڻ جا عادي ٿي چڪا آهن. شروع ۾ رستن تي انهن ڪتن بلن جا ڍونڍ ڏٺا ويندا هئا جي حادثن ۾ ڪچرجي مرندا هوا. ٽرئفڪ چالو رهندي هئي ۽ هر ڪا موٽر لاري سڱل جسمن مٿان گذرندي رهندي هئي پر جانورن جي لاشن کي پاسي پر ڪڏهن نہ اڇليو

نہ ويندو هيو. هاڻ ساڳيو حشر انساني لاشن جو ٿي رهيو آهي. ماڻهن کي اکلائڻ جو اڄان ٻہ هڪ نئون ۽ انوکو طريقو ايجاد ڪيو ويو آهي. اهو ھي آهي تہ سھيل ماڻهوءَ کي هٿوڙا هڻي ٻڌي جهان پارسل ڪرڻ. وري ماڻهو ٻہ اهڙا چونڊي ۽ ڳولي ماريا ٿا وڃن جن وٽ نہ مايا نہ ٻونجي. اڳ غربت ۾ سلامتي هوندي هئي ۽ گهٽ ۾ گهٽ چور ۽ ڌاڙيءَ جو ڪو خطرو نہ هوندو هو. هاڻ غربت جو اهو ڀرم بہ ختم ٿيو. خبر نہ آهي تہ رولو سڄڻ ۽ لاوارث ماڻهن سان الاجي ڪهڙيءَ خوشيءَ ۾ هٿوڙي بازي ڪئي ٿي وڃي. ٻڌڻ ۾ هي ٿو اچي ڀهريون هن قسم جي ماڻهو مارڻ جو فيشن راولپنڊيءَ طرف شروع ڪيو ويو هيو ۽ هاڻ هي رواج اسان وٽ اچي پهتو آهي. عمر رسيده، بيمار ۽ فٽ پاٿ تي گذر ڪندڙ مسڪين ماڻهن کي مارڻ، جي پاڻ مرڻ لاءِ آتا آهن، ۾ ڪهڙي مصلحت آهي انساني سوچ کان ٻاهر آهي. ممڪن آهي تہ ڪنهن کي نياءُ مليو هجي يا وري ڪنهن جي ذهن جو اسڪرو ڍلو ٿيو هجي، چئي نہ ٿو سگهجي. نوانوي في صدي ماڻهن جو صحتمند ۽ ذهني تندرست رهڻ ۾ ڪو فرق نہ ٿو پوي پر هڪ آدميءَ جي پاڳل هئڻ ڪري سموري انسانيت کي ڀهري سجاڳ رهڻو ٿو پوي.

۲۸ اپريل ۱۹۸۵ع

---

جان جان پسين پاڻ کي تان تان ناہ نماز،
سپ وڃائي ساز، تهان ٻوءِ تڪبير چئو.

هو ڳوڻئي تون م ڇوُ واتان ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري خطا سو کائي،
پاند م ٻڌائي ڏنو ڪيني وارو ڪين کي.

ڪيئن ماڻيندا من ۾ خودي ۽ خداءِ،
ٻن ترارين جاءِ، ڪا آهي هڪ مياڻ ۾!

شاہ

# آءُ رت بنست جي

ستن اٺن سالن جي ٻاراڻيءَ ڪانڀوءَ هاڻ هڪوار وري وزارت جي وصل جو واءُ گهلڻ آهي. الله خير ڪري. ڪافي ميمبرن ته پنهنجي ڳالهه ٻولهه ۽ چال واري اسٽائل ئي وزيرن واري شروع ڪري ڏني آهي. اسان جي ڪوتائي پڻائن لاءِ ڪنهن زماني ۾ مشهور هيو ته وزير ٿيڻ کان هفتو کن اڳواٽ ئي سلام جو جواب ڏيڻ بند ڪري ڇڏيندا هوا. لاڙڪاڻه ساهه سيباڻي وارن وزيرن جي وري قسم ڪٽڻ ڪانڀوءَ هٿن جي چال ۽ ٻانهن جي لوڏ ۾ هڪدم فرق پئجي ويندو آهي. سامهون ايندي اٺين ڏسڻ ۾ ايندو جڻ ته هاڻ اڏامڻ لاءِ پکُ ساهي رهيا آهن. آخر وزير ٿيڻ ڪا مشڪري ته نه آهي. پاور جو پيئڻو جهلڻ لاءِ دل گردو ۽ ديپي کپي.

گهڻن ماڻهن لاءِ وزارت لاٽري به ٿيندي آهي جنهن کو انعامي بانڊ ڪلي. پي پي پيءَ جي دور ۾ اهڙا گهڻائي حادثه ڏٺا ويا. "قاسم پٽيل" جڏهن سنڌ جو وزير ٿيو ته ڪيس سندس پسند جي پورٽ فولئي ڪٽڻ لاءِ چونڊ جو اختيار سونپيو ويو. قاسم پٽيل ويچارو گهڻو پڙهيل ڳڙهيل ته هيو ئي ڪونه ۽ فقط ڏيپي تي بندوقون ڇوڙيندو رهندو هيو، سو چيائين ته "مونکي انڊسٽريز جو کاتو ڏنو وڃي." يعني ڪارخانن وارو محڪمو. پر ڪيس اها پيٽ ئي نه رهي ته سنڌ جي انڊسٽريز کاتي ۾ سواءِ "گورنمينٽ پرنٽنگ پريس جي ٻيو ڪجهه آهيئي ڪونه. جڏهن ڪيس بن چئن ڏينهن ۾ اها معلومات حاصل ٿي ته، باقائده روڄ راڙو وڌائين ته ڏاڍي گهاٽي ۾ هيو. آخر جڏهن ڪيس مهينو پوءِ ايڪسائيز ۽ ٽئڪسيشن جو کاتو به ڏنو ويو تڏهن وڃي پٽيل صاحب جي دوڙ ڪوسي ٿي.

## سردار مهر

سنڌ جي ويجهڙائي وارن اڳوڻن وزيرن ۾ سڀ کان ڪامياب وزير سردار غلام محمد مهر چيو ٿو وڃي. ”اڻ پڙهيل“ ضرور آهي، پر ”اڻ ڄاڻ“ نه آهي. جيترو فيض هن شخص پنهنجي تڪ ۽ علائقي کي پهچايو، آءٌ نٿو سمجهان ته ٻئي ڪنهن وزير کي اهو شرف حاصل ٿيو هجي. رستا، اسڪول، اسپتالون ۽ زرعي سهولتون هن پنهنجي روهڙي ڊويزن ۾ عام جام ڪيون. هيءَ به ڳالهه آهي ته سندس دستر خانو هر ڪنهن لاءِ کليل رهيو. پاڻ اول درجي جو مهمان نواز آهي ۽ سندس رهائش ۽ رسائي دور دراز ايراضين تائين آهي. هر ڪنهن سان هٿ جوڙ اٿس. وري اهو به بنا مقابلي چونڊجي. هاڻ به ڪائونسل پيو ويو ته حڪم ڪري چا گهرجيئي. جي فقط ٿوري گهڻي سرڪاري حيثيت کپي، جو ته بنان عهدي ماڻهو اهميت وڃائيندو ٿو لڳي. کيس سرڪاري صلاحڪار مقرر ڪيو ويو.

## ڏس ڪو ڏاڍؤ

وزارت ۾ اڪيون ته گهڻن جون آهن. ڪن کي قرض لاهڻا آهن ته ڪن کي ڪمائي به ڪرڻي آهي. ڪي اهڙا به آهن جنجي دل چاهي ٿي ته هو به خلق خدمت ڪري جس کٽن. ڪي شايد اهڙا به آهن جن جي آس اميد فقط اخباري شهرت تائين محدود هجي. جي واقعي ٿي خدمت ڪرڻ جا ڪوڏيا آهن تنکي ٻن قسمن جي صلاحڪارن جي سخت ضرورت درپيش رهندي. هڪڙا اهي جي کين مسئلا ٻڌائين ۽ ٻيا اهي جي مسئلن جو حل پڻ سمجهائين. يعني اندي سنهري تڙ لاءِ به سمجهائي. اسان وارن نون همراهن کي وزير ٿيڻ يا حڪومت جي انتظامي چرخي جي ته نه ڄاڻ آهي ۽ نه کين سکيا ٿي ڏني وڃي ٿي. پوءِ اندي ۾ جنڊ، مڙيئي پيو گاڏو گڙڪجي. بهتر ٿئي جيڪڏهن وزيرن کي به هفتائي اڳواٽ اهڙي ترغيب ڏني وڃي جيئن هو پنهنجي کاتن جا بااختيار وزير ثابت ٿي سگهن.

## رشوت ۽ سفارش

اسانجي چونڊيل نمائندن توڙي حڪمرانن طرفان ٻن مسئلن جي حل ڪرڻ تي خاص طور زور ڇاڻايو ٿو وڃي. هڪ رشوت ٻيو سفارش. ڇاڻايو ويو آهي ته انهن ٻنهي برائين جي پاڙ پٽي ويندي. نهايت نيڪ ارادا آهن. الله پاڪ ڪين توفيق ڏئي. ڳالهه ڪرڻ ته آسان آهي پر عمل ڪرڻ ڏکيو معاملو. چڱ ته رشوت ۽ سفارش ڪي سايون ٻاڄيون آهن جن کي ڳجرن ۽ مورين جيان سٽ ڏيئي پاڙان پٽيو ويندو. رشوت هڪ ناڻو ٿوروئي آهي. رشوت کان مراد آهي پڳڙي، منائي، سيڪڙو، ڪميشن وغيره. سفارش ۾ ته سموري سرڪاري لکپڙهه اچي ٿي وڃي. وزيرن کان وٺي پبلڪ سروس ڪميشن تائين سڀ سفارشون ٿي ڪندا آهن. ٻوءِ الاجي ڪهڙي سفارش کي ٻنجو ڏنو ويندو.

ڪنهن زماني ۾ مونکي هڪ اديب دوست، جو اڄ ڪلهه ٻمبئي ۾ آهي، خط لکيو. ڇاڻايائين ته "پڳوان" بابت ڪتاب لکڻ جو ارادو ڪيو اٿم ڇاڪاڻ ته هاڻ ڏسان پيو ته اڄ دنيا جو منجهائنس اعتبار کڄندو ٿو وڃي. ان ڪارڻ ضروري آهي ته ايشور جي هستيءَ جا دليل ۽ ثابتيون گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ ڇاپيون وڃن جيئن ماڻهن ۾ پرميشور لاءِ وشواس واپس ٿئي. آخر ۾ وينتي ڪيل هئي ته "جيڪڏهن پڳوان بنسبت توهان وٽ ڪو اڻڌو منڊو ثبوت موجود هجي ته لکي موڪليندا ڇو ته مون وٽ اهو به ڪونه آهي."

هاڻ وري هڪ ٻئي دوست اهڙي قسم جو خط لکيو آهي. هي همراه نه فقط چرچو ڳهو ڪندي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو آهي پر سندس وزير ٿيڻ جو به سخت انديشو آهي. الله پاڪ ڪيس ۽ اسان ٻنهي کي پناهه ڏئي. حڪم ڪيو اٿس ته اٽڪ ماڻهن جا عام مسئلا لکي ڪيس روانا ڪريان ته جئن هو وزارت جي سيج تي سوار ٿيڻ شرط پنهنجو جوهر ڏيکاري ۽ پهرين پريس ڪانفرنس ۾ ماڻهن جا ٽمن ڪڙڪائي ڇڏي.

## بنيادي مسئلو- غربت

پوري انسانيت جو وڏي ۾ وڏو مسئلو ''غربت'' آهي. سخت، بيرحم ۽ ڪڏهن معاف نہ ڪرڻ وارو. غريب هڪ چئلينج بہ آهي. مون لاءِ، اوهان لاءِ، اسانجي هر هڪ نوجوان لاءِ. منهنجي راءِ ۾ بنيادي ''برائي'' بہ اهائي آهي. گذريل اڌ صديءَ جي سرتوڙ جاکوڙ ڪندي بہ اڄ ان ڏيڻ کان ٻاهر نڪري نہ سگهيو آهيان. هي برابر آهي تہ اسان ڪي هر عالمگير ڪاميابي بہ غربت خلاف جنگ جوتيندي حاصل ٿي آهي. هر ماڻهوءَ لاءِ سندس زندگيءَ جو مول مقصد هي هئڻ گهرجي تہ هو ''غربت مٿان غالب ٿئي.'' نہ فقط پاڻ، پر منهنجي قوم ۽ ديس کي بہ غربت کان ڇوٽڪارو ڏياري. ڇاڪاڻ تہ غربت هر برائي ۽ هر گناه جو بنياد ۽ جڙ آهي جا هر بڇي گناه ۽ برائيءَ کي جنم ڏئي ٿي. غربت ڪينسر جيان هڪ مهلڪ مرض بہ آهي. فرق فقط هي آهي تہ هي مرض لاعلاج نہ آهي. اسان لاءِ ''پهريون مسئلو'' جنهنجو اسان سڀني کي حل ڳولڻو آهي اهوئي آهي، ''غربت''.

اسانکي جڳائي تہ هر سال کي اسين ''غربت خلاف جهاد'' سال سڏيون ۽ راتو ڏينهان جاکوڙ ڪريون تہ غربت خلاف جنگ ڪيئن جوٽي وڃي. اسانجي تعليم، پرائمري يا سيڪنڊري، خانگي يا سرڪاري، قومي يا بين الاقوامي، فقط اهائي ترڪيب هئڻ گهرجي تہ غربت کان ڇوٽڪارو ڪيئن حاصل ڪيو وڃي. جيسين ان غربت جي راڪاس کي نيست ۽ نابود نہ ڪيو ويو آهي تيسين اسين توڙي اسان جا ايندڙ نسل هڪ انساني، ڀرپور ۽ ڀرم واري زندگي بسر ڪرڻ قابل ني نہ سگهنداسين.

حقيقت هي آهي تہ هر آدمي پنهنجي ضرورت کان زياده ٿو اپائي. اهوئي سبب آهي جو هو صدين کان پنهنجو گهر ۽ گهراڻو بالبندو ٿو رهي. جيڪڏهن سندس ڪمائي تي ڌاڙو نہ هنيو وڃي ۽ سندس رزق ۾ ڪتر نہ وڌي وڃي تہ سندس گهر ڀاتين جي بک ڪاٽڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي. جيڪڏهن مزدور کي مزدوري بنان وات تي

بنئي ڪرڻ جي بلڪ وڏي وجھي ته اڄ اسان وٽ "بکي پيٽ" جو مسئلو ئي ڪونه رهي.

حق حقدارن حوالي ڪرڻ سان گڏ غربت کي تڙي ڪيڻ لاءِ ٻيو ڪارگر هٿيار آهي سائنس. اسين سائنس کي عمل ۾ آڻي ان منزل طرف رڙهي سگهون ٿا، جتي هر هڪ سک سانت سان آسودگيءَ وارو جياپو گهاري سگهي ته، هونئن به اڄ ڪوڏر ڪهاڙي ۽ ڏانداريءَ جو استعمال فقط اسان وٽ آهي باقي جڳ جهان ۾ ته ٽرئڪٽر بلڊوزر ۽ اسڪريپر پيا ڏسجن. جي غربت کي ختم ڪرڻو آهي ته مشينون آڻيو.

١٩٨٥ع

---

جوڳي تين نه يار، ڪنهن سين قريب ٿي،
مان ملاقي ان سين، جن پورب جي پچار،
انئي ٻهر ان جي، آه نانيءَ ڏانهن نهار،
لائي ويا لطيف چئي، اندر منجهه ابار،
سامين ساڻ، ستار! لاهوتي لال ٿيا.

گولا جي گراه جا، جونا سي جوڳي،
قتل سي قوڳي، جن شڪم ساندِيا.

ڪن ڪورائي، ڪاپڙي، جندا! ٿي م جوءِ،
سر سپاهين وڪيا، سو ڪ نه، سامي! سوءِ،
جيڪي پڇين، پيچ سو، گنگا نين نه گوءِ،
وڃ، لاهوتي! لوءِ، عجز کي آڏو ڪري.

نسوروئي نينهن جو، دل ۾ دود دکاءِ،
آئي آڳ عشق جي، ٻاري جان جلاءِ،
جندا! ايئن جڳاءِ، جئن آتشان آب ٿئي.

هو جي ڪن ڪپار جا، سوڌو سي نه سٽين،
اندر جي آهين، سڻ سنيهو ان سين.

شاهه

# اسلام جا شيدائي يا منافق

ڪجهه عرصو کان سنڌ ۾ ثقافتي سيمينار ۽ جشن ملهايا پيا وڃن. سچن سڪڻن ميڙن ۽ ڪچهرين سبب سنڌين ۾ خوشيءَ جي لهر اچڻ هڪ لازمي ڳالهه هئي. ڇاڪاڻ ته سنڌي اڪيلي قوم آهي جنهن کي ڏک ۽ سڪ تي ٿڪ ڏيڻ جي عادت آهي. پر اسانجي ڪن گهٽگهرن کي اها ڳالهه نه آئڙي ۽ ڪين اسلامي قسم جا والهانه ۽ وڪڙ ڏيڻ شروع ٿي ويا آهن. خاص طور انهن کي جي ڪڏهن فدوي ڪڏهن فدائي يا ڪڏهن خدائي فوجدار جو ڪردار ادا ڪندا نا رهن. تازه خيرپور ۾ سچل سيمينار ٿي گذري، جنهن ۾ جي علمي ادبي تصوف نا تاريخ جون ڳالهيون ٿي گذريون سي ڏڍن سرڪاري عملدارن ۽ چوڪسي رکندڙ عملن جي روبرو ڪيون ويون. تنهن هوندي به هنن سدورن في سبيل الله دشمني ۽ فتنو فساد ڦهلائڻ خاطر، صدر پاڪستان آڏو سڪر ۾ هاءِ گهوڙا مچائي، بهتان مڙهيا ۽ عريضا پيش ڪيا، مڙ اهو جو اهي الزام اسلام ۽ نظريه پاڪستان جي ناڻي ۾ ڏريا ويا!

اصل ڳالهه هي آهي ته سنڌ ۾ سيني قومن ۽ ٽيلن جا مفاد آهن. ڪن جون زمينون آهن، ڪن جا ڪارخانا ته ڪن جون ڪمپنيون ۽ مال جون مڏيون. اسانجو مفاد پين صوبن ۾ ته ڀڙي آهي پر خود پنهنجي گهر ۾ به خبر ڪي آهي سواءِ ثقافت ۽ ٻوليءَ جي. پوءِ جڏهن ڪي سنڌي وڏي واڪي اوڳرائي به ٿو ڏئي ته اڳلن ۾ بي پناه پريشاني پيدا ٿي ٿئي، ۽ هو پنهنجي سيڙپ ۽ سرمايه کي خطره جائي ناجماعت گهل ڦر مچائڻ شروع ٿا ڪن. پوءِ ڪڏهن مٿن سنڌو ديش جو ڀوت ٿو سوار ٿئي ۽ ڪڏهن سندن ڪنن ۾ جيئي سنڌ جا نعرا ٿا گونججن. نه ته اسلام دشمنيءَ جو الزام ته سنڌين لاءِ ريڊي ميڊ آهي ئي آهي. ڪين وڏو بيٺ جو سور هي آهي ته سنڌي ثقافت کي چڙوا ڳپ ڇو ڇڏيو ويو آهي ۽ سنڌي زبان تي تالا ڇو نه ٿا چاڙهيا وڃن؟ باقي ٻاڻ ٻلي سني شيعه فساد ڪرائيندا رهن ۽ ديوبندي ۽ بريلوي زهر اوڳاريندا

رهن ته اها فرقه پرستي ۽ فتني بازي آهي سندن اسلام پسندي ۽ نظ
پاڪستان جو عين ثبوت! مينهن تي ڇوي گهوڙي ڪي ته هلي ڙنب
پيچ ڪاري!

## آديسي اٿي ويا

"پهرين مئي" دنيا ڀر ۾ "پورهيتن جو عالمي ڏينهن" ڪري
ملهايو ويندو آهي. هن ڏينهن تي شڪاگو جي سرمائيدارن مزدورن
کي پنهنجي وحشيانه ظلم جو نشانو بڻايو هيو. پر اسان وٽ ته هر
ڏينهن جو سج ڪو نه ڪو سورن جو سمر کنيو پوءِ ٿو ابري. ان
ڪري ته اسين پرائي تڏي به پنهنجا اوسارينداآهيون. هن ڏينهن تي
اڳين سال اسانجو مانجهي مڙس مير رسول بخش مرحوم اسانکي جدائيءَ
جو داغ ڏيئي وڳ ڪان وڇڙي ويو. نه صلاح نه مشورت. انين اوچتو
ڪٿي الله توهار ڪيائين.

مير مرحوم اڪيلو انسان هيو جو پاور ڪان پري ۽ ڏور رهڻ
۾ وڌيڪ سڪڻو سمجهندو ۽ وڏي شان شوڪت واري ڏک ڏيندو هيو.
سدائين گهرجائو مائٽن جا ڪٽڪ ڪيو، پوءِ صبح هجي يا شام، يا
تاڪ منجهند، ميرصاحب مائٽن جي مشڪل ڪشائيءَ لاءِ پنڌ ۾.
ڪڏهن ڏس ته پوڙهيءَ تي ٻلتي ماريو ويٺو هجي جي پوڙهي پيو ڏئي.
ڪڏهن چوسول تي چڙهي يارن سان پيو محبت ونڊي ته ڪڏهن پٽرول پمپ
جي بئنچ تي ويٺو ڪنهن جي فرياد ٻڌي. باقي ڪرسيءَ ۾ ويٺي
ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاٿل ٻکيءَ جيان پيو ڦٿڪندو. جڻ ڳوه ڦاٿي هئي
ٻوه سان. گورنريءَ ۾ ته اهڙو ڦاٿو جو مونجهه ٿيندي هيس. جڏهن
گورنري ڇڏي ٿندي پئي ته جڻ ماڙني بنديخاني مون نڪري ملير پهتي.

ميرصاحب رڄ راڄو ملڻو ۽ کلڻو انسان هيو. غريبن ۽ موهتاجن
جو هڏ ڏوکي ۽ پرچڻو. دوستن جو پاڻهن ٻيلي ۽ سرويچ سنگتي.
هرهڪ سان پيار ۽ پريت نباهڻ وارو. سائل ۽ سواليءَ کي به عزت
بخشيندو. آئي وئي کي "سرڪار" سڏيندو ۽ چوندو ته "حڪم تنهنجو".
کلڻو ۽ پوڳائي. سندس ڪچهريءَ ۾ ويٺي مزو پيو ايندو جڻ ماڻهوءَ
جي عمر ۾ واڌ پيئي ٿيندي. ماڻهن جو اڌ اهنج ايذاءُ ته دلداري ۽ ڏي

ڏيڻ سان دفعي ڪندو. نوڪن جو ڪوڏيو ۽ هر سونڪي ڪيڏ نهڪڙو.
اهو به ڪڙاڪيدار ۽ روڪڙو. سهڻي ۽ بادشاهي مڪي واري شاهاڻي
شڪل شبيهه. ڪڙڪ اک. رعبدار شهپر. جلويدار ۽ مشڪندڙ چهرو.
مون اهڙو مرڪڻو مير وري نه ڏٺو. ياري دوستيءَ جو ته دلبر هو ۽
پاڻهي به واه جو موڪيائين. وڏي مير سان ته پيچ پيل هوس. جسم ۽
روح هڪ هيو. عطر وڏو مير مکيندو هيو ۽ خوشبوءِ مير رسول بخش
مون ايندي هئي! تنهنجون سڄڻ کهڙيون ڳالهيون ڪريان!

## آثار قديم يا جديد

ڪراچيءَ جي گوئٽي انسٽيٽيوٽ ۾ ڪالهه "منصوره" متعلق
سيمينار ٿي گذري جنهن ۾ ملڪ جي نامور عالمن اديبن ۽ اوائلي آثارن
جي ماهرن مضمون پڙهيا ۽ "منصوره" جي ماضيءَ تي روشني وڌي.
هن سيمينار جو افتتاح سيد غوث علي شاه ڪيو ۽ باقي انتظام سنڌ
هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي سهاري هيٺ ۽ جرمن ادبي اداره جي
سهڪار سان ڪيو ويو هيو. هي پهريون دفعو هيو جو آثار قديم تي
سيمينار مناسب جڳهه ۽ صحيح قسم جي علمي ذوق رکندڙن سان رچائي
وئي هئي. جيئن ته آثار قديم جو علم ڏکيائي ۽ نڪرن پٿرن جي
چاڻ سچاڻ جو نتيجو آهي انڪري عام فهم ماڻهوءَ جي سمجهه ۽
دلچسپيءَ واري دائره کان ٻاهر آهي. هونئن به اسانجي ملڪ اندر ان
علم کي آڳاٽي تهذيب جي تحقيق بجاءِ اسلامي دور جي آثارن ڳولهي
لهڻ لاءِ استعمال ڪيو ويو ٿو. اهوئي سبب آهي جو موهن جي دڙي،
آمري ۽ ڪاهوءَ جي دڙي وارن اهڃاڻن جي نسبت ۾ منصوره ۽ ڀنڀور
رخ ۾ زور رکيو ٿو وڃي. ڏسجي ائين پيو ته اسانجو آثار قديم جو
کاتو پراڻي سنڌو سڀيتا جي عيوض اسلامي تهذيب جي تحقيق ڪرڻ
ڪيڏ لڳل آهي جو احوال اڳيئي تاريخن ۾ موجود آهي. جاڪاڻ ته
اسلام کي آئي ١٤ سئو سال مس ٿيا آهن ۽ اسانجي آڳاٽي سڀيتا پنج
هزار سالن کان به آڳاٽي آهي. ان صورتحال آهر بهتر ٿيندو ته واسطيدار
کاتي کي هاڻ آثار قديم بجاءِ اسلامي تاريخ جي تحقيق واري ڀاڱي
هجري کاتو سڏيو وڃي.

٦ مئي ١٩٨٥ع

## صدر ۽ سنڌي!

ڪجهه ڏينهن اڳ خبر گرم هئي تہ صدر ضياءُالحق سنڌي ٻولي سکي رهيو هيو. اسان ڀرپور هي سمجهيو تہ اها بہ هڪ سرڪاري قسم جي خوش خبري هئي. انهن واعدن مون هڪ واعدو، جي ڪڏهن وفا ٿيڻائي نہ هوا. پر هاڻ ٻڌو پتو پيو آهي تہ ان انجام تي عمل بہ ٿي رهيو آهي. هي بہ ٻڌو اٿئون تہ ٻولي سکڻ لاءِ استاد بہ رکيو ويو آهي. ڏاڍو نيڪ ارادو آهي، صدر صاحب کي اهڙي نيڪ عمل لاءِ مبارڪون هجن. الله پاڪ اهڙي سمڪ ۽ ساڃهہ شل اسانجي ”برادران اسلام“ کي بہ ڏئي جي چئيهہ سالن کان اسان وٽ اچا سوڏو مهاجر ٿي تڪيل آهن. صدر صاحب جي سنڌي سکڻ ۾ اسانجي انهن ڀائرن لاءِ وڏو سبق سمايل آهي جي پاڻ سڏائيندي بہ پاڻپي نباهڻ کي عار ٿا سمجهن.

سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ”مٽڙا گهر تہ گهرانءَ“. پائپي ۾ گهوڙي ڪن برابر ٿيندا آهن. ناڙي ڪو هڪ هٿ سان ڪونہ وڄندي آهي. جي هن ملڪ ۽ ملت جي جڙ پختي مضبوط ڪرڻي آهي تہ ٻوءِ سوچ ۽ ويچار کي نئون موڙ ڏيڻو پوندو. هيل تائين جي حيلا ۽ وسيلا آزمايا ويا آهن انهن تي نظرثاني ڪرڻ ضروري ٿيندي. چاڪاڻ تہ نتيجي ۾ جي ردعمل رونما ٿيا آهن سي اسانجي اکين آڏو آهن. ويجهو اچڻ بجاءِ ويڇا وڌندا رهن ٿا. اها ڪهڙي سياڻپ يا ڏاهپ جنهن جا ڳهاٽي پوڻ کان پوءِ حاصل ٿئي. ڳالهہ آهي سڀ ڳنڍڻ جي. جنهن سان گهاري پوندي. اندر اجاري ڪدورتون ڪڍي عزت مان ۽ برابري واري برادريءَ سان نباهڻو پوندو. هڪ ٻئي سان سينو ساهڻ يا سندرو ڪرڻ بجاءِ پاڪر پائڻا پوندا. جنهن لاءِ صحيح طريقو اهو ئي آهي جنهنجي بسم الله صدر صاحب ڪئي آهي.

## آچار ۽ علامتون

ٻہ چار هفتہ اڳ هنياءُ جي ساڙ ڪان دانهن ڪئي هيم تہ اسانجا ڪي ساٿي ٻوليءَ سان بيواجبي بي رخيءَ وارو ورتاءُ ٿا ڪن ۽ هوڙهيائي

ڪري، انهن جي اچارن سان مٿوپٿي ٿا ڪن ۽ اسان کي هن
باجهاري ٻوليءَ سان ڪرڻ نه جڳائي. انهن ٻولين جي صحيح اچار ۽ اسعمال
ٻوليءَ جي صحت ۽ سونهن لاءِ نه فقط ضروري آهي پر اسان تي هڪ
قسم جي فرض ادائي پڻ آهي. چاڪاڻ ته "سنڌي" اسان جي مادري ٻوليءَ
گڏ اهڙو هڪ رت جو رشتو آهي جنهن سان اسين ٻئي ازل کان
جڪڙيل آهيون. ٻوليءَ جي لڄ لحاظ رکڻ اسان جو ساڃهه سان آهي.

هن سلسلي ۾ ڪن دوستن جو هي خيال آهي ته اکرن جي اچار
لاءِ جئن ته جدا جدا رايا ۽ دليل ٿي سگهن ٿا انڪري ڇو نه اهڙي
قسم جي علمي بحث، ڪي اخبار وسيلي پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو وڃي
جئن هو به بهرور ٿي سگهن. آءُ ان خيال سان شامل راءِ آهيان ڇو ته
ٻوليءَ جي معاملي ۾ مون ڪا حرف آخر هئڻ جي دعوا ته نه ڪئي
آهي. هن ڏس ۾ شونق ۽ ذوق رکندڙ ساٿي پنهنجي راءِ خط لکي موڪلي
سگهن ٿا. ممڪن آهي ته اهڙي مواد کي هڪ الڳ ڪالم جي زينت
بڻائي پڙهندڙن آڏو بحث کي پيش ڪيو وڃي.

بحث في الوقت هن ڳالهه جو آهي ته اکر "ڏس" جو صحيح اُچار
ڏَس آهي يا ڏِس. هن اکر مون مراد آهي "رخ، طرف، سلسلو ۽ حالت."
ياد رهي ته سنڌيءَ ۾ ٻه اسم مصدر ساڳي صورتخطيءَ ۾ لکيا ويندا
آهن پر سندن معنيٰ ۽ مطلب جدا جدا آهن. اهي آهن (١) ڏسڻ جنهن
جي معنيٰ آهي نهارڻ، پسڻ ۽ نظر ڪرڻ وغيره. هن مصدر جو امر آهي
ڏِس يعني نهار يا نظر ڪر. سندس اسم ٿي سگهي ٿو ته ڏٺ يا ڏيٺ هجي.

ٻي مصدر آهي "ڏَسڻ" جنهن جي معنيٰ آهي ڏَس ڏيڻ، پارپتو
خبرچار، پيروڪرو، علاج يا گس بڌائڻ. هن مصدر مون اسم آهي ڏَس
جئن ته ڏونگر ڏس ڏي. يا ان ڏَس ۾ سڌو هليو هل. هن اکر مون ٻيا
ٻه گهڻا سنڌي اکر جڙيل آهن جيئن ته (١) "ڏَسڻي" جو هٿ جي
چوٿين آڱر جو نالو آهي ۽ جنهن جو ڇيچ ٻاڄ ۽ وچينءَ ڪانپوهه وارو
ٿو اچي. ۽ اسين ڪنهن اشهد آڱر به سڏيندا آهيون. ڪيس سنڌي ٻوليءَ
۾ ڏَسڻي سڏيو ويندو آهي چاڪاڻ ته ان آڱر سان اشارو ڪري ڏس
ڏنو ويندو آهي. (٢) ٻيو اکر آهي "چوڏس" يعني چئني طرف. جيئن
ته چوڏس چوڏار سندس ناماچار ڦهلجي ويو.

محرابپور جي استاد محبوب علي جوکيو جو رايو آهي ته اهي ٻئي اڄار صحيح آهن چاڪاڻ ته ساهتيه سنڌيءَ ۾ طرفن کي "ڏسائون" پڻ چيو ويندو هيو. ٿي سگهي ٿو ته واٽڪي سنڌيءَ ۾ ان اکر کي ڏس ڪري استعمال ڪيو ويو هجي ۽ سندس ناتو سنسڪرت جي اکر دشا يعني "حالت" جي جڙ سان هجي. هوئنئن به اسانجي هندو عالمن جي اها عام پاليسي هوندي هئي ته ٻوليءَ کي ساهرن بجاءِ پيڪن ڏانهن گهليو وڃي. هن ڏس ۾ جي ساٿي پنهنجي قياس آرائي يا راءِزني ڪرڻ گهرن ته ايڊيٽر هلال کي لکي موڪلي ڏين ته سندن مهرباني ٿيندي.

## دائمي يادگار

روم جي شهنشاهه قيصر (Caesar) تائبيرس کان جڏهن سندس ناليءَ ۾ يادگار تعمير ڪرڻ لاءِ معزز شهرواسين اجازت طلب ڪئي ته شهنشاهه سندن درخواست رد ڪندي کين مخاطب ٿيو ۽ چيائين ته:-

جيسين منهنجو ذاتي سوال آهي ته آءٌ اوهان جهڙو هڪ فاني انسان آهيان ۽ پاڻتي رکيل فرض ادائي سرانجام ڏيندو ٿو رهان. شخصي طور مون لاءِ اهو هڪ وڏو رتبو آهي جيڪڏهن آءٌ اوهان جي نظر ۾ راڄڌاني سنڀالڻ لائق ثابت ٿيو آهيان. پر اهي اکر آءٌ انهن جي ـ ڪ مون ٻڌڻ وڌيڪ پسند ڪندس جي منهنجي موت کان پوءِ هن دنيا ۾ حال حيات هوندا.

منهنجو يادگار هن کان وڌيڪ بهتر تعمير ٿي نه سگهندو جيڪڏهن ايندڙ نسل مون کي انهن اکرن ۾ ياد ڪري ته مون رعيت جي حقن جي پوري پوري رکوالي ڪئي. آءٌ فقط اهڙي قسم جو يادگار اوهان جي دلين ۾ اڏڻ ٿو گهران جي حسين ۽ جٽاءُ دار يادگار آهن. باقي جي پٿر ۽ سنگ مرمر جا محل ۽ مقبرا مون لاءِ تعمير ڪيا ويندا ۽ جي ايندڙ زماني جي ماڻهن جي فتوا نفرت ۽ ڌڪار ۾ بدلجي ويئي ته پوءِ اهي بدناموسيءَ جا منارا ليکيا ويندا ۽ نه يادگار!

۳۰ مئي ۱۹۸۵ع

............

## بيروزگاريءَ جو علاج؟

صوبہ بلوچستان ۾ اسيمبلي ميمبرن جو ڪل تعداد ”٤٦“ آهي. چائيتاليهہ ميمبر صاحبن ۾ انهن اناويهن ميمبرن کي وزارت ۾ آڻي کين نوڪريون ڏنيون ويون آهن. ان ڏس ۾ تازو بلوچستان جي اڳواڻي گورنر نواب بگٽيءَ بيان جاري ڪري، سرڪار کي گذارش ڪئي هئي تہ باقي بچيل ارڙهن ميمبرن کي بہ ڪنهن روزگار سان لاتو وڃي. آخر انهن مسڪينن ڪهڙو قصور ڪيو. هو بہ تہ خرچ ڪري ميمبر ٿيا هوا ۽ ڪو ڦوڪٽ ۾ تہ ڪونہ آيا هوا.

سنڌ حڪومت جي تازي اطلاع مطابق پنج وزير بيا بہ کنيا ويندا جن جا نالا اڃان سوڏو راز ۾ رکيا ويا آهن. توڙي جو اڄ ڪلهہ ڪا ڳجهہ جي ڳالهہ رهي ئي ڪانہ آهي. سنڌ وزارت ۾ واڌ ٿيڻ تي اسانکي خوشي ٿيندي. اسانجو بہ تہ اهوئي چوڻ آهي تہ سنڌ ۾ بيروزگاري آهي ۽ ماڻهن کي ڪنهن ڌنڌي ڌاڙيءَ سان لڳايو.

## سرڪاري منصوبا

ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ سنڌي ٻولي هڪ الهامي ٻولي آهي جنهن ۾ ”ڪوڙ سچ“ ۽ ”حرام حلال.“ ترت ظاهر ٿي نروار ٿيو پوي. ٻين ٻولين خاص طور اردو زبان جا اکر، ذومعنيٰ يعني ٻٽي معنيٰ هئڻ ڪري ماڻهن لاءِ مونجهاري ۽ گمراهيءَ جو باعث بڻجن ٿا. سنڌي اکرن ۾ اهڙا ڪارا ترت پڌرا ٿيو پون. مثال طور ”منصوبو“ اکر جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ آهي ”سازش“ ۽ اردو زبان ۾ منصوبہ کان مراد آهي رٿابندي ”Planning“ يا تجويز. ڏٺو وڃي تہ اسانوت ملڪ جي گهٽي ۾ گهٽي رشوت ۽ کپت ”رٿابنديءَ“ جي نالي ۾ ڪئي ٿي وڃي. جڏهن بہ ريڊيو، ٽي وي يا اخباري خبرن ۾ ڪنهن رستي، پل يا براج جي اڏاوت جي تجويز جي خبر ٻڌي وڃي ٿي تہ لنگن ۾ سياڻو ٿو اپري تہ حرام

جي پئسن ڪمائڻ جـو وري ڪو نئون منصوبو گهڙيو ويـو آهي. ان لحاظ کان منصوبہ جي سنڌي معنيٰ حقيقي ۽ صحيح آهي چاڪاڻ تہ هر اسڪيم ۽ رٿابندي سرڪاري يا خانگي خزانہ خلاف هڪ سازش آهي.

## چار ۽ چاريون

ساڳي ريت سنڌيءَ ۾ هڪ ٻيو اکر "چار" آهي جو عام طور مڇيون يا پکي ڦاسائڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. سنڌي زبان اٿاه هئڻ ڪري منجهس هر قسم جي ڦاسيءَ لاءِ الڳ اکر موجود آهي. مثال طور ڪوئن ڦاسائڻ لاءِ ڪوئامار، ٻرٻل لاءِ ڇڙڪ، پکين يا جانورن لاءِ ڪوڙڪي يا ڪوڙڪو ۽ وڏن جانورن جهڙوڪ شينهن لاءِ پنجوڙ. ڏنو وڃي تہ ڪوئامار کان ويندي پنجوڙن تائين اهي سڀ "نگيءَ جاناه" آهـن جي اسان پنهنجي پيٽ پوچا خاطر ٻين ساهوارن کي ڦاسائڻ لاءِ گهڙيا آهن. پر اردو ٻوليءَ ۾ اکرن جي اٿاٿ هئڻ ڪري هڪ ئي اکر کان گهڻا ڪم ورتا ويندا آهن. جيئن تہ چار کي اردوءَ ۾ جال چوندا آهن ۽ جو لفظ هر ٻره لاءِ ٻوءِ "چنگي هجي يا مندي" سڀ لاءِ ڪم ايندو رهندو.

اڄ ڪلهہ اهـو مـلاحن وارو "چار" سنڌ وزيرن جي هٿ چـڙهي ويو ٿو ڏسجي، جو ڪلهي تي کنيو هر هنڌ ڦهلائيندا ٿا رهن. ٻوءِ ڪو ڪمند جي سيس واري فـنڊ مان رسـتن جو "چار" ٿو ڦهلائي تـہ ڪو هنري ڪارخانن جو "چار" ٿو پکيڙي، ڪجهہ بہ هجي ان نيڪ ڪم ۾ اسنجون دعائون سائن همراه آهن.

## وڻ پوکيو

ڪالهہ سنڌ جي گورنر صاحب گورنر هائوس ۾ ٻوٽو پوکي چوماسي جي وڻڪاريءَ جي شروعات ڪئي. اسانوٽ وڻن پوکڻ جي سرڪاري رسم سالن کان هلندي اچي. هر سال هن موسم ۾ گورنرن ۽ وزير صاحبن ٽوٽي ۾ن هٿ ڪري ان وڻن جا ٻوٽا پوکڻ وارا فوٽا اخبارن ۾ شايع ڪرايا ويندا آهن. پر پوءِ انهن ٻوٽن جو ڇا حشر ٿيندو آهي تنهن جي ڪا ڪل نہ آهي. معلوم ٿي آهي تـہ جهنگلات جي وڻن ڪپڻ جا

نيڪا بہ پيلائي ڪاتہ طرفان هن ساڳي مند ۾ ڏنا ويندا آهن. ٻين اکرن ۾ تہ هڪ طرف ٻوٽا پوکڻ جو پروگرام عمل ۾ آندو ويندو آهي ۽ ٻي طرف وري جيئرن وڻن جي واڍي شروع ڪئي ويندي آهي. نتيجو هي نڪتو آهي جو سنڌ جي ٻي بهاءِ املهہ ٻيلن جا ڪنڌائي ڪٽي ڇڏيا اٿن. بهانو هي ٿو ڪيو وڃي تہ جنگل ۾ ٻيلن هيٺ ڪري چورن ۽ ڌاڙيلن کي پناہ ٿي حاصل ٿئي. حالانڪ ڪين پليءَ پٽ جاڻ آهي چورن ۽ ڌاڪن کي پناہ ڏيندڙ کهڙا پاتاريدار آهن.

انگريزن واري زماني ۾ براج واهن جي ٻنهي ڪنارن تي "تاريءَ" جا وڻ پوکيا ويا هوا تہ جيئن ڪنارن وارا بند بہ مضبوط ٿيئن ۽ وڻڪار ۾ بہ اضافو ٿئي. هاڻ تہ انهن جيئرن جاڳندن وڻن جي بہ پاڙ پٽي ويئي آهي ۽ وري سندن وڪرو بہ ڀڳڙن مٺ ۾ ڪيو ٿو وڃي. کهڙو نہ چنگو ٿئي جو نوان ٻوٽا پلي ٻوکيا وڃن پوءِ ڏيکاءَ خاطر ئي سهي، پر جي وڻ اڳيئي بيٺل آهن تن جي واڍيءَ تي پابندي وڌي وڃي. نہ تہ جنهن رفتار تي وڻڪار خلاف ڪات کهاڙا کنيا وڃن ٿا تہ اهو وقت ڪو گهڻو پري نہ آهي جو سارو ملڪ ميدان ٿي چٽ پٽڙ يا گنجو ٽڪر ٿي پوندو ـــ اميد آهي تہ هن ڏس ۾ ڪا "نگاہ ڪرم" فرمائي ويندي.

## مڇي مارڻ تي بندش

ڪجهہ عرصي کان ڪراچيءَ جا ملاح سخت پريشاني جو شڪار آهن ڇاڪاڻ تہ سندن روزگار يعني گانگٽن جي مڇي مارڻ تي سرڪاري بندش وڌي ويئي آهي. پابنديءَ جو ڪارڻ هي ٿو ٻڌايو وڃي تہ هيءَ موسم گانگٽن جي ٻچن ڏيڻ جي آهي ۽ سندن نسل بچائڻ خاطر سرڪار نامدار بندش جو حڪم جاري ڪرڻ فرمايو آهي. سرڪار جنهن ڪاتي جي صلاح مشوره مطابق هي قدم کنيو آهي اهي فشريز ڪاتي جا عملدار آهن. هن ڪاتي جا عملدار سرڪاري پگهاردار آهن ان ڪري سندن رزق جو ڪنهن بہ مند موسم سان ڪو واسطو نہ آهي، نہ وري کين اهائي ڄاڻ آهي تہ گانگٽ ڪهڙي موسم ۾ ٻچا ڄڻيندا آهن ڇاڪاڻ تہ گانگٽ مڇين ۾ اڪيلي قوم آهي جنهن جي جسم ۾ موت جو

وهنوار آدمين جيان بارهوئي هلندو آهي ۽ سندس ڪنهن خاص مدد سان ڪو لڳ لاڳاپو آهيئي ڪونه. پر فقط ملاح قوم لاءِ آزار پيدا ڪرڻ ۽ ڪانئن چاندو پاڻي ڇڏائڻ لاءِ هر سال هن قسم جو سرڪاري اعلان ڪرايو ويندو آهي. فشريز کاتي وارن کي وڏي غلطفهمي هي آهي ته نديڙا ڳانگٽ ٻچڙا آهن. حقيقت هيءَ آهي ته اهو جامڙو ڳانگٽن جو هڪ خاص قسم آهي جنهن جو قدبت ۽ وت تمام مختصر ٿئي ٿي.

## قبر تائين ڪرسي؟

سنڌ جي سينئر وزير مير اعجاز جنهن کي تازو هفتو کن وڏي وزير ٿيڻ جو شونق ونرايو ويو، تنهن هڪ بيان ۾ اعلان ڪيو آهي ته ترت سنڌي بيروزگار نوجوانن لاءِ روزگار جا دروازا کوليا ويندا ۽ هزارن کي روز رسايو ويندو. مير صاحب جو وات گلاب. پر اها خبر نه آهي ته مير صاحب اهو وزيراڻو رت هنيو يا وري اعلان ڪري وڏي وزير ۽ پنهنجي پوري وزارت لاءِ آزار کڙو ٿي ڪيائين. ڇاڪاڻ ته سنڌ سرڪار جي موجوده پاليسيءَ مطابق ته سرڪاري نوڪريون ته قيامت تائين خالي نه ٿي سگهنديون. ڇو ته نه فقط اڳوڻن عملدارن کي رٽائر ڪرڻ بجاءِ ڪين وڏيڪ مدت واري مهلت ڏني ٿي وڃي. پر ڪن حالتن ۾ ته جي اڳيئي رٽائر ڪري ويا آهن تن کي ڳهران سڏائي نوڪريون حوالے ڪيون ٿيون وڃن. جڏهن نه ڪو پينشن تي ٿو اسهي ۽ نه ڪنهن کي رٽائر ڪرايو ٿو وڃي ته ان حالت ۾ جڳهه خالي ڪٿان ٿيندي؟ ڇا اسين مير صاحب کان هي پڇڻ جي جرئت ڪري ٿا سگهون ته قبلا اوهين اهي انگ اکر ڇو نه ٿا شايع ڪريو جي رٽائر ٿيل عملدار تازو اوهان وري نوڪرين ۾ رنيايا آهن.

هن ڏس ۾ بيروزگار ماڻهن کي دم دلاسا ۽ اميد افزا ڏنا ڏيڻ بجاءِ بهتر ٿيندو ته بيرزگاريءَ کي منهن ڏيڻ لاءِ سيمينار سڏائي وڃي جتي سنڌ جي نوجوانن جي اهڙن مسئلن جي حل لاءِ دانشورن، ماهرن ۽ اڪابرن کي موقعو ڏنو وڃي ته هو پورهيتن کي پورهيو ڏيڻ جا حيلا وسيلا ڳولين.

۴ آگسٽ ۱۹۸۵ع

## پارت کان هڪ خط

اڄوڪي صحبت ۾ ڪجھ پرديسي يارن جي ٽپال جو احوال اورجي ته پلو. ڪي اهڙا به ڇهرا ۽ ڇهڙتي وارا خط آهن جنجي لئه ۽ لست پڙهندڙن کي نه ونرائڻ سائن ظلم ڪرڻو آهي. هڪ خط ديوان لوڪرام ڏوڏيجا پونه کان لکيو آهي. لوڪرام نه فقط سنڌي آهي پر سنڌي زبان جو چاڙو ۽ بزرگ ليکڪ پڻ آهي. سندس سنڌ تي لکيل ڪتاب "منهنجو وطن منهنجا ماڻهو" پارت ۾ هڪ شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو. هن ڪتاب بابت پروفيسر رام پنجواڻي لکي ٿو ته "جاگرافيءَ جي جاگرافي آهي ۽ اتهاس جو اتهاس. تهذيب تمدن جي جهلڪ آهي.ٿورن اکرن ۾ هي ڪتاب سنڌ ۽ سنڌيت بابت اينسائڪلوپيڊيا يا ڄاڻ پيندار آهي." سندس تازي تصنيف "سڪارتو سفر" هڪ سفرنامون آهي جنهن ۾ جپان، هانگ ڪانگ، سينگاپور، ٿائلئنڊ ۽ منيلا جي مسافريءَ جو احوال ڏنل آهي ۽ خاص طور انهن ماڳن تي آباد سنڌين جو به ذڪر ڪيل آهي جو بقول ليکڪ جي "پرديس ۾ سنڌيت جو جهنڊو جهولائي ۽ جتي ڪٿي ننڍڙيون "سنڌڙيون" اڏي وينا سنڌي سپتا جي ساڃھ ڦهلائن. لوڪرام جي عمر ٨١ يا ٨٢ سال لڳ ڀڳ آهي پر دل نه فقط جوان اٿس پر اڃا به ٻارائي اٿس.

سندس تازي خط جا ڪجھ ٽڪرا پيش ڪجن ٿا:-

"اوهان جي ڪتاب ۾ پڙهيم ته اوهان سرنا ڳتيءَ سان واسطو رکندڙ آهيو. ان بلڊنگ جي اوپر طرف پيلي ۽ ميٺائي جڳھ کان نيوٽائمس اخبار نڪرندي هئي، جنهنجو ايڊيٽر ٽيڪمداس جيسواڻي (منهنجو مائٽ) هيو ۽ سندس ساڌو واسواڻيءَ سان به لاڳاپو هيو. انگريزن جڏهن سائس جنيون ڪيون ته هو تنگ اچي جرمنيءَ پڄي ويو ۽ اتي انگريزيءَ ۾ انگريزن خلاف ريڊئي تي براڊڪاسٽ ڪندو هيو ۽ انهن ڏينهن ۾ ماڻهو برلن ريڊيو ڏاڍي چاھ سان ٻڌندا هوا. ان

ميٿوڙي بلڊنگ سان لڳو لڳ ٻي پيلي رنگ جي جڳهه هئي جا هن بندي جي هئي. هن جاءِ جي اوپر ۾ رام باغ هيو جنهن جو نظارو بالڪنيءَ کان صاف نظر ايندو هيو. آءٌ اڪثر بالڪنيءَ ۾ ويهي اڳواڻن جي تقريرن، ۽ ستياگرهين مٿان ٿيندي پوليس جي لاٺي چارج وغيره جو تماشو ڏسندو رهندو هيس. ڪجهه ورهيه اڳ منهنجو پوٽو ڪراچي گهمڻ ويو هيو تنهن ٻڌايو ته اجا تائين ”لوڪرام بلڊنگ نمبر-٣“ سلامت هئي. هينئر جي خبر نه آهي. هاڻ اچان ٿو خط جي اصلي مراد تي.

## ڄام ڄاموٽ ۽ ڄامڙا

اڄ ”اوهان جو ڄام ڄاموٽ ۽ ڄامڙا“ پڙهي ڳڙڪايم ته ”خان محمد خان“ جي گارين واري هنر ايترا ته ٿهڪ ڏياريا جو سالن ۾ اڳ اهڙو ڪڏهن نه کليو هوندس. تازو توانو ۽ خوشحال ٿي پيس. روزانو تپاس ڪندڙ ڊاڪٽر منهنجي بدن جي بهبوديءَ ۾ اوچتو ڦيرو ڏسي عجب ۾ پئجي ويو. چيائين ته ”دادا اڄ ته بلڪل نيڪ ٺا لڳو، جو انجيڪشن جي به ضرورت نه آهي“. اجا انجيڪشن جي عذاب کان ڇٽس مس ته پوءِ اچي ڪتاب ۾ هٿ ڳنڍيم. پوءِ سمجهه آيم ته هيءَ مٺائي نه آهي پر دوائن جو ڳٽڪو آهي. شال مالڪ وڏي حياتي ڏيو جو ڪتابن ذريعي علاج ڪندا رهو. مريض جو من ته هوندئن به تن سان ڳنڍيل ٿو رهي.

سٺ سال اڳ، شادي ڪان پوءِ جي بهاريءَ ۾، ”چورن جي ڪانفرنس“ ۽ ”ڳنڍيڪپن جو فن“ به مضمون لکيا هيم. چيٺ مل پرسرام لکيو ته پيا به اهڙا مضمون موڪليو جو انهن لاءِ پارت واسي گراهڪن جا ڪيئي خط لکيل آهن. پر اها دل بهار ڇوڪري گذاري ويئي ته مايوسيءَ ۾ ڪجهه وقت وڃي هماليه پهاڙ جي غفائن ۾ پناه ورتي هيم. وري وڃي پنهنجي ٻڪ شڪ ۾ ڦاٿم. خير.

## سنڌيءَ ۾ ملاوٽ

”الوحيد“ لاءِ مون کان ميان عبدالمجيد (چيتانند ليلارام) ۽ سائين جيئيم سيد بعضي بعضي اخباري پنو ۽ مس وٺڻ ايندا هوا. آءٌ

ڪڏهن تہ گفتگوءَ ۾ ڪين چئي ڏيندو هيس تہ رڳو سنڌي ٻوليءَ کي
عربي ۽ اردوءَ جو برقعو نہ پارايو. چوندا هوا تہ اسين سنڌي ٻوليءَ
کي سڌاري ۽ وڌائي رهيا آهيون، پر اوهان بدتميز ليکڪ ان ۾ هندي
۽ سنسڪرت جا اکر ٺنبي ٻوليءَ کي غليظ ڪري رهيا آهيو.

اُنَ ڪين جواب ڏيندو هيس تہ سنڌيءَ ۾ دنيا جي سڀني ٻولين
کان وڌيڪ لفظ آهن، ۽ ان ۾ ٻين ٻولين جي اکرن ملائڻ جي گنجائش ئي
ڪانہ آهي. جيڪي ليکڪ هندي ۽ سنسڪرت جي لفظن جي ملاوت
ڪن ٿا سي بہ بيواجبي ٿا هلن. انهن خلاف بہ مون ور ور ڪري لکيو
آهي، تہ توهان اکوائن کي ائين ڪرڻ نہ جڳائي. هينئر بہ سيد صاحب
جا جيڪي ڪتاب هتي نڪتا آهن ”سنڌ جي ساڃاه وغيره“ سي ماڻهن
کي انهيءَ ملاوت ڪري سمجهہ ۾ نٿا اچن. خير. مون جهڙو ماڻهو
اهڙن اکوائن لاءِ ڪجهہ بہ چوي تہ اها گستاخي ٿيندي.“

## چور ۽ چيلو

ٻيو هڪ ڀيرو توهان چور کي گڏه ڏيڻ جي ڳالهہ لکي آهي تہ
اڳوڻوءِ هتان جي هڪ سنت جي ڳالهہ ٻڌايانو. شيواجي هڪ ڀيري
هڪ ساڌو سنت تڪارام وٽ ڪيئي سوڪڙيون ۽ ڪڙيون ڪٺي ويو تہ
سنت وٽڻ کان انڪار ڪندي چيو تہ ”مونکي انهن سوغاتن جي ڪا
گهرج نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ مونوٽ اڳيئي ٺڪر جا ٿانو آهن ۽ هي سونا
۽ روپا باسڻ آءٌ ڇا ڪندس. اجايو مونکي جنجال ۾ نہ وجهہ.“ پر شيواجيءَ
آزي نيزاري ڪري درويش وٽ باسڻ ٻرتڻ ۽ ڪپڙن جا تاڪيا وغيره
ڇڏي هليو ويو. هڪ چور خبر پوڻ تي جهوپڙيءَ ۾ چوري ڪرڻ لاءِ
اچي سهڙيو. باسڻن جي کڙڪي تي تڪا رام اٿي ويٺو ۽ آخر چور
پرسان اچي بيٺو. چور سمجهيو تہ هي ڪو ٻيو چور ساڳي ارادي خاطر
آيل آهي، انڪري ڪيس چيائين تہ، فڪر نہ ڪر! مال گهڻو آهي.
مون وانگر وڏي هڙ ٻڌ. تڪا رام بہ ٻجڪو ٻڌو ۽ ٻوءِ ٻئي همراه
هڙون کڻي اچي هڪ جهنگل ۾ پهتا. چور تڪا رام کي چيو تہ اچ
تہ مال ورهايون ۽ ٻوءِ پنهنجي پنهنجي واٽ وٺون. تڪا رام چيو تہ
مونکي مال جي ڪا ضرورت نہ آهي. تون اڪيلو سامان نہ ٻيو کڻي

سگھين انڪري توسان مدد ڪرڻ لاءِ مال ڪٽائي آيم. هاڻي پاڻ چاڻ.
چور چيس ته پلا تون آهين ڪير؟ تڪا رام چيو ته آءٌ ان جهوپڙيءَ
۾ رهندڙ آهيان لوڪ مونکي تڪا رام سڏيندا آهن ۽ راجا شيواجي
منهنجو اچي ڪيرتن ٻڌندو آهي. هي سامان به مونکي ان راجا ڏنو هيو،
جنهن خفي ڪان تو مهرباني ڪري مونکي آجو ڪيو. هاڻ جتي تون
چوين ته توکي مال کڻي پهچائي ڏيان....پوءِ اهو چور سنت تڪا رام
جو وڃي وڏو چيلو ٿيو."

## گپت دان

ٻي ڳالهه به اڳو پوءِ لکي وٺان. هندو ڪو به گيان وگيان جو
گرنٿ لکندا آهن ته هن تي پنهنجو نالو لکڻ کان عار ڪندا آهن.
پوني ۾ هٿ لکيل گرنٿن جون وڏيون لئبرريون آهن. ڀنڊارڪر انسٽيٽيوٽ
جو شاهي مڪان هيٺ توڙي مٿي اهڙن ڪتابن سان ستيل آهي. ٿورا
ڏينهن اڳ "ڀاسڪر راءِ" جي ليلا وتي " خالق جو لکيل" ڪتاب
به هزار سال اڳ لکيل ۽ سنسڪرت ٻوليءَ ۾ جوتش جو اصل پيمانو
آهي، جنهن ۾ سج ۽ چنڊ گرهڻ ۽ ستارن توڙي گرهن جي گردش بابت
حساب ڪتاب ڇاڻايل آهي. اڄ به ڪتاب ۾ ڇاڻايل لکيو صحيح
ثابت ٿئي ٿو. هن ڪتاب تي به ليکڪ جو نالو آهيئي ڪونه. ليکڪ
جي خبر سندس چيلن جي لکيل سمجهائين مان پيئي جي ڪتاب بابت
ڇاڻايل هيون.

ساڳيو حال طب جو آهي. ٺٽي ۾ وئديه "واگهه ڀٽ" جو
آشرم هيو. يوناني طب آذار تي جي ڪتاب سنڌ ۾ لکيا ويا تن جي
ليکڪن جو به ڪو نالو نشان ڪونه ٿو ملي. ڪتابن ۾ ڇاڻايل آهي
ته ٺٽي واري آشرم جا پنڊت دنيا ڀر ۾ ڦهليل هوا. ڪن جو ته هي به
چوڻ آهي ته بغداد ۾ خليفي وٽ يا تاتارين جي دربار ۾ سنڌي پنڊت
هوا ۽ جن جي صلاح بغير تاتاري هڪ قدم به اڳتي نه چرندا هوا.
چنگيز خان وٽ پڻ "گوپال" نالي هڪ سنڌي پنڊت رهندڙ هيو ۽
جنهن جي مهورت ڪڍڻ بنان چنگيز ڪٿي به ڪاهه نه ڪندو هيو.

اهو سوڻ ان لاءِ ڪيو ٿي ويو جو عقيدو هي هيو ته گناه يا ثواب پڙهو ڪرڻ سان سندن قل ڳهتجي ٿو وڃي. خاص طور نيڪي، خير يا خيرات جو ڪم پڙهو ڪرڻ سان سندس پنهنجي جو قدل بلڪل زيان ٿي ويندو يا گهٽجي ويندو. اهوئي سبب هيو جو هندو اڪثر طور پنهنجو دان لڪل نموني ڪندا هوا جنهن کي ”گپت دان“ چوندا هوا.

خئر. اوهان ڊگهو خط پڙهي ٿڪجي پيا هوندا. سو هي خط ختم شد. توهان عقل ۾ وڏا ۽ آءٌ عمر ۾ وڏو. اڄ ته بئي هڪ ٻئي کي دعا ڪريون.

۱۱ آگسٽ ۱۹۸۵ع

...............

مونا طور سينا، سندا سناسين،
پورب ڪنيو نه پاڻ سين، بود بيراڳين،
رڊا آهي راز جي، اوچڻ آديسين،
قرب ڪاپڙين، نهن چوٽيءَ سئن ڏڪيو.

مونا جن محراب، جسو جامع تن جو،
قبلي نماءُ قلب ڪري، تن کي ڪيائون طواف،
تحقيق جي تڪبير چئي، جسمان ڪيوئون جواب،
تن ڪهڙو ڏوه حساب، جن عنئڙي هادي حل ٿيو.

منهن محراب پرينءَ جو، جامع سڀ جهان،
فرهيءَ تان فرقان جي، ڪاتيائون قرآن،
آڏامي آت ويو، عقل ۽ عرفان،
سپوئي سبحان، ڪاڏي وڃي نيستيان.

منجهه محبت مچ، ٻهر ڏوڏا ڏوڙ مين،
ڇڏيائون ڇر لهي، ڪوڙ، ڪلڪڻ، ڪچ،
اوڳڻ اوڏا نه ٿيا، ڳڻ ڪيائون ڳچ،
جئن سڙن، تئن سچ، جئن سڙن تئن سنرا. شاهه

## بيروزگاري

منهنجي خيال ۾ هن ڪان وڌيڪ ڪو اياڻو انسان دنيا ۾ ٻيو نه ملندو جو سچين لنگين جوان مڙس آهي، پڙهيل لکيل ۽ ڊگري يافته به آهي ۽ جو خيرات لاءِ به هٿ نه ٿو ٽنگي - پر فقط نوڪري ٿو گهري، جنهن وسيلي هو پنهنجو بکيو پيٽ پالي سگهي ۽ پنهنجي گهرو ۽ واسطيدارن ماڻهن جي بک لاءِ دانهن کي به پنجو ڏيئي سگهي. هي نوجوان نوڪريءَ لاءِ دانهون ڪوڪون ڪندو رهي ٿو ۽ ڪيس "ها يا نهه" جو جواب ئي نه ٿو ملي. نوڪريءَ جي تلاش ۾ اهڙو سرگردان ٿيڻ ڪو وڃايل خزانو ٿو ڳولي. آخر ان جاکوڙ ۽ جدوجهد ۾ ناڪام ۽ نراس ٿي ماڻهو همت هاري نا اميد ٿي مايوسيءَ ۾ مبتلا ٿيئي ٿو. هو ٻئي هٿ مٿي کڻي آسمان ڏانهن نهاري چوي ٿو ته اي مالڪ منهنجا! منهنجي لاءِ شايد روزي رزق مقرر ٿيل نه آهي. ڌرتي تي داڻو پاڻي ئي ڪونه آهي. هن ملڪ ۾ لکين ڪارخانا آهن. لکين ڪاروبار جون ڪوٺيون آهن. ڇا آءٌ ان لائق به ڇاتو نه ٿو وڃان ته پنهنجي حلال جو ڳيو ٽڪر ڪمائي کائي سگهان؟ هي اهڙو مسئلو آهي جو غلامن جي تجارت ڪندڙ واپاري به حل ڪري سگهن ٿا پر اسانجي جديد دور جي سڌريل حڪومت ان مسئلي تي سوچڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي.

ڪمال اهو آهي جو سوال به فقط روزگار جو آهي. نوڪريءَ ڪرڻ جو. ۽ نه پي آءِ اي يا ڪسٽمس کاته ۾ عملدار ٿيڻ جو. جتي به ملي. جهڙي به ملي. پٽيوالي کان پهريداريءَ تائين. پر ڏهاڙي ڪمائڻ لاءِ ملي. ڪم ڪرڻ تي هر ماڻهو جو حق آهي. جيڪڏهن مزدور کي مزدوري نه ملي ته هو ڪيتان پيٽ پاليندو؟ وقت، ماڻهوءَ جو سرمايو آهي جنهن کي مزدوريءَ ۾ سيڙائي هو پنهنجو ۽ پنهنجي سهاري ٽڳيندڙن جو گذر سفر ڪري ٿو. سندس اهو قيمتي سرمايو، ڏينهن هفتا

مهينا ۽ سال بيڪاريءَ ۾ گذرندا رهن ٿا. هو در در ٺوڪرون جا ڌڪا کائيندو ۽ آئي وئي جي ٺوڪ ٺڙي سهندو رهي ٿو.

جڏهن ڪو مالدار ماڻهو پنهنجي موڙي ڪاروبار ۾ سيڙائي نه ٿو سگهي ته پوءِ ان رقم کي بئنڪ ۾ ڊپازٽ رکي وياج ٿو ڪمائي. پر هڪ بيروزگار جي وقت جي سيڙپ لاءِ ڪا بئنڪ ڪانهي آهي، جتي هو پنهنجي ڪمائي ڪرڻ جي قوت کي ڌراوت رکي ائڊوانس حاصل ڪري. ماڻهوءَ ۾ ڪمائي ڪرڻ جي صلاحيت ۽ لياقت ئي ته سندس سرمايو آهي. جڏهن اها مايا هلي وڃي ٿي ته پوءِ سندس موت محال آهي.

اڳ بيروزگار ماڻهو ورلي ڏسبو هيو. ائين ڪو ڏاڍو ڪٿو اهڙو هوندو هيو جو مهيني ماسي لاءِ واندو ويهندو هيو ورنه ٿيو پلو. عام چوڻي هوندي هئي ته ”مانيءَ لاءِ مزدور گهڻا ۽ مزدورن لاءِ ماني جام.“ اڄ بيروزگاري چوٽ تي آهي. نوجوانن جا ٽولن جا ٽولا ڊگريون کنيو رلندا ٿا رهن. اهي به ڪو معمولي مئٽرڪ يا انٽر پاس نه پر فل گريجوئيٽ، ڊاڪٽر انجنيئر ۽ ”پي ايچ ڊي“ بس! نوجوانن جو ڪهڙو ڏوهه؟ هنن تي ڪم رکيو ويو ”پڙهڻ“ ۽ پڙهي امتحان پاس ڪرڻ. مائٽن جي فرض ادائي هئي ٻار پڙهائڻ. هنن گهر ۽ ڳهڻا گروي رکي ۽ پيٽ کي پٽيون ٻڌي، ٻار پڙهايا. سندن قصور ڪهڙو؟ هاڻ ٻڌايو وڃي ته بيروزگار ڪهڙي وه وڃن؟ ڇا ڪن؟ ضرور اهڙي ڪا راهه ته کليل هوندي جتي وڃي ماڻهو روزي ڪمائين. پر ڪٿي؟

چوري ڪن؟ نشو ڪري وقت ٽپائين؟ پر نشي لاءِ به دولت کپي. وٽن ٻي ڪهڙي واهه آهي سواءِ انهي، ته ٻڪ ڪاتين يا وڃي چوري ڪن؟ آخر ڪنهن دڳ جو ڏس ته ڏنو وڃي؟ ڪو ڏانءُ ته ڏسيو وڃي؟ پرائمري ماستريءَ لاءِ ٿي پنج هزار ٿا گهرجن ته باقي ٻين نوڪرين لاءِ گهڻي ڏوڪڙا ڏيڻي پوندي؟ پاڻ حساب ته ڪريو. مونکي هڪ ”پي آءِ اي“ جي ”اسٽيورڊ“ ٻڌايو ته هن سٺ هزار رشوت ڏيئي سروس ورتي هئي. پر اهو پنج سال اڳ جو پراڻو قصو آهي. اڄڪلهه

وارو ريٽ لکن ۾ آهي. سفارش الڳ ٿا گهرن. سرڪار سگهوريءَ کي ساري قصي جي سڀ ڄاڻ آهي. هڪ هڪ وزير جي در تي وفد ويندا ٿا رهن. پر وزير ويچارا ٻن ٻاهين ۾ ٿا ڏسجن. هڪ ته وٽن ڪو شايد پاور آهيئي ڪانه. ٻي مشڪل هي آهي جو وٽن نه ڪي اهڙا وسيلا آهن ۽ نه وري ڪين ڪو ڏاه ٿو ڏئي يا ڏانو ٿو ڏسي. وري وڏي مشڪل هي آهي جو سچ ڳالهائڻ جي جرئت به نه ٿا ڪن ته ”ادا اسان وٽ پاڻ اونده آهي ڇا ڪيون؟“ باقي زور آهي ڏٺن ڏيڻ تي ته، اجهو ڄاڻ جو نو مڻ تيل آيو پوءِ راڌان نچندي.“ تازو دلبو هي ڏنو ويو آهي ته ”سنڌ جي بيروزگارن لاءِ نئون قانون ٿو ٺهي“ جنهن جي ٺهڻ ڪانپوءِ ڪير جون نديون وهڻ شروع ٿينديون. ٻچيءَ کي قبر تائين آسرو!

آءٌ ڪو الله جي رحمت کان نااميد نه آهيان. جنهن ساه ڏنو آهي رزق به ڏيندو. ممڪن آهي ته اسانجي هاڻوڪي بيماري اسانجي آزمائش هجي يا وري اسانجي نمائندن جي؟ الله مالڪ آهي ڀلي ڪندو. پر مصيبت هي آهي جو الله به تيستائين مدد نه ٿو ڪري جيسين اسين پاڻ پنهنجي مدد نه ٿا ڪريون. ان لاءِ ضروري آهي ته ڇڙوڇڙ دانهون ڪوڪون ڪرڻ بجاءِ اسين پاڻ ۾ گڏ ٿيون. پاڻ ۾ اتحاد آڻي ڪا تنظيم ٺاهيون. هر ضلعي ۾ بيروزگارن جا ڪئمپ ۽ ڪاميٽيون ترتيب ڏيئي آواز ڪڙو ڪيون. صوبائي سطح تي ۽ فيڊرل ليول تي وفد امائيون. انگ اکر گڏ ڪري نهراءِ پاس ڪيون ۽ جلسا جلوس ڪيون. پوءِ ڪو من ٻوڙن ڪنن تي اسان جي رڙين جو پڙلاءُ پوي ۽ ڪين ترس پوي. ان ڏس ۾ اسان وٽ گهڻا الله جا نيڪ ٻانها موجود آهن جي هن نيڪ مقصد ۾ اسان جي ساڙ ڪندا ۽ مدد جو هٿ ڏگهيريندا. ايٿوپيا ۽ بنگالي جي قحط زدن لاءِ هتان امداد وڃي ٿي باقي اسان وارن ستايلن لاءِ سهائتا جا در ٿوروئي بند رهندا.

## جنگ ۽ امن

آمريڪا جو پهريون صدر جارج واشنگٽن هيو. هن چنگي مڙس

لاءِ مشهور آهي ته حد درجي جو سچار هيو ۽ سچائيءَ جو سراپا پتلو هيو. اهڙو جو ڪوڙ ڳالهائي ئي نه سگهندو هيو. آمريڪا جي هائوڪي صدر جو حال هي آهي جو جنهن ڏينهن ڪوڙ نه ڏو ڳالهائي ته ان ڏينهن بيمار ٿي پوي ٿو. گذريل مهيني، ٻه ڏينهن لاڳيتا ڪوڙ ڪان ٽارو ڪيائين ته کيس اسپتال ۾ داخل ٿي آپريشن ڪرائڻ پيئي.
اڳين هفتي آمريڪا ۾ هيروشما تي ائٽم بم اڇلائڻ واري هولناڪ تباهيءَ جي ورسي ملهائي ويئي. سموري دنيا جي مائهن ائٽمي هٿيارن تي پابندي ۽ عالمگير امن لاءِ دعائون گهريون. پر آمريڪا جو صدر اڪيلو ماڻهو هيو جنهن ائٽم بم واري تباهيءَ جي پٺڀرائي ڪئي ۽ پنهنجي بيان ۾ چاڙايو ته جنگ جي پڄاڻي لاءِ هيروشيما تي بم اڇلائڻ لازمي هيو. پڏڻ ويو وسري لڏڻ آيو ياد - جنگ جو واسطو آهي لڙائيءَ جي ميدان سان ۽ لڙائيءَ جي هٿيارن پنوهارن سان ۽ نه شهرن جي معصوم مائهن جي تباهي ۽ بربادي‌ءَ سان!

## انتقام جي آڳ

دراصل هيروشيما ۽ ناگاساڪيءَ تي ائٽم بم اڇلائڻ جو سبب ڪجهه ٻيو هيو. اهو هي هيو ته جپان طرفان ”پرل هاربر“ تي هوائي حملو ڪري آمريڪا جي حد ڪان گهٽي ساموندي جنگي قوت ڪي تباه ڪري ڇڏيو هيو جو آمريڪا لاءِ ڪاپاري ڌڪ هيو. آمريڪا اهو صدمو ۽ سور سانڍي نه سگهي ۽ ڪاوڙ ۽ غصي ۾ اچي ٻارن جون ٻاهون ٻارن ڪان ڪيڻ جي ڪيائين ۽ ائٽم بم اڇلي لکين انسانن جون جانيون تباه ۽ برباد ڪري ڇڏيائين. وڏهن حڪومتون ۽ اشڪرۡ اناڙجن شهري ماڻهو - جن ويچارن کي اها بم خبر خير ڪي نه ٿي ته آخر ويڙه هئي ڇا لاءِ؟

دراصل ڳالهه آهيئي ڪاوڙ ۽ غصي جي، بدلي وٺڻ جي آڳ، جا انسان کي تباهيءَ ڏانهن وٺي ٿي وڃي. نه فقط عراق ايران جي جنگ پر هرهڪ لڙائي به ان نفرت جو نتيجو آهي جا ٻن شخصيتن جي ٽڪراءُ يا ضد سبب شروع ٿئي ٿي.

پھرين مهاڀاري لڙائيءَ جي پڄاڻيءَ ڪانپوءِ ليگ آف نيشنس ۾ هڪ تحقيقي ڪاميٽي مقرر ڪئي ويئي، جنهن تي هيءَ ڪم رکيو ويو ته اهي ڪارڻ کولي ٻڌائي جن سبب جنگ جي شروعات ٿي هئي. ڪاميٽيءَ ٻن سالن جي جاچ پڙتال ڪانپوءِ رپورٽ ڏني جنهن ۾ ڄاڻايو ويو ته ٻن ملڪن جي پرڏيهي وزيرن جي گهر وارين جي هڪ ٻئي ڪي شڪل نه وڻندي هئي ۽ جنهن جي نتيجي ۾ ٻيئي ملڪ هڪ ٻئي خلاف گهات گهڙيندا رهيا ۽ چڻنگ دکندي وڃي عظيم جنگ جي شڪل اختيار ڪئي.

اسانجا پنهنجا جهيڙا جهٽا به ذاتي رنجش ۽ ضد سبب ئي وڌي وڻ ٿين. پنهنجي دشمن ۽ اختلاف راءِ رکندڙن تي جڏهن ڪا آپدا ٿي اچي يا وري اسان جي سازش ڪري مٿن مصيبت ٿي نازل ٿئي ته اسان کي روحاني خوشي حاصل ٿي ٿئي. ان مهل اسان ڪان وسري ٿو وڃي ته اهي ڏک سور زندگيءَ جو ڏاج ڏيوڻ آهن ۽ اڄ نه سڀان اسان مٿان به اچي ٿا سگهن. فقير "محمد" جو هڪ بيت آهي ته دشمن جي مرڻ تي جشن نه ملهائجي، ڇاڪاڻ ته سڄڻن کي پاڻ به ته مرڻو آهي. سڪندر بادشاهه لاءِ به هڪ شاعر چيو آهي ته جي ڪيس اها خبر هجي ها ته ڪيس پاڻ به هڪ ڏينهن مرڻو آهي ته شايد دارا کي اصل نه مارائي ها.

۲۵ آگسٽ ۱۹۸۵ع

.............

پنن جو پٽ ڪٽي ، سو جو سڃاڻن ،
ته بر ۾ بيک لهن ، پھر نه پنن ڪاپڙي .

آسک جن آوير ، سي سانجهيءَ رهن سمهي ،
لاهوتي ، لطيف چئي ، آڏيءَ ڏين آلير ،
سڄو لوڪ پسي پيا ، سامي مٿي سير ،
ڪيڏانهن ڪندا پير ؟ مڙوئي مٿو ٿيو .

شاهه

واٽ ويندي

# سري لنڪا کي سلام

سري لنڪا پاڪستان جو پاڙيسري ملڪ آهي. سيلون ۽ سرانديپ سندس اڳوڻا نالا آهن. پکيڙ توڙي آدم شماري لحاظ کان ننڍڙو ملڪ آهي، پر سڄي جڳ ۾ ساک پت ۽ ناموس ڏاڍي آهي، خاص طور سخاوت ۾. هن ملڪ جا رهواسي ٻڌ ڌرم جا پوڄاري آهن. ٻڌمت ۾ انسان ذات جي ڀلائي ۽ ٻين خاطر قرباني ڪرڻ هڪ ڌرمي فرض ادائي آهي. شايد ان ڪارڻ هن ملڪ جا ماڻهو پنهنجون اکيون دان ڪندا آهن جي نابينن ۾ آپريشن ڪرڻ سان هو پنهنجي بينائي حاصل ڪري ٿا سگهن. دان ڪيل اکين جي محفوظ رکڻ لاءِ سري لنڪا ۾ هڪ شاهي بئنڪ قائم ٿيل آهي. هن بئنڪ طرفان دنيا ڀر جي ملڪن کي اکين جي خيرات ملندڙ آهي ۽ پاڪستان به انهن ملڪن ۾ هڪ آهي.

موجوده دور جي ڊاڪٽري سائنس جو ڪمال هي آهي جو انسان جي خراب ٿي ويل يا ضايع ٿيل عضون جي جاءِ تي صحتمند عضوا آپريشن ڪري لڳائي ٿا سگهجن، جيئن اکيون، ٻڪيون، چمڙي ۽ دل وغيره. اهڙي سهوليت سبب دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ هي عام رواج آهي ته هتي ماڻهو پنهنجي جيئري ئي وصيعت ڪندا آهن ته سندن اکيون يا ٻيا ڪارآمد عضوا وڍ ڪٽ ڪري محفوظ رکيا وڃن ۽ ٻين ماڻهن جي زندگي بچائڻ يا کين بينائي ڏيڻ لاءِ استعمال ڪيا وڃن.

تازو سري لنڪا ۾ هڪ ٻي اهڙي بئنڪ جو بنياد وڌو ويو آهي جنهن کي Tissue Bank يا "عنصر بئنڪ" چيو وڃي ٿو. هن بئنڪ ۾ آدميءَ جا اهڙا جسماني جزا موجود رکيا ويندا جي ٻين ماڻهن جي حياتي بچائڻ لاءِ ڪتب ايندڙ آهن. هي بئنڪ پڻ "بلڊ بئنڪ" جي اصول تي قائم ٿيل آهي. انساني جسم جا اهي ضروري جزا به اهڙن ماڻهن جي بدن کان آپريشن ڪري محفوظ رکيا ٿا وڃن جي ماڻهو پنهنجو جسم ٻين جي ڪتب آڻڻ لاءِ اڳيئي وقف ڪري ٿا ڇڏين.

حيرت ھن ڳالھ جي آھي جو ٻڌ ڌرم ۾ نہ آھي بهشت ۽ نہ دوزخ جو تصور، جو ڏھ دنيا ستر آخرت جي اجوري خاطر يا خوف يا هراس ۾ اچي ماڻهو پنهنجي جسماني قرباني يا ٻليدان ڏين. وٽن فقط فنا جو ماڳ آهي جنهن کي ”نرواڻا“ چون، جتي آدميءَ جو روح جوڻين جي چڪر کان جان ڇڏائي وڃيو ”فنا في الله“ ٿئي. يعني ڪجهہ بہ نہ. ان ڪارڻ هر ٻوڌيءَ جي آخرين منزل مراد بہ آهي ”ڪجهہ بہ نہ ٿيڻ.“

## ڀلو ڪر تہ ڀلو ٿيئي

سنڌ ميڊيڪل ڪاليج جو شاگرد ”جاويد ضيا“ جو ڪجهہ عرصو اڳ رت جي سرطان مرض ۾ مبتلا هئڻ ڪري علاج لاءِ لنڊن اُسهيل هيو، هاڻ مڪمل طور شفايابي حاصل ڪري موٽي ملڪ ۾ آيل آهي. اسين جاويد ضيا کي ۽ سندس عزيزن ۽ دوستن کي، نوجوان جي صحتيابيءَ لاءِ مبارڪون پيش ٿا ڪريون. ڌڻيءَ در دعا آهي تہ جاويد ضيا ڦري ۽ ڦلي ۽ پنهنجي جواني سان جيئي. آمين.

ياد رهي تہ ڪجهہ عرصو اڳ جاويد ضيا جي بيماري بنسبت اخبارن ۾ خبرون شايع ٿيون هيون جن ۾ ڪاليجي شاگردن پاران ڪيس سرڪاري خرچ تي يورپي ملڪن ڏانهن موڪلڻ لاءِ اپيل پڻ ڪيل هئي. خوش قسمتيءَ سان هيءَ خبر گورنر سنڌ جي اکين چڙهي ويئي جنهن پاڻهرتو صحت کاتي جي ميڪريٽري ڊاڪٽر صالح ميمڻ کي هدايتون ڏنيون، تہ نوجوان مريض جي علاج لاءِ لنڊن جي اسپتال ۾ جوڳو بندوبست ڪري، ڪيس هڪدم اوڏانهن روانو ڪيو وڃي. نہ فقط ايترو پر گورنر ايتري بہ تاڪيد ڪئي تہ سموري تياري ٻن ڏينهن اندر ڪئي وڃي ۽ خرچ پکي جي پورائي لاءِ پنج لک رپيا منظور ڪيائين.

ڪجهہ عرصي کان پوءِ لنڊن واري اسپتال طرفان وڌيڪ ڇهہ لک رپيا رقم لاءِ تقاضا ڪئي ويئي ڇاڪاڻ تہ مرض جي اينگهہ ڪري دوائن جي خرچ ۾ اضافو ٿيو هيو ۽ صحتيابي سست رفتار تي ٿي رهي هئي.

گورنر صاحب ٻيا ڇهه لک رپيا منظور ڪري موڪلي ڏنا. الله جي مهربانيءَ سان لايا سجايا ٿيا ۽ جاويد هن موذي مرض کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري نوبنو ٿي اڄ پنهنجي ماءُ پيءُ سان رهي ٿو. سنڌ جي گورنر، هڪ غريب مسڪين ۽ نادار شاگرد جي وقت سر ۽ ٿڌي ٿي امداد لاءِ هٿ ڊگهيري ڏيو، جي ماڻهن جون دعائون ڪٽيون آهن. خاص طور ان مسڪين ۽ مفلس ماستر جون دعائون، جنهن جو جاويد، اڪيلو اڪين جو تارو آهي. دعاگو آهيون ته الله پاڪ هر حاڪم کي اهڙي دياوان ۽ درياه دل عطا ڪري. آمين- بقول ڪبيرڀڳت جي ”نربلون ڪو ٻل ديي ۽ ٻلوانون ڪو ديي گيان.“

## محتاجن جي پرگهور ۽ پرداخت

سنڌ پراونشل ڪو آرڊينيشن ڪائونسل جي زير سهاري ١٦ نومبر تي حيدرآباد ۾، موتاجن جي مسئلن تي ويچار ڪرڻ لاءِ هڪ سيمينار ٿي گذري جنهن ۾ سنڌ اندر انڌن، گونگن ۽ لولن لنگڙن لاءِ جي سهولتون ۽ علاج جا وسيلا موجود هوا تن جو جائزو ورتو ويو. سيمينار ۾ جي انگ اکر ڄاڻايا ويا ۽ جن سقيم حالتن جو ذڪر ڪيو ويو اهي ٻڌڻ سان شرم ۾ ڪنڌ جهڪائڻو ٿي پيو. هي برابر آهي ته موتاجن جا وڏا مسئلا مشڪل هوا ۽ جي ڪنهن به هڪ اداره جي وس کان ٻاهر هوا. اسان وٽ نه موتاجن لاءِ مناسب اسپتالون هيون، نه تجربيڪار ڊاڪٽر ۽ نه والنٽيئر يا ورڪر. نه وري اسان وٽ اهڙا آشرم يا گهر هوا جتي موتاجن کي مستقل طور رهايو وڃي ۽ سندن دوائن سان گڏ کاڌ خوراڪ جو به انتظام ڪيو وڃي. جيسين موتاجن کي روزگار ميسر ڪرڻ جو سوال هيو ته هتي تندرست ماڻهو بيروزگاريءَ ۾ مبتلا هوا ته موتاجن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي.

فقط هڪ ضلع جا انگ اکر بيان ڪندي ڊاڪٽر ڊرنگو ڄاڻايو ته ٿرپارڪر ۾ ڪل آدمشماري اٽڪل ١٥ لک هئي. ميرپورخاص شهر جي هڪ لک ٽيويهه هزار ماڻهن ۾ سروي مطابق ارڙهن هزار ماڻهو موتاج هئا. ان تعداد ۾ رڳو ڇهه هزار ماڻهن کي علاج جون سهولتون ملنديون هيون ۽ اٽڪل اٺ سئو ماڻهن کي دوائن سان ڪجهه

فرق ۾ پيو هيو. هي ته هيو قصو ميرپورخاص جهڙي شهر جو، جنهن ۾ ڊاڪٽرڊرنگو جي ڪوشش سان موتاجن لاءِ چار پنج اسپتالون موجود هيون. سنڌ جي باقي ضلعن جي موتاجن جو ڪهڙو حشر هوندو؟ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ته خاص طور موتاجن لاءِ ڪي سهوليتون. آهن ئي ڪونه. علاج ته وڃي ڪڏ ۾ پيو پرعام ماڻهن لاءِ ته پيٽ گذران ئي هڪ مشڪل مسئلو آهي.

## رت جو دان

ڪالهه رات هڪ دوست وٽ ويٺي پارتي ٽيليويزن "دور درشن" ڏٺم. اڻويهه نومبر اندرا گانڌيءَ جي جنم ڏينهن هئڻ ڪري ڪالهه سندس سالگره ملهائي ٿي ويئي. هر هنڌ گانا بجانا ۽ شادمانا ٿي ڏٺا. نه فقط اندرا جي ياد ۾ سڪا يا ٽپال جون ٽڪليون جاري ڪيل هيون پر سندس نالي ۾ ڪيئي لائبرريون ميوزم ۽ سماجي ادارن جو مهورت پڻ ڪيو ويو. راجيو گانڌيءَ پاران نهرو خاندان جو شاهي گهر "آنند ڀون" جنهن ۾ اندرا جنم ورتو هيو، پڻ قوم کي سونپيو ويو. مون لاءِ جا وڏي ۾ وڏي ٻهاريءَ واري خبر هيءَ ڏيکاري ويئي ته هن شپ موقعي تي لوڪ سڀا جي پنجاه پبلڪ نمائنده پنهنجي "خون جو عطيو" ڏنو جو مختلف بلڊ بئنڪن پاران وصول ڪيو ويو. ڪهڙو نه چنگو ٿئي جو اسان وارا همراهه به پنهنجي هڙان يا وڙان ڪجهه نه ڪجهه ڏيئي انسان ذات جي دک درد ۾ پانڳي ڀائيوار ٿين. سمورو وقت فقط وٺ وٺان، سيڪڙن ۽ ڏوڪڙن جي وصولي ۽ پيپ ڀرڻ ۾ ڪو ڳالهه نهي ته ڪانه ٿي. ڪڏهن ڪجهه ڏيڻ جي به جسارت ڪجي. اڻتيهه راتيون چور ئي رهڻ تي ڪو اعتراض نه آهي پر ٽيهين رات ته ساڌ ٿي ڏيکاريو!

۲۱ نومبر ۱۹۸۵ع

...............

ڏور م ڏئان ڌار، ڏورڻ گهڻو ڏاکڙو،
ڪوڙين لک هزار، اِن اونداهيءَ آنڊا ڪيا.

شاهه

## قدرت ۽ ڪاريگر

عيسوي سن جي شروعات ڌاري يونان جي مشهور تواريخي شهر ”اٿينس“ ۾ هڪ ڪاريگر هڪ عجيب قسم جو فولادي ڍانڊ جوڙيو. ان ڍانڊ جي جسم اندر جڏهن ڪنهن آدميءَ کي بند ڪري هيٺان باهہ جو سيڪ پاريو ويندو هيو تہ ڍانڊ جيئري ڍور جيان رنڀڻ شروع ڪندو هيو. ڍانڊ جي ڳچيءَ ۾ ڪلن پرزن جي اهڙي حڪمت عملي رکيل هئي جو باهہ جي تپش تي اندر بند ٿيل انسان جون دانهون ڪوڪون ڍانڊ جي رنڀ واري آواز وانگر ٻڌڻ ۾ اينديون هيون. ڪاريگر اهو ڍانڊ اٿينس جي حاڪم ”نلاريس“ کي سوکڙي طور پيش ڪيو ۽ کيس چاٿاياٿين تہ هن اهو ڍانڊ خاص سندس وندر لاءِ ناهيو هيو. هي ڍانڊ شهر جي عبادت گاهہ ”بال مندر“ ۾ رکيو ويو، جتي پري پري جا ماڻهو ڪاريگر جي ڪمال کي ڏسڻ ايندا هوا. هن ڍانڊ جي تاريخ نهايت عجيب آهي.

پهريون ماڻهو جنهن کي نلاريس جي حڪم سان ڍانڊ جي پيٽ ۾ داخل ڪري سندس رنڀڻ جو تجربو ڪيو ويو اهو ڍانڊ جو خود ناهيندڙ ”ڪاريگر“ هيو. آخرين آدمي جنهن کي ڍانڊ اندر واڙي رانيت ٻڌا ويا اهو اٿينس جو حاڪم پاڻ ”نلاريس“ هيو، جاڪاڻ تہ سندس رعيت بغاوت ڪري کيس زبردستي گهلي ڍانڊ اندر وجهي هيٺان باهہ ڏني. ڍانڊ جي پهرين رنڀ سندس ناهيندڙ ۽ آخرين، جنهن جي وندر لاءِ ناهيل هيو، تنهن جي انت اچڻ سان ٿي.

١١ فيبروري ١٩٨٣ع

...............

تو جو ڏيو پانئيو ، سا سورج سهائي ،
آنڌن اونداهي ، جي رات وهامي ڏينهن ٿيو .

شاهہ

## مورڙو مير بحر

آخر اهو سدورو ڏينهن اچي سهڙيو جنهن لاءِ سجاول جي سيد ٿي سڏڙا ڪيا ته ”اچوڙي سورن واريون ڪريون سورن پچار.“ سيد جو سڏ هيو ڪا قيامت ڪاري ڪرڻي ڪانه هئي. هونئن به اچڻو ته اوس هيو. ڏارو ڏار ۽ زارو زار روئندي ۽ سڏڪا پريندي سال ٿي چڪا هوا، پر ڪنهن ڪند ورائي به ڪونه ٿي ڏنو ته اهي ڪوڪون ڪنهن ٿي ڪيون. سو سڏ سڻي سڀ سورن واريون پنهنجا سور سهيڙي اچي سند مدرسي ۾ سهڙيون. ڪن ڪي مٽ مٽ سورن هٿ ۾ هئي، ڪن ڪي پاڪر سورن جا بغل ۾ هوا ته ڪن ڪي وري سورن جون پريون مٿن تي هيون.

سند مدرسي ۾ عجيب سمون هيو. تنبو ۽ طولان، ملڪ ۽ ميدان، هر رخ ۾ ماڻهن جا ميڙ. چاموٽ به آيا چامڙا به آيا، ادڙيون به آيون امڙيون به آيون. ڪي پاڻ حالي احوالي ٿي ٿيا ته ڪي وڇڙيا پاڻ پاڪر پائي ٿي گڏي مليا. ڪن وري سڌ سماءُ اهو ٿي رکيو ته برادريءَ جي سڏ تي تڏي آيل ڪهڙا پهتا هوا ۽ ڪهڙا اڃان پند ۾ هوا. اڳوڻي قافله سراءِ، جتي هاڻ سند مدرسو قائم آهي ماڻهن جي هجوم سان ائين ٿي ڇلڪي چڻ سنڌين جي عرفات وارو ميدان هئي.

سينگاريل سيج تي سائين غلام مصطفيٰ شاهه ۽ ساڻس گڏ وينل محفل جو مور محمود هارون وزير داخلا. هڪ سيد ٻيو سپاهي تن ڪان رکي ياالاهي. وري پاسي ۾ ڪامريڊ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ۽ ٻئي طرف مولانا محمد ابراهيم جويو. ڪامريڊ ۽ علماءِ دين! عجيب ماجرا هئي. جنسار جي جوڙيندڙ به هڪ وار نوڙي هيٺ ڏنو هوندو ۽ جهاتي پائي ضرور مرڪيو هوندو. حب علي هيو يا بغض معاويه. ڪجهه به هيو. ڏاڳهن ڏيرن ۽ ڏونگرن ڏنهي ٽيڏي اک سان ڏورانهون ويٺي ڏٺو ته سند مدرسي ۾ الاجي ڇا ٿي رهيو هيو. شايد ڏيڏرين ڪي

زڪام ٿيو هيو. هي ڏيوالا ۽ ڪنل ڪاڻا. هي ڇڙوڇڙ ڳبا جن جو ڏنار
هڪ گنجڙو ڳابار. هي سدائين پنهنجي ڏاڙهي پٽ ۾ مشغول ۽ اڄ
پاڻ ۾ ڪير ڪنڌ ٿي هڪ ٻئي سان بغلگير ٿيو ويٺا پاڻ ۾ پريت ونڊين!
ضرور آهي ڪجهه دال ۾ ڪالا. الاجي ڪين ڇا ٿيو ڇا گهرجي؟

ماڙئيءَ کي ڇا گهرجي؟ ماڙيون ۽ بنگلا؟ پلنگ ۽ پٿرٿيون؟
هرگز نه. ڪين وڻن تنهنجا سون ڪڙيون ۽ ڪنڍال. ڪڻ پنهنجا ويس
وڳا ۽ ريشمي لباس. ڪجهه ٻيو نه گهرجي. اسان کي فقط پنهنجي
حال تي ڇڏيو وڃي.

اسان ته فقط پنهنجي نبض تي ڏني ته جيئرا آهيون يا ڪڏهوڪو
لاڪر فوت ٿي چڪا آهيون. جو ڪجهه وهيو يا واپريو اها ڪا نئين
ڳالهه نه ڪانه هئي. جڏهن بہ ڪلاچيءَ جي ڪن ۾ قهر شروع ٿيندو
آهي ۽ مانگر مڇ هر آئي وئي کي هڙپ ڪرڻ جو دستور روا رکندو
آهي، ته ڪو نه ڪو چامڙو يا مورڙو مڇي مڙس ٿي بيهندو آهي. هو
رڇ ۽ رسا تيار ڪري پالا ۽ ٻڙڇيون کڻي ۽ پنجري ۾ پاڻ ويهي وڃي
مانگر مڇ جي نڙگهٽ ۾ اٽڪندو آهي. پوءِ ٻري تي ٻيڄ ٿيندي آهي
جيسين وڃي مڇ مات ٿئي.

۱۷ ڊسمبر ۱۹۸۱ع

................

نات جنهين ننڊ، تت نہ نهاريو جو ڳئين،
کي ڪويساهيا ڪاپڙي، پريا پراهين پنڌ،
هو هنهين هنڌ، ٿي هنهئين ويا هنگلاج ڏي.

نات جنهين ننڊ، تت پڻ نهاريو جو ڳئين،
سي سو يساهيا ڪاپڙي، پريا پراهين پنڌ،
هو هئو هن هنڌ، هن هنگلاجان هٿ ڪيو.

گذر گئي گذران، ڪين قبوليج ڪاپڙي،
عليءَ جو ميدان، سڪر سناسين ڪي.

شاهہ

## مٽيءَ جو مُلهه!

(١) ستين هجريءَ ڌاري چنگيزي تاتارين ايران جي شهر نيشاپور تي چڙهائي ڪري هزارها شهري گرفتار ڪيا. قيدين کي مارڪيٽ ۾ آڻي نيلام ڪيو ٿي ويو ۽ جن لاءِ ڪنهن رقم جي آڇ نه ٿي آئي تن کي تڏي تي قتلام ٿي ڪيو ويو. انهن ٻاندين ۾ ايران جو هڪ صوفي بزرگ پڻ شامل هيو جو شيخ فريدالدين عطار جي نالي سان مشهور هيو. جڏهن سندس واڪ جو وارو آيو ته هڪ ٻانهن جي سوداگر هن پيرسن تي ترس کائي سندس جان جي عيوض هڪ هزار چانديءَ جي سڪن جي آڇ ڏني. عطار ڏٺو ته جيڪڏهن اهو سودو طئي ٿي ويو ته پوءِ ڪيس موت کان نراس ٿيڻو پوندو. هڪدم ڦڙتيءَ سان وڪرو ڪندڙ تاتاري امير کي مخاطب ٿي چيائين ته ”ان بها ۾ سندس سودو بلڪل سستو هيو. جهٽ ڪن ترس ته توکي منهنجي لاءِ وڏي رقم جي آڇ ٿيندي.“ تاتاري امير سندس ڳالهه تي لڳي سودي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. پلڪ پهر کان پوءِ هڪ ٻئي سوداگر عطار جي قيمت لاءِ هڪ توتڙن جي ڳوڻ ڏيڻ جو واڪ ڏنو. ”اها اٿيئي منهنجي صحيح قيمت.“ عطار رڙ ڪري چيو. تاتاري امير جو اڳيئي هڪ هزار مهرن واري آڇ گنوائڻ ڪري سڙيو وينو هيو. تنهن ترار جو وار ڪري عطار جو سر ڌڙ کان ڌار ڪري ڇڏيو..........
پوءِ اها ”مٽي“ جا ”عطار“ هئي مرڪندي ۽ ٽهڪ ڏيندي آخرڪار وڃي ڪنهن ڪنير جي هٿ چڙهي هوندي.

## جنجي مٽيءَ لڌو مان!

(٢) حاجي الهڏنو ڏيپلي جو ميمڻ هڪ برک اناج جو واپاري آهي. نيڪ نمازي ۽ نهايت نيڪ بخت انسان آهي. هيل تائين ويهارو ڪن حج ڪيل اٿس. ڪجهه سالن کان اهو لوري لڳل هيس ته شل

سندس موت مديني منوره ۾ ٿئي ته پلو. اهڙي من جي مراد لاءِ پاڻ به دعائون گهرندو رهيو ۽ ٻين کي به اهڙي دعا ڪرڻ لاءِ درخواستون ڪندو رهيو. اڳيلي سال حج ڪرڻ کان پوءِ مسجد نبويءَ جي پيش امام وٽ وڃي زار زار رنو. روئندي ساڻس پنهنجي اندر جو احوال اوريائين. پيش امام کيس دل جاءِ ڏني ته هتان ڪو به سوالي خالي نه ويندو آهي ۽ توکي ورندي ضرور ملندي. کيس آئت ڏيڻ لاءِ پاڻ به دعا جا هٿ کنيائين. ساڳي رات جو حاجي الهڏنه هڪ عجيب خواب ڏٺو.

ڏٺائين ته جنت البقيع جي هڪ ڪنڊ ۾ بيٺل آهيان. جتي انن جي قافلن جي اچ وڃ جاري هئي. انن جي پاسن کان ڪاٺ جون ڍُڳهيون صندوقون جڪڙيل هيون. هڪڙيون صندوقون لاهي هيٺ پٽ تي رکيون ويون هيون ۽ ٻيون تيار ٿيل وري انن تي هڏيون ٿي ويرن. ويجهو وڃي ڏٺائين ته انهن صندوقن ۾ انساني جنازا پيل هوا. حاجي حيران ٿي ويو ته آخر ماجرا ڇا آهي. آخر هڪ سفيد ريش انسان تي نظر پيس جو سموري بندوبست جي نگهباني ڪري رهيو هيو. وٽس وڃي ادب سان پڇيائين ته هي ڪهڙو ڪاروبار هلي رهيو هو. بزرگ کيس ٻڌايو ته اهو ڪاروبار زمانن کان هلندڙ هيو ۽ تاقيامت جاري رهندو. ماڻهوءَ لاءِ موت برحق آهي. پر سندس مٽي ڪٿي مدفن ٿئي اهو سندس اختيار کان ٻاهر هيو. هن مقام ۾ جاءِ انهن کي حاصل ٿئي ٿي جي ان رتبي جا حقدار آهن. پوءِ اهي ڪٿي به رحلت ڪن. باقي جي ماڻهو هتي دفن ٿيڻ لاءِ ڪوشش ڪن ٿا يا وري مديني منوره جي شهري هئڻ ڪري هتي دفن ٿين ٿا. انهن جا لاشا ڪڍي انهن وٽاڻن تي رسايا ٿا وڃن جتي سندن خمير جي لتجڻ لاءِ امر ٿيل آهي. اهو سلسلو صدين کان هلندو ٿو رهي.

حاجي الهڏنه کي بشارت ملي چڪي. ان ڏينهن کان پوءِ هن پنهنجي قبر لاءِ جاءِ جي اڳوات ڪوشش ئي ترڪ ڪري ڇڏي آهي.

## هڏائون پنجرو!

(٣) نصرپور جي هڪ سنڌيءَ جي هڪ وڏ گهراڻه سوناري سان

شادي ٿي. پر ترت ئي کنهن ڪارڻ سندس مڙس سان اڻبڻت ٿي پيئي. رسامو ڪري نهي سنيري پنهنجي پيڪن ڏانهن پنڌ پيئي. واٽ ويندي ڪيترن واٽهڙن سندريءَ ڪي ڳجها اشارا ڪيا ۽ ڪن ته ڏيان ڇڪائڻ لاءِ کنگهڪار پڻ ڪئي. پر وتايو جو منهن مونن ۾ پائي ڪنهن ڏن ۾ مگهن هيو تنهن ڏانهس اک کڻي به نه نهاريو. سندري وتائي تي پنهنجي سونهن جي رعب رکڻ لاءِ ٿهڪ ڏنو. وتائي منهن مٿي ڪري سندريءَ جا ڏند ڏسي وري پنهنجي خيال ۾ محو ٿي ويو. ڪجهه دير بعد مائيءَ جو مڙس پنهنجي پائيءَ جا پير کڻندو اچي لانگهائو ٿيو. وتائي کان پڇيائين ته هڙي آرين پارين ڪا عورت هتان لنگهندي ڏيءَ؟ وتائي چيو ته عورت يا مرد جي جنس جي ته ڪا خبر ڪانه پيئي. پر مون هتان هڪ هڏائون پڃرو لنگهندي ضرور ڏو.

٢٧ مئي ١٩٨٢ع

............

## ستر ڪر ستار!

صاحب! تنهنجي صاحبي، عجب ڏني سون،
پن بوڙين پاتال ۾، پهڻ تارين تون،
جيڪر اچين مون، ته مير يائي مان لهان.

جيڏو تنهنجو نانءُ، باجهه به اوڏيائي مڱانءِ،
رءِ ٿنيين، رءِ ٿوڻئين، تون ڇپر، تون ڇانءِ،
ڪڄاڙو ڪهانءِ؟ تو کي معلوم سڀ ڪا.

ستر ڪر ستار! آئون اگهاڙي آهيان،
ڍڪئين ڍڪڻهار! ڏيئي پاند پناه جو.

ڪر ڪو پيرو ڪانڌ! مون نمائيءَ جي نجهري،
پرين! تنهنجي پاند، ڍولا! ڍڪي آهيان.

جئن تون قادر، ڪانڌ! تئن آئون ور! ولهي نه ٿيان،
پکي چنا پاند، گنڊ نه ڇاڻي ڪو پيو. شاهه

# پيچ چريا چي مست آيا

ڪراچي شهر ۾ هڪ اهڙي به قوم رهندڙ آهي جنهن جي رزق ۽ ڏنڊي جو، الله جي ڌرتيءَ سان واسطو ٿي نه آهي. ان ڪري زمين وارن جي هن قوم سان نه همدردي آهي ۽ نه منجهن ڪا دلچسپي. اهي اياڻا آهن ڪراچيءَ جا مهاڻا "ڪراچيا". سندن ڳاڻاٽو لکن ۾ آهي. ستيتاليهه ڪوٽ ته فقط سمنڊ جي ڪناري تي آباد آهن. هيءَ قوم نه فقط قديم سنڌ جي رهاڪو آهي پر ڪراچي سندن ذاتي ملڪيت آهي. چاڪاڻ ته ڪراچي هڪ مڇي مياڻيءَ مون وڌندي وڃي هيڏي هنباريءَ رسي آهي. جو اڄ جن سنڌي "جوءِ" تن کي سيڻ سڏيندي پيٽي شرمائي.

مڇيءَ جو ڪاروبار اسان جي ملڪي سرمايه جو خاصو حصو هٿ ڪڍ پرڏيهي ناڻو ڪمائڻ جو ذريعو پڻ آهي. پر ظلم هي آهي جو "ڪاڻاٽو پٽ" هوندي به ساڻن ماتيلي ماءُ وارو سلوڪ ڪيو ٿو وڃي. شايد هن لاءِ ته مهاڻا نڌڪا آهن ۽ سندن ڪو والي وارث آهي ئي ڪونه جو ڪو ساڻن پر جهلو تي بيهي. ويجهڙائي ۾ سندن جماعت پاران وس وارن کي پڪار ڪئي ويئي ته ٻاهرين ملڪن جا جهاز سمنڊ جي مهاڙيءَ ۾ اچي مڇي ماري رهيا آهن. جنهن سبب هتي وارن مهاڻن جي روزگار تي ات ٿي اچي. ۽ هن ملڪ جي مڇي "ملالا" هضم ڪري ٿا وڃن. خاص طور ڪوريا جا جهاز (ٽرالر) جي ٻاهران هتي اچي سندن حق غضب ٿا ڪن. سمنڊ ته هزارن ميلن ۾ آهي، پر هو ڪراچيءَ ڪناري اچي ٿا مڇي مارين جنهن ڳالهه جو تدارڪ ڪيو وڃي.

سنڌ سرڪار سندن دانهن تي غور ڪرڻ يا جاچ ڪرڻ بجاءِ کين روکڙو جواب ڏنو. اهو جواب جو عام طرح ان حالت ۾ ڏنو ويندو آهي جڏهن سرڪار جي نيت هڪنهن قدم کڻڻ جي حق ۾ نه هوندي آهي. جواب واسطو رکندڙ کاتي جي سيڪريٽريءَ ناهيو ۽ پوءِ سنڌي وزير حوالي ڪيو ويو. وزير صاحب جو سنڌيءَ ۾ جواب پڙهيو تنهن

جو ترجمو گورنر صاحب اردوءَ ۾ ڪري ڇڏايو، جنهن اردوءَ ۾ ترجمو ڪرڻ سان سچ ڪي وڏي هٿي حاصل ٿئي ٿي. جواب هي هيو ته ”ڪوريا جا جهاز چاليهه ميل مفاصلي کان ٻاهر مڇي ماري رهيا هوا ڇاڪاڻ ته ساڻن سنڌ سرڪار جو اهڙو عهدنامون ٿيل هيو.“

جي ماڻهو رات ڏينهن سمنڊ تا جهاگين انهن جو چوڻ آهي ته، ٻاهريان ٽرالر ستن اٺن ميلن جي دائري اندر اچي تا مڇي مارين. سيڪريٽري ۽ وزير صاحب تو ورمائي ته اهڙي ڪا ڳالهه ٿي ڪانه آهي. مسڪين مهاڻا اچرج ۾ اچي مات ۾ رهيا. نتيجو هي نڪتو آهي جو هاڻ ته اهي ٻاهريان جهاز ڪناري جي ڇهن ميلن اندر اچي مڇي مارڻ گڏ مقامي لانچن جا رڇ ٻه ڪاٽي تا وڃن. پر سيڪريٽريءَ جو جواب، جو لوح محفوظ جي لکئي برابر آهي، تنهن کي ڪير ٽاري! وزير صاحب کي اهو ڪير سمجهائي ته سائين جنگشاهيءَ جو ڳنڍ ڪپو پنهنجي گهر ويٺي، ڪراچيءَ جي ٻوري بازار ۾ ماڻهوءَ جو کيسو ڪيئن اچي ڪتريندو؟ جيسين ڪراچيءَ ۾ پاڻ ايندو ئي نه.

## ذيت ڪونهي غذر گهرا:

اسان جي سرڪار يتيمن ۽ مسڪينن جو هڪ نئون ڏولو ڳولي ڪڍيو آهي. جن محتاجن کي ورسائڻ لاءِ وڏيون امدادي ڪوششون ٿي رهيون آهن. في الحال ڪين گانگٽ (جهينگا) مڇي نپائڻ لاءِ ”مڇيون ميائيون“ قائم ڪرڻ جا پروانا ڏنا ويا آهن. جيئن هو ويچارا پنهنجي پيٽ جو گذر سفر ڪري سگهن. انهن موتاجن ۾ هڪ اهو ماڻهو به آهي جو ڪراچيءَ جي وڏي ۾ وڏي هوٽل جو اڪيلو مالڪ آهي. ٻيو يتيم ٻارنهن وڏن ڪارخانن جو سيٺ آهي. جڏهن ڪراچيءَ جي ملاحن درخواست ڪئي ته ”مڇي مارڻ يا نپائڻ“ سندن موروثي ڌنڌو هيو ۽ ”مڇي ميائي“ تي حق سندن هيو، ته کين هي جواب ڏيئي ٽاليو ويو ته مڇي ميائي لاءِ وڏي رقم جي ضرورت هئي. ان ڪري ٻين يتيمن حوالي ڪئي ويئي آهي. سرڪار جي سوچ برابر هوندي. پر گهٽ ۾ گهٽ اهڙي آڇ پهريون مهاڻن کي ته ڪئي وڃي. پوءِ ڪٿائن سندن پيا ڳڀ. سندن انڪار ڪرڻ واري حالت ۾ پوءِ ٻين اها هميائي ٻين

حوالي ڪئي وڃي ها ته ڪنهن کي ڪو اعتراض نه ٿئي. پر مهاڻن کي موقعو ڏيڻ کان سواءِ ئي سندو سنڌون سيلين ڪئي، مڇي مياڻين ۾ رنياڻڻ ڪهڙي معنيٰ ٿو رکي؟ ڇا سرڪار جي سورهيائي هاڻ مڇي مارڻ وارن کي بک مارڻ تائين اچي رسي آهي؟

## سنڌي لوڪ گيت:

دنيا جي هر دين ڌرم ۾ ڪن خاص ڳالهين تي عمل ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو ويو، جن جي پيروي ڪرڻ نه فقط "فرض" ڄاڻايو ويو، پر ان فرض جي پوري ڪرڻ عيوض اجورو پڻ آڇيو ويو. جيئن مسلمان لاءِ محتاجن ۽ مسڪينن جي پرگهور ۽ يتيمن جي پرورش کي نيڪي ۽ ثواب جو درجو حاصل آهي. ساڳي ريت هندن لاءِ کوهه کٽائڻ، وڻ پوکڻ، حوض يا تلاءُ ٺهرائڻ، پٽ جي ڄمڻ يا ڌيءَ جي شادي ڪرائڻ کي پنڄ يادان ڪرڻ سمان سمجهيو ويندو آهي. اهڙن نيڪي پلائي وارن ڪمن کي سگهڙن سارا هي لوڪ راڳ ۽ راڳڻين ۾ ڳايو. ان ڏس ۾ هلندي لوڪ دوهن جو هڪ ڪتاب انگريزيءَ ۾ ڇپيل آهي، جنهن جي هڪ گيت جو لفظي ترجمون پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ پيش ڪجي ٿو. اسان واري سنڌي لوڪ ادب ۾ پڻ اهڙو گهڻو ڪجهه بيان ٿيل هوندو، پر مون فقط هي پڙهو آهي ته "اوڻ پيٽ پنجوءَ جو پوءِ پار پڇا."

مالڪ ان کي مهت ڏيندو جنهن کوهه کٽايو
پر ٻڌاءِ ته سهي، ڪڏهن؟
جڏهن نياڻيون مايون اچي گهڙا پريندون
تڏهن جاني تڏهن.

سدائين اهو سائو رهندو جنهن باغ پوکايو
پر ٻڌاءِ ته سهي ڪڏهن؟
جڏهن مسافر اچي ڦل کائيندا
تڏهن جاني تڏهن.

انجو به لايو سجايو جنهن تلاءُ کوٺايو
پر ٻڌاءِ ته سهي ڪڏهن؟
جڏهن اڃايل ڍور اچي پاڻي پيئندا
تڏهن جاني تڏهن.

جنهن کي ڇانئي نياڻي ته به سولي ڪندو سائين
پر ٻڌاءِ ته سهي ڪڏهن؟
جڏهن وڏي ٿي نينگر ڇٽيندي،
تڏهن جاني تڏهن.

سائين توکي سوپ ڏيندو جي ڄايو توکي پٽ
پر ٻڌاءِ ته ڍوليا ڪڏهن؟
جڏهن هو جڳ ۾ خوشي آڻي جس کٽندو
تڏهن جاني تڏهن.



بکيا ماڻهو نه ڪجهه سکي سگهن ٿا نه ڪجهه پيدا ڪري ٿا سگهن سواءِ تشدد جي.



ظلم اهو گند ٻوهر آهي جنهن کي جيڪر ٻهاري ٻاهر نه ڪڍيو ويندو ته ڍڳ ٿيندو رهندو.



جيڪڏهن تون چاهين ٿو ته ماڻهو توسان ڪوڙ نه ڳالهائين ته مهرباني ڪري تون سوال نه پڇ. جيڪڏهن سوال ئي نه پڇيا ويندا ته پوءِ ڪوڙ ڪٿان ايندو؟



زندگي خود هڪ حيرت انگيز ڪرشمون آهي. آءٌ ڪيئن نه يقين ڪريان ته موت اچا به وڏيڪ عبرتناڪ نه هوندو.

# آخري خواهش

قمد خانن واري دنيا ۾ هي پراڻو دستور ايامن کان هلندو ٿو اچي ته ڦاسيءَ جي سزا مليل قيدين کان ڦاهي ڏيڻ کان اڳ ۾ سندن آخرين خواهش معلوم ڪري ان کي وصيت جاتي پورو ڪيو وڃي. ڀارت ۾ ان قديمي روايت متعلق اڄ ڪلهه خاصي چڪتاڻ هلي رهي آهي جا نهايت دلچسپ پڻ آهي. تازو راجڪوٽ جيل جي ”ششي ڪانت پرمار“ نالي هڪ قيدي جنهن کي ڦاسيءَ جي سزا مليل آهي تنهن پنهنجي انوکي خواهش جو اطلاع اختياري وارن کي ڏنو آهي. چاڻايو اٿس ته ڦاسيءَ کان اڳ ۾ سندس جسم جي آپريشن وسيلي هڪ بڪي ڪڍي اهڙي ڪنهن مريض جي بدن ۾ لڳائي وڃي جنهن جون ٻيئي بڪيون ختم ٿي چڪيون هجن. ياد رهي ته اڄڪلهه وڏين اسپتالن ۾ ذيابيطس جي مريضن جي خراب يا ختم ٿيل بڪين جي جڳهه تندرست ماڻهوءَ جي هڪ بڪي رونبو ڪئي ٿي وڃي جنهن ڪري بيمار جي زندگي بہ بچي ٿي پوي ۽ بڪيءَ جي نيڪال ڪان پوءِ ماڻهوءَ جي صحت تي بہ ڪو برو اثر نٿو پوي.

رياست جي سرڪار پرمار جي اهڙي نيڪ خواهش جي مرحبا ڪرڻ بجاءِ اڻلندو رد ڪري ڇڏي آهي چاڪاڻ ته اهڙي خواهش جيل جي قانون خلاف آهي. سرڪاري قانون مطابق ڦاسي فقط تندرست ماڻهوءَ کي ڏني ويندي آهي ۽ بڪيءَ جي ڪڍڻ کان پوءِ گمان آهي ته قيدي بيمار ٿي پوي ۽ ڦاسيءَ لائق نہ رهي! قيدي پرمار طرفان سرڪار جي انڪاري فيصلي خلاف گجرات جي هاءِ ڪورٽ ۾ ”رٽ پٽيشن“ داخل ڪئي ويئي آهي ته ڪيس پنهنجي خواهش پٽاندر ”بڪيءَ“ جي دان ڪرڻ لاءِ اجازت ڏني وڃي.

”پرمار“ ڪو اڪيلو قيدي نہ آهي جنهن پنهنجي جسم کي ٻين بيمار ماڻهن جي ڊاڪٽري استعمال لاءِ آڇ ڪئي هجي. ٻيا بہ ڪيترائي

اهڙا قيدي آهن، جي "عمر قيد" جي سزا ڀوڳي رهيا آهن ۽ جن پنهنجن گناهن جو عيوضو چڪائڻ خاطر اهڙي قسم جا فيصلا ڪيا آهن.
سابرمتي جيل جي قيدي گوبند جمنا داس جو شايد سنڌي هندو ٿو ڏسجي، تنهن پنهنجي درخواست ۾ ڄاڻايو آهي ته "مون غصي جي اند ۾ قهار ٿي هڪ بي گناهه جو خون ڪيو جنهن قتل عيوض عمر قيد سزا ڀوڳي رهيو آهيان. چاهيان ٿو ته پنهنجي "بڪي" دان ڪرڻ سان من پنهنجي گناه جو ڪجهه بوجهه هلڪو ڪري سگهان". ڀوپت نالي هڪ ٻٽيهه سال عمر جي قيدي ڄاڻايو آهي ته "پنهنجي گهر واريءَ کي قتل ڪرڻ جي سزا ۾ عمر قيد ڪاٽي رهيو آهيان. گناهه جو پڇتاءُ ته جنم ڀر رهندو. پر بڪيءَ جي دان ڏيڻ کان پوءِ منهنجي ضمير جي ملامت ۾ شايد ڪجهه ڪاپر اچي".
ڏوهارين ۾ ان قسم جي انساني احساس هئڻ، ان پرچار جو نتيجو آهي جو سماجي جماعتن پاران ڀارت ۾ ڪيو ٿو وڃي. ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ته ڪيئي ماڻهو ۽ اڻ ڳڻت جماعتون سماجي ڀلائيءَ واري ڪارج ۾ رڌل آهن، پر جيل خانن ۾ به اهڙو پرچار وڏي پيماني تي جاري آهي. ٿي مهينا اڳ "ساڌو ويچار پاريور" جماعت طرفان جيلن ۾ اشتهار ورهايا ويا جن ۾ قيدين کي اپيل ڪئي ويئي ته هو پنهنجي "بڪيءَ" جو دان ڏيئي انهن بيمارن جي جان بچائڻ ۾ مدد ڏين جن جون ٻئي بڪيون ختم ٿي چڪيون آهن. هن پروپگنڊا جو ايترو اثر ٿيو آهي جو گجرات جي فقط سابرمتي جيل ۾ پنجن قيدين هرهڪ "بڪيءَ" جو دان ڏيڻ لاءِ خواهش ظاهر ڪئي آهي. "پاريور" سڀا جي منهندار هري ڀائي پنچال هڪ بيان ۾ ڄاڻايو آهي ته "ڀارت جي اسپتالن ۾ هر سال پنجاهه هزار بيمارن کي بڪين جي آپريشن درڪار آهي جنهن تعداد جي ڀيٽ ۾ فقط ادائي سئو اهڙا ماڻهو ملن ٿا جي پنهنجي بڪي ڏيڻ لاءِ تيار ٿين ٿا ۽ هر بڪي ڏيڻ بدلي هو لک رپيا عيوضو طلب ڪن ٿا. ڀارت ۾ جملي نو سو ٽيهٺ جيل آهن ۽ ان ڏس ۾ قيدي پنهنجي بڪيءَ جو دان ڪري ڪيترين انساني جانيون بچائي سگهن ٿا."
سرڪار پنهنجي جيل واري قانون جي روشنيءَ ۾ قيدين کي

اهڙي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو آهي، فقط هن ڪارڻ، ته قيدين جي صحت لاءِ حڪومت جوابدار آهي ۽ بڪيءَ جي آپريشن ڪري سندن تندرستيءَ ۾ رخنو پوڻ جو امڪان آهي. سماجي سياڻن ۽ ڊاڪٽرن طرفان هي خاطري ڏياري ويئي آهي ته هڪ بڪيءَ جي خارج ٿيڻ کان پوءِ ماڻهوءَ جي تندرستيءَ کي ڪو خطرو ٿيڻ ناممڪن آهي. ان سلسلي ۾ پاريور سيا جي ورڪرن، جن ست اٺ سال اڳ پنهنجين بڪين جو دان ڏنو هيو، بيان ڏنو آهي ته هو هڪ بڪيءَ سهاري جيئندي به نهايت صحتمند آهن ۽ اهو فقط ”اڻڄاڻائي“ ۽ جهالت آهي جو ماڻهو اهڙي نيڪ ڪم کان انڪار ٿا ڪرين ـــ

ڀارت سرڪار ۽ سماجي سياڻن وچ ۾ هن مسئلي بنسبت ڪافي ڇڪتاڻ جاري آهي. هڪ طرف تندرست شهري ماڻهو بيمارن جي زندگي بچائڻ لاءِ لک رپيا عيوضو وٺڻ جي باوجود پنهنجي هڪ عدد بڪيءَ جو سودو ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿا ٿين. ٻي طرف جيلن جا قيدي جي پنهنجي گناهن جو بوجهه هلڪو ڪرڻ يا انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ پنهنجي جان قربان ڪرڻ جي آخري خواهش جو اظهار ٿا ڪن ته کين اهڙي اجازت ڏيڻ کان انڪار ٿو ڪيو وڃي. فقط هن ڪارڻ ته مبادا بيمار ٿيڻ ڪري هو ڦاسيءَ جي ڦندي کان بچي وڃن! جڏهن ڦاسيءَ واري کي ڦاهي چاڙهيو ٿو وڃي ته پوءِ باقي سندن تندرستي يا بيماريءَ واري ڪيفيت ڪهڙي معنيٰ ٿي رکي؟

خير سرڪار ته هر هنڌ هڪ جهڙي آهي پوءِ ڀارت هجي يا پاڪستان. پر ڏسڻو هي آهي ته ٻنهي ملڪن ۾ سماجي سياڻون يا تبليغي جماعتون انسان ذات جي ڀلائي لاءِ ڪهڙا ڪارناما سرانجام ڏيئي رهيون آهن. انسان آزار ۽ عذاب ۾ آهي ۽ نه آسماني طاقت. امداد جي لوڙ آدميءَ کي آهي ۽ نه ايشور کي. ڪاش! اسان جي ماڻهن ۾ اهڙي سوچ ۽ ايترو شعور اچي جو پين ملڪن جي ڏوهارين ۾ اچي چڪو آهي!

۵ــ آگسٽ ۱۹۸۴ع

# آخري ڪالم

اڄ ڪان آخري ڪالم جي الله توهار ٿي ڪجي. آهي ته اخبار جو آخري ڪالم، پر منهنجو به ٿي سگهي ٿو. آءٌ به زندگيءَ جو وڏو حصو جهاڳي اچي ڀڄاڙيءَ جي پهر ۾ پهتو آهيان. ڏينهن ٿي ڪو اڪائي پڙهه ٿي ٿوروئي تو اچي. نه وري هتي ڪنهن جو هميشه لاءِ ڪو ”جنڊو پاڙو“ لڳايل آهي. هتي وارو گذر سفر ته آهيئي اڌارو. پاڻ ۽ ڳنڍر گهاٽ سڀ مسواڙي. وري ڪنهن کي هڙ حاصل ڇا ٿيڻو آهي. جڏهن انسان جي هٿ وس ڪجهه آهيئي ڪونه. نه آهي اختيار جم ٿي ۽ نه اعتبار موت تي. وچواري سرت به آهي هڪ جهٽ گهڙيءَ واري مهلت. بي پروسي. فقط اميد ۽ آسرو. زندگيءَ جي ڏيگهه ڪيتري به هجي، پر آهي ڪهڙي؟ اک ڇنڀ، اک چنپ ۽ اک ڀوت! واريءَ سندو ڪوٽ اڏي اڏيو ڪيترو. رهي نالو الله جو.

هن ڪالم لکڻ جو مقصد اهو ئي آهي جو منهنجي هر تحقيق ۽ تلاش جو مرڪز پئي رهيو آهي، هڪ عام سنڌيءَ جي روح جي عڪاسي ڪرڻ. ان ڏس ۾ مون ڪجهه خاڪا چٽڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي. فقط هن ڪارڻ ته جيئن هن ملڪ جي ماڻهن جي شخصيت سڀيتا ۽ ثقافت جي اصلي حيثيت کي نروار ڪري سگهان. جستجو هي هرگز نه آهي ته مانجهي مڙس ڪهڙا ڪارناما سرانجام ڏنا. پر فقط هي ته هو ڇا آهن، سندن سوچ سمجهه جا لاڙا ڪهڙا آهن. وتائي ڪان پتائيءَ تائين سندن واٽ ڪهڙي آهي. اها ڪهڙي جوت منجهن سمايل آهي جنهن سندن تهذيب کي جنم ڏنو. سنڌ جي قديم سڀيتا کي دنيا جي دانشورن اڪثر معجزو پئي سڏيو آهي. منهنجو مقصد فقط هي ثابت ڪرڻ آهي ته اهو معجزو نه پر هڪ جيئري جاڳندي حقيقت آهي جا اڄ به موجود آهي.

آءٌ پنهنجي ملڪ جي ماڻهن لاءِ محبت هئڻ جي هام ته پري نه ٿو سگهان. اهڙي عشق لاءِ اٿاهه دل هئڻ ضروري آهي. البت ماڻهن جو

مداح ضرور آهيان. خاص طور انهن جو جن سنڌ جي ويرانيءَ کي سونهن
بخشي، جن سندس ثقافت کي رنگ ۽ بوءِ ڏيئي لطيف بڻايو. آءٌ
سندن شڪرگذار آهيان ۽ دعاگو پڻ. هي برابر آهي ته مون سنڌ جي
اهڙن سپوتن لاءِ نه تاج محل ٺاهيا آهن ۽ نه قطب منار اڏي ڪي يادگار
کڙا ڪيا آهن. آءٌ ته فقط ڪين پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏيئي سگهان اکرن
۾ ئي پنهنجي عقيدت جو اظهار ڪري سگهان ٿو ۽ بس.

آئون نه عالم يا عاقل آهيان ۽ نه دانشور. اهي بهتان مون تي
ٻين جا ڏنل آهن. جن الزامن لاءِ نه آئون جوابدار آهيان ۽ نه ذميوار.
هي برابر آهي ته مون ڪجهه زندگي گذاري آهي. پر اها به گهڻي
پاڻ کي بي ترتيب، اڻنگي ۽ بيهودي. هي به چئُ اٿم ته جن آپدائن
مان گذريو آهيان، اهي عقوبتون به منهنجي ارڏاين جو نتيجو هيون.
پر آءٌ ننڍڙو ڪڏهن به نه رهيو آهيان. جنهن جو سائي الله هجي اهو
سکر ۽ سائو ماڻهو آهي ۽ نه غريب يا گهرجائو. الله تي ماڻهن جا
گهڻا الزام آهن، پر گهٽ ۾ گهٽ الله ڪنهن کي بک وگهي ڪڏهن
به نه ماريو آهي. جي گهڻو کائيندي مٺا آهن يا مرن ٿا ته اها سندن
پنهنجي هٿ جي وڍي آهي. جنهنجو نه آهي ويڄ نه طبيب ۽ نه علاج.

آخري صفحي تي آخري ڪالم لکڻ جو شوق گهڻي عرصي کان
هيم. الاجي ڇو؟ شايد هن ڪري به، جو مون کي اخبار جو آخري
صفحو هميشه پسو لڳندو آهي. پهرين سڀ سرخيون ۽ سانڍ سڳي هوندا
آهن اخبار جي مهڙ ۾. وچوارا ته هوندا به هر جاءِ ۽ هر هنڌ مزي ۾
رهندا آهن. باقي پڇاڙيءَ وارن جاءِ اخبار
جي سيني ڪالمن جي بقايا آڻي پنهن پيج تي ڦٽو ڪن، ڇڻ ڪنهن
ڍير تي ٽاڪند اڇلائين. دل تي چوي ته آخري صفحي تي به ونسو ٿئي
۽ اخبار جي پڇاڙي به سرهي ٿئي.

آخري ڪالم ۾ وڏو گڻ هي آهي جو سندس ميدان ۽ دائره جون
حدون طئه ٿيل آهن. وڌيڪ "ڏيگهه" ڪرڻ لاءِ منجهس وٿي يا وڇوٽي
آهيئي ڪانه. مهاتما گانڌيءَ کان ڪنهن سوال پڇيو ته "سدائين ٿرڊ
ڪلاس ۾ ڇو سفر ڪريو ٿا؟" جواب ڏنائين ته هن لاءِ جو ريل
۾ ٿرڊ کان هيٺ ٻيو ڪلاس آهيئي ڪونه. هن ڪالم جي به ساڳي

مجبوري آهي، سندس اڳئين اچڻ اتي ڇيهه ڪري. ڪجهه ڏينهن ٿيا سائين جي - ايم - سيد سان ملاقات ٿي. سائينءَ چيو ته ابا لکين ستو ۽ سهڻو ٿو پر ڏيگهه گهڻي ٿو ڪرين. مون مرڪي مات ڪئي. اڄ ٽيهٺ ۾ سائين ايڪاسيءَ ۾. هاڻ ڏيگهه سائين تي ڪئي يا مون؟ ڪجهه به هجي هاڻ ڏيگهه جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي.

آخري ڪالم ۾ پيون به ڪيئي ڪرامتون سمايل آهن. وڏو فائدو هڪ هي به آهي ته منجهس ڪو نقصان ڪونهي. وري جي سرڪار يا ٻئي ڪنهن "مائي باپ" ڪاوڙ به ڪئي ته معافي وٺڻ ۾ سولائي ٿيندي ته سائين هي منهنجو آخري ڪالم هيو. اڳنان مون توبه ڪئي. اهو آئت منهنجي سيني سڃڻ لاءِ ڪافي ٿيندو ته اهو منهنجو آخري ڪالم هيو.

هي برابر آهي ته هن ڪالم جو نالو ۽ نوعيت مايوسيءَ واري آهي، جا حقيقت پڻ آهي. مون کي ته هي خبر به نه ٿي پوي ته جو ڪجهه سنڌ ۾ في الوقت ٿي رهيو آهي ان حال تي ڪلان يا ماتم ڪريان. چوگرد واري وايو منڊل ڪان ڪو بي خبر ته نه آهيان. عوام جن آکيڙن ۾ پيڙجي رهيو آهي ۽ مسڪين ماڻهو جي راتيون جاڳي ڏينهن ٽا ڪن. اهي ڪي اهڙيون ڳالهيون ته نه آهن جو اٿي بيهي ڌمال وجهان. ڪڏهن ڪڏهن ته پاڻ ڪان اهو سوال به پيو پڇان ته "واقعي اسان ۾ ڪو تپڙ به آهي يا خواه مخواه وينا ٽا ڇيچ وجهون؟".

ايران جي شيراز ۾ هڪ پير مرد پهاڙ تان برف ميڙي اچي شهر ۾ وڪڻندو هيو جو سندس گذر سفر جو وسيلو هيو. سندس "هوڪو" ڏاڍو عجيب هوندو هيو. چوندو هيو ته "سائين لوڪو! اچو. جلدي ڪريو. سيگهه ۾ اچي سودو وٺو. منهنجو وکر آهي گار وارو جو وڃي ٿو پگهربو ۽ رجندو. اڄ به ڌڪڙ ۾ آهيان. منهنجي سانجهي به اچي سهڙي آهي. سيگهه ڪريو ۽ وڏه وٺو."

منهنجي به دل ٿي چوي ته اوهان کي سا ٻي التجا ڪريان. ته پاڻو هر اچوڪي ۽ تازي اخبار آهي. روز صبح جو هيءُ مومل ڪاغذي ڪنوار ٿي گهوم تي نڪرندي آهي. شام ٿاڻي هيءُ پوڙهي رنڙ ٿي وينا ي آهي. پر اچا ويل نه ويئي آهي. ادا سائين هي ڪالم ضرور پڙهو. ٿي سگهي ٿو ته هي منهنجو آخري ڪالم هجي.

## ٽيليويزن ۽ سنڌي ٻولي

سنڌ ۾ اڳ ته سنڌي ٽن قسمن جي ڳالهائي ويندي هئي جيئن ته اترادي، وچولي واري ۽ لاڙي. اڄ ڪلهه هڪ نئين قسم جي سنڌي ايجاد ڪئي ويئي آهي جا ٽيليويزن تي استعمال ڪئي وڃي ٿي. خاص طور خبرن واري پروگرام ۾. هن نئين سنڌيءَ جا اُڪر سا ڳيائي ڪتب آندا وڃن ٿا. فقط اکرن جي اچار جو منهن بگڙو ڪيو ٿو وڃي. جتي زير آهي ته زبر ڏيئي ۽ جي زبر آهي ته زير سان. مثال طور اکر آهي ”هن ڏَسَ ۾“ ته چوندا ته ”هن ڏِس ۾“. جي حادثه چار ماڻهو ”ڏڪجي“ پيا ته هي ٿا پڙهن چار ماڻهو ”ڏِڪجي“ پيا. خبرون پڙهندڙ آهن به نيٺ سنڌي پر پوءِ ٻوليءَ ۾ ملاوٽ ۽ مُروت الاجي ڇو ٿا ڪن. شايد شيرواني پائي پوءِ سنڌي ڳالهائڻ ۾ سندن زبان ٿي ڦڙڪي.

وري ڪڏهن ته وڻي ويني ڪين سنڌيءَ جي ماءِ ما جو لڙهو ٿو اچي. پوءِ ته مقامن مون مثل سنڌي اکر ڪوٺي ڪٽي اڇي ٿا هرو ڀرو ٻولي ۾ ٺنبين. خاص طور هنن ٻن اکرن تي ته سندن آنڊ ڪليل آهي. هڪ پاٻوهه ۽ ٻيو پانديئڙا. جڏهن ڪو ٻاهران حاڪم هتي جي صدر سان ملي ٿو ته هي سڌورا خبر پڙهندا ته ڏاڍي ”پاٻوهه“ سان مليا. ”پاٻوهه“ مون مراد آهي ”سڪ محبت پيار ۽ اڪير.“ پر سياسي ڳالهين سان ”پاٻوهه“ جو ڪهڙو واسطو؟ وري جڏهن حاجين جي موسم آئي ته پوءِ ”پانديئڙن“ جو اکر گوڏڙيءَ مون ٻاهر ڪيئي پيا ماڻهن کي ٻڌائيندا. پوءِ هر حاجي ”پانديئڙو“ ٿي ويندو. هي برابر آهي ته اڳ سڀ حاجي سڳورا پانديئڙا سڏبا هوا ڇاڪاڻ ته ”پند“ جو ويندا هوا. پر هاڻ ته هو هوائي جهاز ۾ ٿا وڃن. انڪري ڪين پکيئڙا سڏيو وڃي يا پاڻيءَ جي جهاز ۾ ته پانياڙا. پر پانديئڙا ڪهڙي حساب ۾؟

تازو ڪي آمريڪي رونشي ڪوڏيا هتي غبارو آڏائڻ، جي مشڪري وجهڻ آيا هوا. پوءِ ته سنڌي خبرون پڙهندڙن کي پنهنجي ٻوليءَ جي جوهر ڏيکارڻ جو موقعو مليو. پوءِ ته ڦوڪڻو“ اچي منجهائن ڦاٿو. ”اهو ڦوڪڻو نه چڙهيو.“ ”ڦوڪڻي وارا“ اچ آرام ٿا ڪن. ”ڦوڪڻي وارا لاهور ويا.“ جڏهن ڦوڪڻي وارن جي ڦوڪ ڍري ٿي ته اسان وارن همراهن به زمين تي پير ڌريو، نه ته ڦوڪڻي گڏ مٿي ٿي اڏاڻا. ڪين چاڻ آهي ته ڦوڪڻو ربڙ جو ٻاراڻو رانديڪو آهي جنهن کي ڦوڪ ڏيئي ڦوڪيو وڃي. باقي فٽبال واري ڦوڪڻي کي بليڊر، ٽائر واري کي ٽيوب ۽ گئس تي اڏامڻ واري کي ”غبارو وماڻ يا بلون“ سڏيو ويندو آهي. جي هرويرو پرائي سنڌي ته پوءِ کيس ”اڏند کٽولي“ سڏيو وڃي. ڏيڍ سئو فوٽ طويل ربڙ جي غباري کي ”ڦوڪڻو“ سڏڻ ڪجهه ڏاڍو مزي جي هئي. شڪر وري جو نزديڪ حضور شرميءَ کان کيس ”چوسٽي“ نه سڏيو ويو. جيئن مرحوم مولائي شيدائي محمد بن قاسم واري ”منجنيق“ جا ڪوٽ ڪيرائڻ لاءِ ڪتب ايندي هئي تنهن کي ”ڪانپاٽي“ سڏيندو هيو توئي جو کيس چار سئو ماڻهو هلائيندا هوا ۽ ڪانپاٽي ته گوڙها اڇلائي جهار هڪلڻ لاءِ ڪم ايندي آهي.

جيڪڏهن ٻوليءَ ۾ ٻاهرين ۽ ڌارين زبان جو مناسب اکر موجود نه آهي ته پوءِ اهو اکر هوبهو استعمال ڪيو وڃي بجاءِ ڪنهن ٺياڪڙ ٻوليءَ جي اکر جوڙائڻ جي. جيئن ”اسڪول ماستر ۽ نوٽبڪ“ جهڙا انگريزي اکر اڄ سنڌي اکرن جيان عام استعمال ٿي رهيا آهن. باقي ”مشت ۽ منفرد“ جهڙا ڌاريا اکر ڪتب آڻڻ جڏهن ڪائن وڏيڪ اثرائتا ۽ بهتر اکر اڳيئي موجود آهن ڪجهه اره زوراڻي ڪرڻي آهي. پنهنجي مادري ٻولي هڻڻ جي هرويرو اها معني ته نه آهي ته ساڻس زوري مروڙ ۽ پڪوڙ ڪئي وڃي يا اجايا سجايا اکر ٺپي منجهس ملاوٽ ڪئي وڃي.

ياد رکڻ گهرجي ته سنڌي ”تاس“ جي پتن جيان ”ٻاونجاهه اکري“ ٻولي ۽ جادو بيان زبان آهي، پر جي کيس سينگاري ۽ سنواري

لکيو يا پڙهيو وڃي ٿو. پر جي سائنس هٿ چراند يا اٽڪل بازي ڪري بگاڙيو ويو ته پوءِ ڪکر جيان وچڙي ويندي. پر ٽيليويزن تي ٻوليءَ کي ”سينگارڻ“ بجاءِ خبر پڙهندڙ ڪيترا ڪي سينڌ سرمون ڪري ۽ ”ٿمن گڏو“ ٻڌائي ڪيس ڇڙواڳ ڇڏيو ٿو وڃي ته ٻوليءَ سان گڏ ٻڌندڙن کي به ”واٽو ٻاون“ ڏئي. شل اسانجي ڇوڪرات رنگروٽن کي الله پنهن جي منڙيءَ ٻوليءَ جي ساڃهه ڏئي.

۱۵ اپريل ۱۹۸۳ع

...............

## سوري جنين سيج!

اکهي آگهائي، رنج پريان کي رسيو،
چکيم چڱائي، سورانگهي سوري تان.

اندا اوندا ويچ! ڪل ڪچاڙيا ڪانئين؟
اسان ڏکي ڏينهن پر، تون پيارئين پيچ!
سوري جنين سيج، مرڻ تن مشاهدو.

سوري آهه سينگار اکين عاشقن جو،
مرڻ موتڻ ميٺو، تيا نظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن کي.

سوريءَ متي سيڻ، کهڙي ليکي سنرا؟
جيله لگا نيڻ، تي سوريائي سيج تي.

سوريءَ تي سؤ وار، ڏهاڙيو ڇنگ چڙهين،
جسر ورچي ڇڏئين، سڪڻ جي پچار،
ٻرت نه پسين پار، نينهن جڻان ئي نگيو.

(شاهه)

اختيار اسان ۾ هر هڪ وٽ آهي پر ٿورو کي گهڻو. کي قوم جا وڏا آهن، کي وڏيرا آهن، کي پارٽي جا پريا مڙس آهن ته کي گهر ڌڻي. اسان ۾ هر هڪ حڪم ٿو هلائي پوءِ کو راڄ تي رعب ٿو رکي ته کو هارين نارين کي ٿو هيسائي. اسان پارا سچا سر وري اهو اختيار گهر ڀاتين تي نه سهي ته چوپائي مال يا پالتو جانورن تي هلائين. هر هڪ وٽ پنهنجا پوڻاڳ آهن. هر هڪ کان پنهنجي رعيت بابت پڇاڻو ٿيندو!

## پنجاب وزارت :

وڏي ذميواري آهي انهن تي جي پاڻکي اڳوا يا اڳواڻ ٿا سڏائين ۽ ماڻهن جا نمائندا بڻجي سندن قسمتن جا فيصلا ڪندا ٿا رهن. هيءَ پيءَ ڳالهه آهي ته جوابداري نباهڻ لاءِ تجربو، همت ۽ ايمانداري ڪهڙي جي صلاحيتون هاڻوڪن اڳواڻن ۾ خيرڪي آهن. هي برابر آهي ته هو خلق خدمت ڪرڻ لاءِ آتا به آهن چاڪاڻ ته اهڙن سماجي ڪمن ڪرڻ ۾ به سندن نانءُ نيڪي ٿيندو. پر وتن اهڙا کي هادي آهن ڏي ڪين جي ڪين صحيح دڳ لائين ته ڪهڙي قسم جا ۽ ڪيئن ڪم ڪرڻ گهرجن. ان ڏس ۾ پنجاب جي وزارت خاصي رفتار سان عوامي مسئلا حل ڪري رهي آهي. پوءِ اها چاڻ نه آهي ته سماجي ڪمن ڪرڻ جو شعور وزيرن ۾ آهي يا وري کو ڳجهو هٿ ڪين صحيح دڳ ۾ هلائي رهيو آهي، چئي نه ٿو سگهجي. پر هن ڳالهه ۾ کو شڪ آهيئي نه ته پنجاب وزارت پنهنجي سڌارن جو رخ شهرن کان ڳوٺائي ٻهراڙين طرف ڪيو آهي ۽ ان ڪارج ۾ ۾ هو ڪافي ڪاميابي حاصل ڪري چڪا آهن. سڀ کان وڏيڪ ڌيان انهن ڳالهين ڏانهن ڏنو ٿو وڃي جن کان ٻهڪ کي تڪليف پهچندڙ هئي يا وري قانوني ۾ عام ماڻهن جي چمڙي لاٿي ٿي ويئي.

.... .... ... ....

ڪجهه ڏينهن ٿيا پنجاب جو وڏو وزير پنهنجي وزيرن سان گڏ گهوڙن جي ڪيٽن ۾ سارين جو رونبو ڪندي ڏيکاريو ويو. هي ڏک مونکي ضرور ٿيو ته سنڌ ۾ ٻيجارو ٿي سڙيو ۽ پنجاب اندر گوڏي ٻوڙ پاڻيءَ ۾ ريج ۽ رونو ٿي ڪيو ويو. پر هيءَ خوشي ضرور ٿي ته پنجاب جا وزير پنهنجي هارين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي رونبو ڪري رهيا هوا. اسان واري وزارت ۾ ته ڪي اهڙا وزير به آهن جن کي سارين ۽ ڪڻڪ جي فصل وچ ۾ تفاوت جو به پتو نه آهي.

## لاٽري ۽ شرطون:

ٻه ڏينهن اڳ پنجاب وزارت طرفان صوبي ۾ لاٽرين، انعامي اسڪيمن ۽ جواري قسم جي جملي شرطن تي بندش وڌي وئي آهي. ياد رهي ته اها ڦر لٽ اسان وٽ بلڪل جاري آهي ۽ موٽر ڪارين ۽ هيرن جي هارن تائين ماڻهن کي چڪا ڏيئي سندن کيسا خالي ڪيا ٿا وڃن. جوا جي ترڪيبن گڏ، پنجاب وزارت، جانورن ۽ پکين جي ويڙهه ۽ مٿن شرطن رکڻ وارين راندين تي به پابندي وڌي آهي. اسان وٽ ته فقط ڪڪڙن ويڙهائڻ جو شوق آهي پر پنجاب ۾ ته ٻيڙن تي به شوطرن رکيون وينديون آهن.

## ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ:

پوليس جي ڏاڍ مڙسيءَ جو تماشو ڏسڻو هجي ته پوءِ ڪنهن حادثه واري جاءِ واردات تي وڃي رونشو ڏسو. زخمي ماڻهن جي ملم پٽي ۽ دوا درمل ته پنهنجي جاءِ پر پوليس کي لڳندي پنهنجي ڪارروائي پوري ڪرڻ جي. هو حادثه ٿيڻ شرط شاهدن مشيرن ۽ زخمي جي بيان وٺڻ ۽ قانوني ڪاغذ ڪارا ڪرڻ واري پيرويءَ ۾ لڳي ويندا، تيستين زخمي ۽ مرڻينڪ ماڻهن جو ڪم ئي لهي ويندو. چاڪاڻ ته قانون ۾ اهڙو فقرو ڄاڻايل هو تنهنڪري پوليس به مجبور هئي. هاڻ پلو ٿئي پنجاب پوليس جو، جنهن ان قانون کي ڦيرائي هر اسپتال جي ڊاڪٽر کي اهو اختيار ڏنو آهي ته هو ميڊيڪل سرٽيفڪيٽ جاري ڪري ۽ اهڙي سرٽيفڪٽ لاءِ ڪائونس ڪابه ڪورٽ پڇا

ڪري نه سگهندي. ڪهڙو چڱو ٿئي جو اهڙي قسم جو قانوني سڌارو اسانوت به عمل ۾ اچي.

## هو ۽ اسين:

پنجاب وزارت ڳوٺن ڪانسواءِ شهرن ۾ به سماجي خدمت ڪري رهي آهي پر شهر ۾ به انهن ڳوٺاڻن جي مدد ڪئي ٿي وڃي جي ڳوٺن کان لڏي شهرن ۾ آباد ٿيا آهن. پنجاب وزارت جي ڪم جو جائزو ورتو ويندو ته سندن هر سڌاري، هر اسڪيم ۽ هر پروگرام جو مرڪز ٻهراڙي ۽ ڳوٺاڻو نظر ايندو.

اسان وارا همراه الاجي ڪهڙي خفن ۽ سوداءَ ۾ غرق آهن ڪو پتو نٿو پوي. پر اها خاطري آهي ته هو ڪهڙ ۾ ڪهڙ ڳوٺن ۽ ڳوٺاڻن جي سوچ کان فارغ آهن. ڪين دعوتون ڪائڻ، جلسن ۾ شرڪت ڪرڻ ۽ ٻين جي آهُ پڪت ڪرڻ کان ٿي فرصت ۽ فراغت حاصل نه آهي. غريب مسڪين ابوجهه ته اڪيلي آهن الله حوالي.

## پاڻي ڙي پاڻي:

سنڌ ۾ پاڻيءَ جي گهٽتائي جهڙي هن سال آهي اهڙي نافت اسانجي سانيڙ ۾ ڪڏهن ڪانه ٿي. گذريل ٻن ٽن مهينن کان پاڻي نه هئڻ جا عجيب ڪارڻ بيان ڪيا ٿا وڃن. ڪڏهن ته چيو ٿو وڃي ته هن سال پهاڙن جي چوٽين تي برف ٿي ڪانه پئي. وري جي برف پيئي آهي ته بارش نه پوڻ ڪري برف رجي يا پگهري نه آهي. ڪن جو هي چوڻ آهي ته جو ڪجهه پاڻي درياه ۾ هيو اهو چشمه براج وسيلي پوڪن لاءِ استعمال ڪيو ويو جنهن ڏس ۾ پنجاب ۽ سنڌ جي وچ ۾ خاصي چڪتاڻ پئي رهي آهي. وچ ۾ پيکهي متي آهي صوبه سرحد ۽ صوبه بلوچستان جي. ٻنهي صوبن جا وڏا وزير پاڻيءَ لاءِ رڙيون ۽ واڪا ڪندا ٿا رهن توڻي جو سندن صوبن جي فصلن جو دارو مدار واهن واري پاڻيءَ تي نه آهي پر بارش تي يا وري ڪا ريزن يا زير زمين کسين تي آهي. سندن هاءِ گهوڙا ڪرڻ تي اسان کي ڪو اعتراض نه آهي پر هو دانهون اهڙي نموني ڪري رهيا آهن جڻ سنڌ وارا سائن اهوئي ڏاڍ ڪري رهيا آهن جو پنجاب اسان سان لاڳو

رکيو آهي. خاص طور بلوچستان جي وڏي وزير جام غلام قادر جي
واه ويلا ته سمجهه ۾ ئي نٿي اچي ڇاڪاڻ ته سندس صوبي جو سنڌوءَ
سان تعلق آهي ئي فقط هڪ "واهه" پٽ فيڊر سان، جنهن کي حصي
رسيءَ سان پاڻي اڳي ئي ملي رهيو آهي. اچرج هن ڳالهه لاءِ آهي ته
ته اسين سنڌ وارا ڪنهن کي دانهن ڏيون جن کي پاڻي پوکڻ لاءِ ته
ڇڏيو پر مال ۽ ماڻهن جي پيئڻ لاءِ به ڪونه آهي؟

## پئسا ڙي پئسا :

سچ چوندا ته نه عيسيٰ نه موسيٰ ٻنڌا پير پيسا. اسان وارا همراه
جي مال مڏي ڳوڪي ميمبر چوندجي آيا آهن، هاڻ انهن جي هوڙ
ڪومي ڪرڻ جا سانباها ٿي رهيا آهن. پنهنجي سر لڪ ڇپ ۾ جي
هاچان هٿيا ويندا اهن اهي ته پنهنجي جاءِ پر ڪين سرڪاري طور به ڏ ڪٺا
ڏيڻ لاءِ عمل ٿي رهيو آهي. پاڙا پتا ۽ پگهار ته ليکي ۾ ئي ڪانه
آهي. افواهي خبر آهي ته قومي اسيمبليءَ جي هر ميمبر کي سٺيڪو
لک رپيا ڏنا ويندا ته جيئن پنهنجي علائقي ۾ ڊيولپمينٽ يعني ترقيءَ
جا ڪم ڪرائي. ٻين اکرن ۾ انهيءَ رقم خرچ ڪرڻ تي اختيار
سندس رهندو. ساڳي ريت صوبائي اسيمبلي ميمبرن کي به ورسائڻ لاءِ
تجويز زير ويچار آهي. ڪجهه ڏينهن کان ڇيو ٿو وڃي ته وزيرن
جي پئسن وٺڻ لاءِ ڇتي ويڙه جاري آهي. صوبي جو مالي سيڪريٽري
ٻن باهين وچ ۾ آهي ته سواءِ ڪاغذي ڪاروائي ۽ اڪيڙه جي هو
سرڪاري رقم ڪيئن سندن حوالي ڪري. هڪ ڪڙپيل وزير جو
دٻاءُ هي آهي ته رقم ميمبرن ۽ وزيرن حوالي ڪئي وڃي ۽ اسڪيمون،
پي سي پروفارما وغيره اهي سڀ پئسي ڪان نٿائڻ جا بهانا آهن. پئسا
سندن حوالي ٿين ته ڪو گلشن جو ڪاروبار هلي.

## ڌاڙا ۽ ڌاڙيل :

سنڌ جي اخباري خبرن ۾ وڏي ۾ وڏو حصو آهي چورن ڦورن
۽ ڌاڙيلن جو. نت نئون سڄ سنئون اخبارن ۾ وڏين سرخين سان
ڌاڙيلن سان ڇڪرين بابت خبرون ڏنيون ٿيون وڃن ته "فلاڻو بدنام
ڌاڪو ماريو ويو يا اڃا گهيري ۾ آهي." ٻين صوبن ۾ ته پوليس

الاجي کھڙن نيڪ ڪمن ۾ رڌل آهي پر اسان وٽ ته ويچاري چوويهه ڪلاڪ ٺي دوبدو مقابلن ۾ مشغول آهي. اچرج هن ڳالهه تي آهي ته ايترا ڌاڙيل اچن ڪٿان ٿا؟ آخر انهن ڌاڙيلن کي ڪير ته تربيت ڏئي ۽ ڪير ته کين پالي نپائي ۽ لاٽين تي لڳائي. آخر چوري ڌاڙو ۽ ڦر ڪرڻ ڪو آسان ڪم ته نه آهي. ڌاڙي هڻڻ لاءِ هٿيار، همت ۽ ۽ حمايتي کپن. چور ۽ ڌاڙيل سواءِ پاڻاريدارن جي پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي. ڇا ائين ته نه آهي، ته اهي ڌاڙيل پيداوار ٿي اسانجي پوليس ٿاڻن جي آهن؟ هر ٿاڻيدار کي هن اصول جي ڄاڻ ته هر هڪ کي آهي ته هو هر ڌاڙيل کي پناهه ڏيندو آهي هن شرط تي ته هو سندس حد کان ٻاهر ڏوهه ڪندو رهي. اڳ ڌاڙيل گهٽي وقيت ٿائين جاوا ڪندا رهندا هئا، ڇاڪاڻ ته جهنگلي ۽ ڳتيل ٻيلا هوندا هوا جتي کين هر قسم جي پناهه حاصل ٿيندي هئي. هاڻ ته سنڌ جا ٻيلا به گهٽي قدر ختم ٿي چڪا آهن. درياهه جي ڪچي لاءِ الڳ درياهي پوليس قائم ڪئي ويئي آهي. پوءِ خبر نه ٿي پوي ته باقي ايتر اڌاڙيل ڪٿي ٿا جنم وٺن ۽ ڪيئن؟ ڪن جو ته هي به چوڻ آهي ته ڌاڙيلن کي خطرناڪ ۽ بدنام فقط ان لاءِ ٻڌايو ويندو آهي جيئن ڪيسن پڪڙڻ يا مارڻ لاءِ انعام وصول ڪيو وڃي.

۱۴ - جولائي ۱۹۸۵ع

............

حضرت بايزيد بسطاميءَ کان ڪنهن شخص سندس عمر لاءِ پڇا ڪئي. جواب ڏنائين ته چار سال. پڇا ڪندڙ اچرج ۾ پئجي ويو ڇاڪاڻ ته بسطامي بزرگ وڏي عمر جو پيران مرد هيو. ڪيس حيران ڏسي بسطاميءَ سمجهائي ڏني ته ”ستر سالن تائين دنيا جي لاڙن ڏانهن رجوع رهيو آهيان ۽ حق جي مشاهده ۾ فقط چار سال عرصو سيڙايو اٿم. حجاب جو زمانو زندگيءَ ۾ شامل نه ڪيو ويندو آهي.

............

| | | |
|---|---|---|
| سڀ کان وڏو گناهه | ............... | خوف |
| سني ۾ سٺو ڏينهن | ............... | اڄوڪو |

## وات ويندي

ڪجھ عرصي کان عتاب هيٺ اچي ڪري ڪالم لکڻ کان لنوائڻو پيو. الزام هي مڙهيو ويو ته لکڻيءَ ۾ ٻٽو مطلب رکيل هيو جنهن ۾ هڪ اعتراض جوڳو هيو. توڙي جو اهڙي ته ڪا ڳالهه ئي نه هئي جو ڳجهارتن ۾ ڳالهائي وڃي. سنڌي زبان ته هڪ سڌي سادي ڳوٺاڻي ٻولي هئي جنهن ۾ ”ٻه چاپڙائي“ جو مطلب سانڍڻ نه فقط مشڪل هيو پر محال هيو، پر اسان وارن همراهن ڪي هيون پنهنجون مارڪون وڌائيون. ان ڪري نوڙي ڪي نانگ ڄاڻائي پاڻ کي سرخرو ڪيائون. آخر ماڻهن جي سمجھ تي ڪنهن جو وس ٿورو ئي ٿو هلي.

## پراڻو نالو

ڪالم جو ساڳيو ئي پراڻو نالو ”وات ويندي“ رکيو ويو آهي. چاڪاڻ ته اسان وٽ زندگي ۽ سندس ڪاروبار ئي وات ويندي ٿو هلي. گهر ويٺي ته ڪجھ به نه ٿو وري. جي ڏهاڙي ڪمائڻي آهي تڏهن به کٽو ۽ ڪريو ڪٽي جهنگ جهر جهاڳڻو ٿو پوي. سٿر سفر لاءِ به وڪ وڌائڻي آهي. وات ويندي جي وڏو ڦڙو ٿو وسي ته اهو اسان جو نصيب ته نه آهي. اسان ڪو ڪکر ۾ ڪڙو ته نه هنيو هيو. اسانجو مقدر ته پنهنجي منزل آهي جنهن رخ ۾ گامزن آهيون. وات ويندي وسڪارا گهڻي تي ٿيندا آهن. سهڻي به وچ درياءَ ۾ ٻڏي. سسئي به وات ويندي مئي. جي اسان تي به ڪا آپدا آئي ته جاڙي به جڳ سٺين. آخر رستي روڪ به وات ويندي ٿيندي آهي ۽ نه گهر ويٺي!

## عجيب روپ

ڏٺو وڃي ته اڄ ڪلهه واري زندگي هڪ عجيب ۽ انوکو روپ اختيار ڪري رهي آهي، اڃان به ٻهروپ، ڏسڻ ۾ جوڙ ۽ متاري پر

اندران خالي ۽ کوکلي. شهر ۾ سماجي زندگي اسپتالن ڪورٽن ۽ قبرستانن ۾ اچ وڃ ڪندي ٿي ڏسجي ۽ ڀهراڙين ۾ اوجاڳا ڪيندي پونگا پريندي ۽ وس وارن جي پڪڙ پڇاڙ کان پاڻ بچائيندي. زندگيءَ جا باقي ميلا ملاکڙا علم ادب جون محفلون ۽ مجلسون، سماجي انصاف ۽ سخا جا وسيلا ته چور دروازن جيان دائمي ڀيڪڙيل ٿا رهن. شايد انهن اندر به نيلام هلي رهيو آهي.

## بي ڍنگي زندگي

ڇا ائين ته نه آهي ته اسان ڪوڙ ڪپٽ ۽ ڏيک ويک کي اسان پنهنجي زندگيءَ جو نيم (Style) بڻائي ڇڏيو آهي ۽ اچوڪي بي ڍنگي زندگي سماج جي عين مزاج مطابق آهي؟ ڇو ته هڪ گهمنڊ ڦرندڙ لاش واري زندگي گهاريندي به فڪرمند ئي نه ٿا ڏسجون. نه وري ڪنهن کي اچوڪي وهنوار کان ڪا شڪايت ئي آهي. آءٌ ته ائين ٿو سمجهان ته ملڪ ۾ خير خيريت آهي ۽ شينهن ٻڪري گڏ ٿا چرن، باقي منهنجي ڪل ٿڙيل آهي يا وري ٻاهتر ۾ اچي رهيو آهيان.

## سوديبازي

اليڪشن جا اڳ ته فقط هوائي هوا. پر هاڻ ته سچ پچ سانباها به ٿي رهيا آهن. ڇاڇي ساڇي ۽ گهوٽ تڪڙين تيارين ۾ ٿا ڏسجن. اميدواريءَ جا اڏيهڙ ته گهٽ کي آهن. ڪو پاڻهرتو اٿي ”بيٺو“ آهي ته ڪنهن کي ٽيڪ ڏيئي ٻيهاريو ٿو وڃي. ڪي اهڙا به آهن جن کي هٽ ڪٽائي ”ويهارڻ“ لاءِ سوديبازي ٿي رهي آهي. فرشي ڪبوترن ۽ گلم جي توبچين جا ته هونئن به وارا نيارا آهن پر اليڪشن ۾ سندن ٻيگهي مچندي آهي. ويچارن اخبار وارن جي به الله ٻڌي. گذريل ڊسمبر کان وٺي سندن بخت کليو آهي. اڄ ڪلهه سندن ڪاغذي ڍولڪين ۽ شرنائين جا واڄٽ زور تي آهن. البت عام ماڻهن ۾ ايترو جوش خروش جو جلوو ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي. ائين ته نه آهي، ته، اُن تڏهن ئي ٿي رنا جڏهن ٻورا ٿي سبيا!

## سڪڻو نعرو

وڏي وٿل ۾ ته ويچارا وڏيرا آهن. ڪين گهرن ۾ آري تي وٺي مدت گذري آهي. ان آسري تي عيد اجهو آئي ڪي آئي. مانهو ۽ تڪ ته ڪين ازل ڪان ورثي ۾ مليل آهن. اليڪشن سندن جيابي جي لاٽري هئي جنهن جي سيڙپ ۾ هنن داءُ تي لڳايو. ميمبر ٿيڻ وسيلي هو پاور ۾ برابر جا ڀائيگي ڀائيوار ٿي رهيا. ”خلق خدمت“ ته هڪڙو سڪڻو نعرو هيو. اصلي ڳالهه هئي پلاٽ ۽ پرمٽون. مانهو سلامي الڳ ٿي ٿيا. پاور ڪين سونهن ٿي بخشي. مرڪ ۽ نڪهڙو ته چنڊ پر سندن ڏک ڪٽڻ ٿي لڪ لهي. چڻ ته مور ٿو ٽلي.

## ڍرگهور لهڻ

ائين به نه آهي ته وڏيري هجڻ يا ميمبر ۽ وزير ٿيڻ تي ڪو به ارهو آهي. نه وري ڪنهن جي ڪيڪ ڀيسٽري کائڻ، پتنگ اڏائڻ يا تترن جي شڪار تي ڪنهن کي شڪايت يا اعتراض آهي. الله پاڪ ڪين وڌائي ۽ اڳي کان به اڳرو ڪري. پر جيڪو ڏنار ٿيڻ لاءِ اميدوار آهي، ته پوءِ ڪيس ڌڻ جي پالنا ۽ ڍرگهور لهڻي پوندي. پنهنجي پيٽ ڏانهن گوڏا ورائڻ کان، اڳ ڪجهه انهن جو به پيسو ٽڪو خيال رکڻو پوندو جن جي ڪلهن تي لتون رکي اوهان اوچائي واري پدوي ۽ تي ٿا پهچو. ڪٿيو ڪاٿي فقير لنيون جهلي پولڙو ڪو عدل انصاف جي جي ريت ته نه آهي. اوهان ڪي تر ۽ تڪ جي ماڻهن جو حال پائي ۽ سندن ڏک سک ۾ شريڪ ٿيڻو آهي. اوهين مزو مائيو ۽ موج ڪريو پر سيني سان وندي ورهائي. آخر اسلام به ته وند ورهاست جو حامي آهي. اوهان شايد هي ۽ حديث ٻڌي هوندي ته اوهان جي اوڙي پاڙي ۾ ڪو بکيو رهجي ٿو وڃي ته اوهان تي ماني کائڻ به حرام ٿي وڃي ٿي.

---

٢٠- جنوري ١٩٨٥ع

پاڻ بابت......

سمجهان ٿو ته ويجهڙائيءَ ۾ مون کان ڪا ڀل چوڪ يا خطا ضرور ٿي آهي. نه ته مون لاءِ ايڏي غلط فهمي ٿيڻ جو ڀيو ڪو سبب نه ڏسجي ٿي ڪونه ٿو. هي برابر آهي ته ملڪ ۾ هر اصلي چيز جي نافت آهي. پر ايڏي به اٿاٿ ته نه آهي جو ڪانڊيري ڪي چندن چيو وڃي. ائين به نه آهي ته آءٌ ڪو ”خواه مخواه معتبر“ سڏجڻ ۾ ارهو ٿو ٿيان، يا پنهنجي ساک ياءِ نه پوندي اٿم. پر پاڻ ۾ ڪو افعال ته هجي؟ يا ائين، ٽڪ تي نار چاڙهيو ڳاڏيءَ وارو ٿيو گهمان ؟ جڏهن پنهنجي پيرائتي پروڙ اٿم ته آءٌ جي ڪوتو نه سهي ته به چالو سڪو ته نه آهيان. هي ته آهي انهن جي سادگي يا شرافت، جو سڏي مجلس جو مور يا مهاندو ٿا ٻڌائين. پر پاڻ ڪي ڏوڪو ڪيئن ڏيان؟

مونکي پاڻ تي وڏو اعتراض هي آهي ته مون ۾ ”عمل“ اصل آهي ئي ڪونه. جو ڪجهه چوان اڪيان ٿو ان تي پاڻ به عمل ڪونه ٿو ڪريان. توڻي جو وس وڏو ٿو ڪيان. ڀيو ته چڏ پر الله جي سڏ تي به، آڏو ابتو سجدو به ڪيپائيندي ٿو ڏيان. چڻ قرض ۾ ٿو وهان. صبح کان شام تائين ”خير ڪتڻ“ لاءِ سوين موقعا ٿا ملن پر هر ڀيري گوهي ڏيئي گنوائي ٿو ڇڏيان. شايد نيڪيءَ واري ڳالهه ۾ منهنجو گذر نصيب ۾ ئي نه آهي. البت اميد ڪانه لاٿي اٿم. پاڻ سان ويڙه جاري آهي. جڏهن مٿي مالڪ ان لائق ڪيو جو عمل سان سچو ٿي سگهيس ته پوءِ سڏ ۾ سڏ نه ڏيان ته ڪوڙهيو ٿيان. پر اها آهي هڪ سڪٿي آس. پڪي گهڙي کو ڪنا ٿورونئي پوندا آهن!

هونئن به صحيح حقيقت هي آهي ته نه آهيان اديب ۽ نه دانشور. هڪ ڳوناٺو ۽ ڄناٺو جٽ آهيان. جو لکيو اٿم يا نکان پيو ته اهو به ٻين کان ٻڌو اٿم يا ڪتابن ۾ پڙهيو اٿم. سچ پڇو ته پنهنجو نه آهي سڻ ۽ نه ڪپاه. نه وري ڪڏهن ڪجهه ڪتيو ئي اٿم. ائين لهي

ٿبي تي پنجارو ٿيو پيو هلان. سفر جي سانجهي ان کان الڳ اڃ-ي سهڙي آهي. سدائين پاڇ ۾ رهندي جسم ڪرڪنا تي ويو اٿم. ڏهاڙي جدا ٿي ڪمائڻي پوي. جي هر هفتي ۾ ڇهه ڏينهن آءٌ وينو سيمينار ڪريان ته پنهنجيان هٿ ڪير هلائي!

ڪيان اميد ته مون کي آئينده محفلن ۾ اچڻ کان معاف ڪيو ويندو؟ پر منهنجي هيڻي حال تي ترس ڪائي. ائين نه سمجهيو وڃي ته آءٌ ڪو اجايا بهانا ٺو ڪريان. يا وري ڪا سرڪار جي سوڙهه پيئي اٿم. اهي سرڪاري ڪونا آءٌ اڳيئي ماٺي ڇڪو آهيان. تڏهن ته اڃان جواني هئي. هاڻ ته وڃي رڳو سڪڻو هڏ رهيو آهي. چوندا نه آهن ته ڦرئي کان پوءِ ڪنڙو پٽو! مونکي ته مايوسي اها آهي ته بيچل مون کان اڳ مري ويو ۽ وري مار پويس پونئر به پنهنجان نه ڇڏي ويو. ڇنڪ چوري سر وڻن ته نهيو پر مونکي ته ڪو ڪاسائي، پنڪ پي پوءِ به، وڻن جي نه ٿو ڪري. ڪٿي چور سچا ڪٿي ڍور سچا!

باقي رهي ڳالهه سهڻي شاهه ۽ سچل سائينءَ جي. انهن ٿون شاهه به صدقي. سڏو ڏيڻ جي ڪهڙي لوڙ. گوڏن پر رڙهي به اچي چانٺ چمندس.

د - جون ١٩٨٣ع

..................

## ڪي نه وسرن مور

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سڄڻين،
ڪي سنڀرجن نه ڪڏهين، ڪي نه وسرن مور،
جڻن مينهن ڪنديءَ پور، تڻن دوست ورا ڪودل سين.

ڪوني ڪناٺون، اڃ پڻ اکڙين سين،
ماس وراهي هليا، ڪرنگل ڇڏيائون،
”وتواصو بالحق وتواصو بالصبر“ ائين اتائون،
مٽي ماريائون، ڪلي ڳهائيو سڄڻين.

”شاهه“

## سنڌو :

نوٽ : نذرل اسلام مسلم بنگال جو مشهور باغي شاعر آهي. باڻ پدما ۽ برهمپترا ندين جي گود ۾ ڄائو ۽ سندن ڪنڌيءَ ڪناري پليو ۽ نپنو. جڏهن نوڪريءَ سانگي هن سر زمين تي قدم رکيائين ته سندس ”سنڌوءَ“ سان شناسائي ٿي. جا ڄاڻ سڃاڻ اڳتي هلي عشق جي نوبت تي پهتي. سنڌوءَ جي سڪ ۽ ساڃهه ۾ سندس لکيل بنگالي نظم ”سنڌو“ جڳ مشهور ڪويتا آهي. جا نذرل جي سالگره جي موقعي تي شايع ڪجي ٿي.

تون چانڊاڻ جي سيج تي اگهور ننڊ ۾ آرامي
چانڊوڪيءَ توکي جاڳائڻ لاءِ جتن ٿي ڪيا
تنهنجي اٿاهه زندگيءَ ۾
چند جذبات جي وير ٿي اپاري.

جو تو منڙو گيت ٿي ڳايو
يا شايد تو سڏڪا ٿي ڀريا
چنڊ کي ان راز جي ڄاڻ هوندي!
ايامن ڪان توسان ڪڏ جو گهاريو اٿس.

چنڊ تي ميرانجهڙا نشان؟
تنهنجي پياسي منڙين جو علامتون؟

جڏهن ته توں چنڊ سان ناراض ٿي ڏسجين!
تنهنجي آرام ۾ خلل انداز
گهمسان جو اوڌم پئي مچايو اٿس
تنهنجي بي انت زندگيءَ ۾.

تنهنجي وجود ۾ مردانگي سمايل - بي پناهہ.
پوءِ بہ ڪاوڙ ۾ پيشي وٺ ڪائين - اهو بہ خواب ۾!

ڏي ۾ خوشيءَ جون لهريون اڀرن
پوءِ اڃان بہ درد جو احساس!
تنهنجي نچندڙ پيرن ۾،
ڏين راهن جا ڦاٽ ڪلي پون ٿا
جئن موج ۾ اچي تون اپامي ٿي
پوءِ نند ۾ غلطان ڏرتي لرزش ۾
اچ اجهامڻ جي خوشي
۽ اڪين ۾ آب؟
جئن تون سندس ڇاتيءَ کي سيراب ڪندي
اڳيرو ڏوڪيندي ٿي رهين.

ٽڏڙي هير جي واچوڙي جيان اڏام
آڪاس جي بي انت نيراڻ رخ ۾
پوءِ تو ساڻ تنهنجي دل جي ڌڙڪڻ گڏ
اچي ٿي زرخيزي - گل بوٽا ساوڪ ۽ زندگي.

(سنڌي اڪري ترجمو بيگم ممتاز راشديءَ جي انگريزي
مضمون ”نذرالاسلام“ تان ورتل)

۲۲- مارچ ۱۹۸۴ع

........

اکهي اگهائــي، رنج پريان کي رسيو،
چڪيم چڱائي، سورانگهي سوري تــان.

انڌا اونڌا ويچ! ڪــل ڪجاڙيا ڪانئيين؟
اسان ڏکي ڏيل ۾، تــون پيارئين پيچ!
سوري جنين سيج، مــرڻ تــن مشاهدو.

## سنڌي ثقافت:

وڏا ٿورا الله جا. مٺي مالڪ جا لک لک شڪرانا. جو اڄ لا ڪبٽي لطيف جا لايا سجايا ٿي رهيا آهن. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنڌي علم و ادب جا ڏيئا ۽ مشعلون هر هنڌ روز روشن ٿيون ٿين. اهو ڪو ڏينهن خالي نه آهي جو ڪٿي نه ڪٿي ڪنهن ادبي ڏياتيءَ ڪي جرڪايو نه ٿو وڃي. ڪٿي نوجوانن جي ڪلام ڪي پڌرو ٿو ڪيو وڃي. ڪٿي نوان مخزن ۽ ماهنامه ميدان ۾ آندا ٿا وڃن. ثقافتي محفلون ۽ مجلسن جو ته ڪو ڪاٿو ئي ڪونه آهي. واليءَ در وينتي آهي ته هاٺوڪو اٺويهه سئو ٺياسي سال، شال، سنڌيءَ لاءِ نيڪ فال ثابت ٿئي.

ڏسجي ائين پيو ته اڄ اسان جي ذهني ويرانيءَ تي مولا مهر جو مينهن وسائي منجهس ونسو جا آثار پيدا ڪيا آهن. جنهن جا ڪوڙ لاءِ سنڌ جي نوجوان ليکڪن ۽ شاعرن واقعي ئي ڪيرون لهٽيون. ٻه چار سال اڳ سنڌي ادب ۾ اهڙي ته ٻاڙائي آيل هئي جو ٻوليءَ جي جياپي لاءِ ئي وهم گمان پيدا ٿي رهيا هوا ته اسان جي امڙ جو ڪهڙو حشر ٿيندو. هاڻ ته خيرين صلاحين نه فقط سندس نوجوانن ڪيس پنهنجو رت ست ڏيئي ٻيرن تي ٻيهڻ جهڙو ڪيو آهي پر ڪيس نئين زندگي بخشي اٿائون ۽ روز بروز ان علاج ۾ اضافو ٿي رهيو آهي. الله پاڪ سنڌيءَ جي اديبن کي نظر بد کان بچائي ۽ سندن قلم کي زبان ۽ بيان جي زياده توفيق ڏئي. آمين!

سورهين جنوريءَ سکر شهر ۾ سنڌي ثقافت سلسلي ۾ اديبن جي هڪ غير رسمي ڪڏجاڻي ٿي گذري جنهن جي صدارت سيد محب الله شاهه ڪمشنر سکر ڊويزن پاران ڪئي ويئي. مقصد هي هيو ته اڳئين سال جيان هن سال پڻ سکر ڊويزن جو ساليانه ثقافتي جشن ملهائڻ لاءِ مناسب پروگرام رٿيو وڃي. پر جن تجويزن تي سوچ ويچار ڪيو ويو تن جو تعلق سموري سنڌ جي ثقافت سان هو. ثقافتي جشن جي دستوري

پروگرام ڪان الڳ جي رٿون سيد محب الله شاهه طرفان ڪوهستان ۽ ٿر وارن علائقن جي ثقافت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ پيش ڪيون ويون سي قابل قدر آهن. هڪ رٿ هيءَ هئي ته ٿري مائهن جي ”رهڻي ڪرڻي، روزگار جي وسيلن ۽ هنرن“ جي هڪ تصويري نمائش ايندڙ مارچ جي آخر ڏاري سکر ۾ سجائي وڃي. جنهن موقعي تي فوٽو گرافيءَ جي چٽا پيٽي پڻ ڪرائي وڃي ۽ اول ايندڙن کي وڏا انعام ڏنا وڃن. ان ڏس ۾ جي فوٽو گرافر ٿر وارن علائقن ڏانهن وڃڻ گهرن ته کين سفر ۽ سواريءَ جون سهولتون پڻ ڏنيون وڃن. اهڙي نمائش جو مول مقصد هو ته ٿري مائهن جي هنرن ۽ ثقافت ڏانهن عام شهري مائهن ۽ معاشي ماهرن جو ڌيان رجوع ڪرڻ. جئن هو ترين جي مسئلي ۾ دلچسپي وٺن ۽ سندن مسئلي جو حل تلاش ڪن.

............

عاشق چئو م ان کي، م ڪي چئو معشوق،
خالق چئو م خام تون، م ڪي چئو مخلوق،
سلج تنهن سلوڪ، جو ناقصئا نڳيو.

وحد تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي م ڀل،
هو هلائچو هل، ساالله سندو سڃاڻ.

پاڻهين جل جلاله، پاڻهين جان جمال،
پاڻهين صورت پرينءَ جي، پاڻهين حسن ڪمال،
پاڻهين پير مريد ٿئي، پاڻهين پاڻ خيال،
سڀ سڃاڻي حال، منجهان ٿي معلوم ٿئي.

پاڻهين پسي پاڻ کي، پاڻهين محبوب،
پاڻهين خلقي خوب، پاڻهين طلب تن جو.

## ... جو ڪيڏن کي ڳيرو؟

اسانوٽ اڄ ڪلھ خير سان لکائي ۽ ڇپائيءَ جو ڪاروبار زور شور سان جاري آهي. روزانو درجن ڏيڍ چوپڙيون ۽ ڪتابڙا مارڪيٽ ۾ اچي رهيا آهن. اسان وارا همراھ لکڻ جي ''موڊ'' ۾ ٿا ڏسجن. خاص طور نوجوان. گھڻا ته پڙهڻ کان به اڳ ۾ لکڻ شروع ٿا ڪن. پوءِ ظلم ۽ ستم جي جانبدار کان پلي نه گذريا هجن. ڏکن سورن سان شناسائي هجي نه هجي. ڳالھ ٺهي نه ٺهي وٺ رينگٽ ڪي. پوءِ ڪو عشق ۾، ته ڪو جوش ۾ اچي قلم ٺو کڻي. قلم به ائين ڇڙواڳ ٿا وهائن پاڻٿن ته ڪاتب تقدير آهن. ڪي ته ڇڻ ڪهاڙو کڻي ڪانيون ٿا ڏارين. آءٌ ڪ٫وارهو ته نه آهيان. وڏي واڙي لڳي پا ڳ. پر ارمان ضرور ٿيندو اٿم، ۽ ڏک ٿيڻ به جڳائي. هن کان وڏيڪ افسوسناڪ ڏيکاءُ بيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ جو زندگي ادب وسيني گمراه ٿي رڻ ۾ رلندي رهي. جا اڳ جهالت سبب دربدر هوندي هئي.

اديب ٿيڻ لاءِ ڳهڻيئي بهانا آهن! هڪ تہ نمائش جي خواهش، جيئن شاعرائو شونق. ٻي هيءَ غلط فهمي، ته ليکڪ ٿيڻ سان سماج ۾ اهڙو ''درجو'' حاصل ٿئي ٿو، جو هوندن زر ۽ زمين سان ملي ٿو. پر پاور ۽ پوزيشن واري پدوي ته آهي بيسود ۽ بي بقاءِ. ڇاڪاڻ تہ وڻ تي چڙهڻ ساڻ پولڙو ڪو شينهن ته ٿي نہ سگهندو. گهڻا تہ هن دوش فهميءَ جو شڪار ٿين ٿا تہ ڪنهن مسئلہ تي لکڻ سان اهو مسئلو ''حل'' ٿي وڃي ٿو، جو غلط آهي. هو هن ڳالھ سمجهڻ کان لاچار آهن ته زندگي ۽ زماني جو وهڪرو تہ بي رخيءَ سان هلندو ٿو رهي. توڻي جو نظم يا نثر ۾ انجو اظهار به ٿي چڪو هجي. قصو ڪو مضمون ۽ مقالي لکڻ سان پورو ٿورو ئي ٿو ٿئي. توڻي جو اها ڪٿي ادب جو حصو يا جزو به ٿي وڃي. وقت تہ ''طوفان ميل'' جيان هلندو ئو رهي. پوءِ ڪو پٽڙيءَ تي بيٺل هجي يا نہ.

اصلي ڳالهه آهي زندگيءَ سان لڳاءُ جي. جياپي جي عشق ۽ خوشيءَ جي. ۽ نه عشق جي قصن ۽ ڪهاڻين لکڻ جي. پڇريون حقيقتي موج ۽ مزو نه ماڻي ڏسو، تصور جي دنيا تہ آهي رڻ واري رڃ. سراسر دوکو. خواب ڏسڻ جا عادي ٿيا نه پوءِ اوهان کي پنهنجو مشاهدو به ڪوڙو نظر ايندو. اوچي پهاڙي چوٽين ۽ بادلن ڏانهن ڇا لاءِ ٿا واجهايو؟ اوچائي واريون ڏاڪيون چڙهڻ ۽ اڏامڻ لاءِ ڪنڀڙائيون هڻڻ تہ آهي خفي وارو ڪم. زمين تي ڇو نه ٿا خوشيون ڳوليو؟ گهٽي گهر ۽ اوڙي پاڙي ۾. معصوم، ساديون ۽ عام رواجي خوشيون. ننڍڙين يارائين جي تلاش تہ ڪيو. ڪوڙ ڏيا ڏنا اٿو؟ جي ماڻهو گيجهه ڪٿي متي ڇپائي سون لهندا آهن. خوشي اها آهي جا عام خوشي آهي. عدو موچي، عثمان حجم ۽ سومر نانوائيءَ واري. اصل تي وڏي خوشي.

جي اوهان وٽ وافر وقت آهي. واندا آهيو. پوءِ ڀڀراڙيءَ ۾ ڇو نٿا وڃو. ڪنهن ٻنيءَ ۾ وڃي پسار ڪيو. يا پيهي تي ويهي جهار هڪليو. کوه جي ڳاڌيءَ تي ويهي نار هڪليو. ڪنهن ڏنار جو ويهي لوڙائو ٻڌو. يا بين يا بانسري سکڻ جو ادم ڪريو. ڪڏهن وڻ تي چڙهي پير ڪاڏا اٿو. جي اڪيلا آهيو تہ پوءِ پنهنجي اندر ۾ جهاتي پايو. اتي به تہ ناتڪ ٿو هلي. ڏک ۽ سک وارن جي سورن جو. يا وري ڪنهن وڻ هيٺان ويهي پکين جو ڇهڇٽو ٻڌو. ڪڏهن ڪنهن ڪوئل جو نقل ڪري ڪيس ڇيڙايو اٿو. يا چوپائي جانورن سان ويهي ڪچهري ڪريو. ڪڏهن ڪو ڪتو پولو يا ٻلو ڌاريو اٿو. يا نيڪيءَ جا ڪم ڪريو. رستي ڪان ڪندا پاسي ڪرڻ به تہ ڀلائي آهي. يا ڪنهن کي دڳ ڏيکاريو. فقط شهر جي دوزخ کان ٻاهر پير تہ پايو. ڏوڪڙ جي ڏاڍائي ۽ ڏهڪاءَ جا ڪيترا قصا لکندا؟ ڪوڙ به لکندا تہ سچ سمجهيو ويندو. جنهن وٽ پئسو ۽ پاور هوندو تہ ماڻهو نہ مارائيندو تہ ڇا ديڳيون ڏمي خيرات ٿورو ئي ڪيندو؟ باقي هي حرام جي مايا ڇا لاءِ ڪني ڪئي اٿائين؟

.... .... .... ....

اديب ٿيڻ ۾ ڪهڙو لاڀ آهي. خبر ڪانه اٿم. سنڌي اديب ٿيڻ ته گهاٽي وارو سودو هيو. اچان به پاراٽو هيو. جنهن جي ديس خواه دل ۾ سدائين پيا دود دکن. دل ڪيجڻ جيان تنگ هجي. آزار جو سماءُ هجي پر علاج ليپڻي ڪونه. باقي زندگي سمجهڻ ڪو فارسي ته نه آهي. آخر زندگيءَ ۾ رکيو ڇا آهي. فقط ڪاميڊي ۽ ٽرئجڊي. نه ڏاڙي اڳڻ سان گهتجي ٿي ۽ نه لاٽري ملڻ سان وڌي ٿي. هڪ دائمي دستور. اديب ٿيڻ سان هي پروڙ ضرور پوندي ته هيءَ دنيا دورنگي آهي ۽ سندس تهن اندر ڇا آهي. ماڻهن جي اکرن ۾ عمل پنهان اصلي مقصد ڇا آهي؟ پوءِ اهڙي ڄاڻ ۾ ڪهڙو فائدو؟ ته سيپٽي ڪوڙ ڏوڙ ۽ ڪاوڙ جا نهيل آهن. پوءِ رهندو ماڻهن ڪان دل بدگمان ٿيندي. سردار جيءَ جيان جڏهن پڌائين ته ماڻهوءَ کي ماٽ پيدا ڪيو آهي ته آئيني ۾ پنهنجو چهرو ڏسي، پنهنجي ڏاڙهيءَ کي هٿ سان جهلي ۽ منهن مٿي ڪري چيائين ته ”هي بنده بڻايو اٿيئي؟“ اڻ ڄاڻائيءَ ۾ جو ماڻهن ۾ مزو ٿو اچي اهو سڃاڻ ۾ ڪٿي؟

۳-مارچ ۱۹۸۴ع

.... .... .... ....

## قلب اندر ڪعبو ڏ'و سي
## مڪي وڃڻ جو ڪهڙو ضرور!

بقول محمد بن فيصيل جي، اچرج هن ڳالهه جو آهي جو ماڻهو هن دنيا ۾ الله لاءِ سندس گهر جي تلاش ۾ آهن ۽ پنهنجي دل اندر الله جي مشاهده لاءِ طلب نه ٿا رکن. خانه ڪعبو ته ڪڏهن موجود آهي ته ڪڏهن نه. پر دل ۾ ته مشاهدو هر وقت ڪري ٿو سگهجي. ڪعبي جي زيارت ۽ طواف نه فرض ۾ داخل آهي ۽ مٿس نگاه سال ۾ فقط هڪ ڀيرو حاصل ٿي ٿئي. پر دل ۾ رات ڏينهن ۽ سال اندر ٽي سؤ سٺ ڀيرا اها نعمت حاضر رهي ٿي. انڪري دل ڪعبي کان وڌيڪ زيارت جي قابل آهي.

## نوجوان ۽ سنڌ فرض :

اسان جا ڪجهه نوجوان دوست سخت ناراض آهن. کين ڪافي شڪايتون آهن. هڪ هيءَ ته سنڌ خطن جي جواب ڏيڻ کان لنوايو ٿو وڃي. ٻيو هي ته سنڌ مسئلن بنسبت ڪجهه لکيو نه ٿو وڃي. سنڌ شڪايتون بلڪل بجاءِ ۽ واجبي آهن. پر سنڌ مسئلن جو ڪو حل هجي ته قلم کڻجي. هڪ ته جوش جذبه ۽ ولوله جو تڏي سيني جواب ڏيڻ محال. خاص طور جڏهن اها به چاڻ هجي ته نوجوانن جي موجوده پريشاني ڪا بي سبب ته نه آهي. جڏهن هو ڏسي رهيا آهن ته سنڌ مستقبل خطره ۾ آهي. ۽ وڏي ڳالهه ته کين دڳ لائڻ وارو به ڪونه ٿو سجهي.

مستقبل لاءِ هرڪ فڪر مند آهي، سواءِ انهن جي جن هتي جي تاريخ پڙهي آهي. سنڌوءَ جي ڪنارن، واريا سي دڙن ۽ ڀڳي ٽوڙهي جي ٻهاڙن ڏاڍن مڙسن جا ڏاڍا ميلا ملاکڙا ڏٺا آهن. جن ترار ۽ تفنگ جي زور تي هن ماڙيءَ جي مسڪين ماروئڙن مٿان زور زبردستيءَ جي حڪمراني هلائي. ۽ کين غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وڌو. هنن جي وقت بي وقت آکاڙا ڪيا ۽ اسان جا گهوڙا گهوڙا ڪئي اهي آواز ته آسمان به پڌا هوندا. مياڻي ۽ دبي واريون لڙايون ته اسان ڪونه ڏٺيون. پر ”مر ويسون پر سنڌ نه ڏيسون“ جي گونج اڃان سوڙ پئي ڪنن ۾ واڪا ڪري. اسان اگهوٽا ارغون ۽ ترخان ته نه ڏٺا پر هاڻوڪا حمله آور ڏٺا آهن. سنڌ ڏک سور به سنا آهن. پر شايد اسين ايذاءَ سهڻ جا ازل کان عادي آهيون. يا وري اسان جا ڪلها ڳنڍل آهن. ڪڙي ۽ قتل جا هيراڪ ته آهيون. پر سوال آهي ته اسين ڪري ڇا ٿا سگهون؟

اسين نهايت مسڪين ماڻهو آهيون. بي زور ني زر، ۽ بي ضرر. اسين ڪو عقاب ۽ شهباز ته نه آهيون جو لپٽ ۽ جهپٽ جا لامارا ڏيئي ڪنهن سان سينو ساهيون. اسين ته ڪٻلون ۽ ماڪوڙن مثل

پنهنجي مٿيءَ سان محنت ۽ محبت ڪندڙ جيتامڙا آهيون. اسان ڪي نه ڏورانهان ڏيهه فتح ڪرڻا آهن ۽ نه اسين پاڙي اوڙي جا منڌخواهه آهيون. اسين ڪيئي پيرا لتاڙجي چيپاتجي ۽ ڏتڙجي چڪا آهيون. پر ٿيڙ ڪائي ۽ ٿاٻڙجي وري اٿڻ جا عادي آهيون. هاڻ به اسان جو هڏ هڏ چور ٿيل آهي، پر وسو به ڪونهي، الله مالڪ آهي، وري اٿي ڪڙا ٿينداسين، اهو ڏينهن ڪو پري ته ڪونهي.

جي آدمي خون خرابيءَ ۾ پنهنجا هٿ رنڱيندا آهن، انهن ڪي نه قتل غارت ڪرڻ جو ليسڻ مليل هوندو آهي ۽ نه پروانو يا حڪم. نه وري "رتو چاڻ" ڪنهن نفرت يا ڏڪار جي جذبه هيٺ عمل ۾ ايندي آهي. اهو به غلط آهي ته ڪنهن جي زندگي ختم ڪرڻ ۾ ڪنهن ڪي نفعي يا لاڀ ٿيڻ جي اميد يا آسرو هوندو آهي. بلڪل نه. انساني خون فقط تڏهن وهايو ويندو آهي جڏهن انسان جي اندر ۾ ڇپيل "ابليس" سندس ڪنن ۾ سس پس ڪندو آهي ته "وجھ هاڻي تون قتل جي موج ماڻڻ لاءِ آزاد آهين. ٻين جي زندگي اڄ تنهنجي هٿ ۾ آهي. وار و ڪر. اهڙو موقعو وري ڪونه ملندو."

آءٌ هٿيارن جو حامي نه آهيان. هر هٿيار حملي ڪرڻ جو هٿيو آهي. پئسي پاور ۽ پوزيشن جيان "هٿيار" ۾ به ڪا ناپاڪ چيز سمايل آهي. بچاءَ لاءِ هٿيار هئڻ بيسود آهي. هي منهنجو ايمان آهي ته انسان ۾ هڪ اهڙي اڏول ۽ اٽل شڪتي سمايل آهي جا خطره جي مقابلي ۾ نڪري نروار ٿئي ٿي. هيءَ طاقت هڪ ڪمزور ۾ ڪمزور انسان جو به اينرو بچاءَ ڪري ٿي جو دنيا جون جملي بندوقون به جيڪر ڪري نه سگهن. اسان ۾ به اها خوبي ۽ خاصيت موجود آهي. اسين اهڙو ثبوت اڳيئي ڏيئي چڪا آهيون. اوهان شايد ڏٺو آهي الاجي نه؟ ته سڪلين هٿين معصوم ماڻهن پنهنجي جان ڪهڙي نه جانبازيءَ سان ڏني. نه وٽن هٿيار هوا نه پونهار. نه هو پيشيور لڙاڪو هئا ۽ نه ويڙهه ڪرڻ سندن ڪا روايت هئي.

جي هٿيارن جون ڳالهيون ٿا ڪن، ڀلي ڪن. هو گوءِ هو ميدان. پر هتي ڳالهه آهي شاگردن جي. جن جي پهرين فرض ادائي آهي علم

پڙهڻ يعني پڙهڻ ۽ نہ وڌڻ. علم هڪ ڏاڪڻ آهي جنهن وسيلي ماڻهو ڪٺر ۽ گند مان مٿي چڙهي انسان جي معراج تي رسي ٿو. اوهان کي جو فرض پنهنجي پيءُ ماءُ يا مٺن ماٺن سونپيو آهي پهريون اهو تہ پورو ڪيو، پوءِ سنڌ ڪا پکي تہ نہ ٿي وڃي؟ نہ وري سنڌ ڪا اڪ جي ماکي آهي جو ڪو ڪڙڪائي ويندو. جن جا اهڙا ارادا هوا اسان انهن کي بہ ڏٺو آهي، اوهان کي بہ ڏسڻو آهي تہ مڪليءَ وڃي ڏسو، ڇو ڪو پري تہ نہ آهي.

د-- فبروري ١٩٨٤ع

.........

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين؛
هئا اڳئين گڏ، پڏڻ ۾ پيا ٿيا.

ايڪ قصر، در لک، ڪوڙين ڪنس ڪڙڪيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون.

ڪوڙين ڪيائون تنهنجيون، لکن لک هزار،
جيءَ سيڪنهن جيءَ سين، درسن ڏارون ڏار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان.

وائي

سپڪا پربان ڪون پوڇي؛
نينهن نيٺين، ڳڻ ڳالهہ وو.

جا چتايم چت ۾، سڄڻ سا تو ٻجهي،
لات جا لطيف جي، سڏ تنهنجو سڄي.

## سائين، اسانجو ڇا ٿيندو

سچل سيمينار هلندي مونکي پنهنجي ننڍپڻ ڏاڍي ياد آئي. جڏهن آءٌ ننڍو هوندو هئس تڏهن ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي وڏن سان گڏجي نانيءَ جي ڳوٺ ويندو هوس. سنڌريل تہ هائي بہ نہ آهيان. پر اڳ افعال زور ڀڃڙا هيم. جڏهن اوڙي پاڙي جا چڱا مڙس ڏٺ ڀڄو ڪندي نصيحت ڪندا هوا. ”تہ ڀيلي ڇو ڀڄڙو ٿيو آهين. ڏاهو ٿي. تون چڱن جي اولاد. پنهنجي وڏن ڏي ڏس.“ هڻ سيمينار ۾ بہ سياڻن ۽ ڏاهن واعظ ڪري اسان کي ياد ڏياريو، تہ اسانجي اباڻي ميراث سون جهڙي هئي. پوءِ اسانجا ڀرهيلا الاجي ڇو ٿي ويا هوا؟ ڪو سپ سنگهي ويو هيو. يا وري ڪا مم گوڏا ڇڏي ويٺي هئي! وڏڙن جي واڪاڻ جا داستان ٻڌندي، اسان مون گهڻن کي اوٻاسيون اچڻ لڳيون. رات جي راڳ ڪجهہ ٿڪاوت ضرور لاٿي، پر ڪجهہ خمار بہ چڙهيا. وري اوجاڳو بہ هيو. پوءِ تہ اسان کي ننڊ وٺي ويئي....... وري جڏهن ڪا ٻي سيمينار تي... تہ پوءِ ڏٺو ويندو!

.... .... .... ....

سيمينار جي پڄاڻي ڏينهن پر ۾ وينل هڪ نوجوان سوال پڇيو تہ سائين آثار قديم وارا چون ٿا پيا؟ مون کيس ٻڌايو تہ سندن خيال مطابق سنڌ ست هزار سال اڳ سکي ستابي ۽ سڌريل هئي. ”پوءِ کين اها خبر ڪيئن پيئي؟“. ابا هنن جو ڪم آهي کوٽائي جيان ڪڏون ۽ کنڊهر کوٽي اهو ٻڌائڻ تہ اڳوڻي سڀيتا ڪهڙي هئي. ”پر سائين ان پراڻي احوال سان اسانجي اڄوڪي ڏکن سورن جو ڪهڙو واسطو؟ علم ادب وارن بہ عقل جون ڳالهيون ڪيون. پر سائين آءٌ تہ آهيان بيروزگار. ڪذريل سٽن مهينن کان نوڪريءَ لاءِ ٿاٻا کائيندو ٿو رهان. مون جهڙا ٻيا بہ نوجوان گهڻا رولڙي ۾ آهن. هتي آيا هواسون تہ من ڪو اسانجي اهنج ايذاءَ جو علاج ٻڌائي. پر هتڙي تہ ڳالهہ ئي ڪجهہ ٻي هئي. سائين اسانجو ڇا ٿيندو؟“

.... .... .... ....

نوجوان جي سوال جو مون وٽ ڪو جواب ڪونہ هيو. علم ۽ ادب وارن وٽ بہ اڄوڪي بک ۽ بيروزگاريءَ جو ڪو علاج نہ

هيو. وٽن زبان جا خالي ۽ خيالي چسڪا هئا، اُڪرن جي بازيگري هئي پر انهي وڪر سان پيٽ پرجي نٿي سگهيو. وڏ ۾ وڏ هو بکايل کي دم دلاسا ۽ تسڪين ڏيئي ٿي سگهيا. ثقافت به سرڪاري هوندي به سکئي هئي. وڏي ڳالهه ته مهانگي هئي. ڇو نه پوءِ اهڙي ڪا سيمينار سڏائي وڃي، جتي انهن معاملن ۽ مسئلن جي ويچار ڪئي وڃي ، جي اسان جي آڏو وات ڦاڙيو بيٺل آهن ؟ اهڙن اڪابرن کي ڪانڊ ڏني وڃي جي اڃي ا انکي اهو اسرار سمجهائن ۽ سيکارين ته هڪ پئسي مون به پئسا ڪيئن بڻائجن. بيروزگاريءَ کي ڪيئن منهن ڏجي؟ پگهار ۾ گهرجي پورت ڪيئن ٿئي؟ زندگيءَ جو اصلي مقصد ۽ زندگيءَ جي منزل ته وڃي ڪڏ پئي. پر گهٽ ۾ گهٽ روزگار ۽ پورهيو ته ملي جنهن وسيلي زندگيءَ کي زنده رکي سگهجي! آهي ڪو اهڙو محب الله جو سنڌ ۾ نوجوانن جي مسئلن لاءِ سيمينار سڏائي سندن مشڪل ڪشائي ڪري؟

.... .... .... ....

لئنڪيشائر لنڊن جي ”اناٿ آشرم“ ۾ اهران هڪ پريشان حال نينگري اچي سهڙي ۽ آشرم ۾ پناهه وٺڻ لاءِ درخواست ڪيائين چاڪاڻ ته هوءَ بي سهاري هئي. ڪيس پڙتايو ويو ته اهو آشرم فقط اهڙين اپاهج عورتن لاءِ قائم ٿيل هيو جي پنهنجو ست وڃائي چڪيون هيون. نينگريءَ ورائيو ته هوءَ پاڪدامن هئي پر دنيا ۾ سندس ڪو اجهو آسرو ڪونه هيو. ڪيس وقتي طور مٿي لڪائڻ لاءِ اجهي جي لوڙ هئي جيسين ڪيس پيٽ گذران لاءِ عزت پريو پورهيو ملي وڃي. ڪيس آشرم ۾ داخل ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو ڇو ته سندس داخلا غير قانوني هئي.

ڇوڪري لاچار ٿي ڳوڙها ڳاڙيندي هلي وئي . ڪجهه ڪلاڪن کان پوءِ واپس اچي آشرم وارن کي ٻڌايائين ته هاڻي هوءَ پاڪدامن نه هئي ۽ پنهنجي آبرو وڃائي آئي هئي. انڪري داخلا لاءِ حقدار هئي ــــ ڪيس قانون مطابق آشرم ۾ داخل ڪيو ويو.

(جنرل بوٿ آتم ڪهاڻي صفحه ١٤٣)

٨ اپريل ١٩٨٣ع

اڄ ڪلهه اسان جا ڪي محب الوطن سخت پريشانيءَ ۾ مبتلا
ٿا ڏسجن. هي به ممڪن آهي ته سندن پريشاني گهڻي قدر حقي واجبي
به هجي. هڪ ته ڪين مهاتما گانڌيءَ واري فلم منجهائي وڌو آهي،
جا فلم نه فقط هر هنڌ پسند ڪئي وئي آهي پر ان ۾ ڏوتي پوش
درويش کي آزاديءَ جو اڪيلو علم بردار ڏيکاريو ويو آهي. وري
متان ڍاڪا مون هڪ ٻي خراب خبر آئي آهي ته مجيب الرحمان جي
زندگيءَ تي فلم ٺاهڻ جون تياريون ڪيون ٿيون وڃن. ظاهر آهي ته
مجيب واري فلم ۾ ٻه پاڙواري "نظريه" کي ڇيهو رسڻ جو گمان
غالب آهي. اڃان فلمن جو قصو اڌ ۾ ئي هيو ته هندستان جي هڪ
ليکڪ ڪتاب لکي "حڪيم الامت" جا پول پڌرا ڪيا آهن. سندس
اڻڇپيل خط ڇاپي هي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته
علامه سيال ڪوٽي "پاڪستان" جي حق ۾ مورڳو هيوئي ڪونه.
چون ڪفر از ڪعبه بر خيزد ڪجا مانند مسلماني!

.... .... .... ....

ڪو زمانو هيو جڏهن ماه رمضان آئي دڪاندار مارڪيٽ ۾
سبزي ۽ ترڪارين جا اگهه گهٽائي ڇڏيندا هوا جيئن هو به هن ڀلاري
مهيني جي برڪت ۽ روزيدارن جي ثواب ۾ ڀائيواري ڀائيوار ٿي سگهن.
عجب اهو جو دڪاندارن ۾ گهٽائي هندن جي هوندي هئي. اڄ اسانجا
اسلامي وڻجارا ۽ واپاري چند ڏسڻ شرط پنهنجون ڇريون ۽ ڪاتيون
سراڻ تي لائي تيز ٿا ڪن ۽ ڪي ته گراهڪن کي مڏيءَ ڪاتي سان
به ڪهڻ کان عار نه ٿا ڪن. شين جي اگهن ۾ ٻن ڇئن آنن جي
ڦير گهير برابر هوندي آهي پر اهڙو اندير ڪڏهن ڪونه ڏٺوسون ته
رمضان کان هڪ ڏينهن اڳ ٽماٽا چوڏهين آني سير ۽ رمضان کان
هڪ ڏينهن پوءِ اٺ رپيا سير! ڪاڏ خوراڪي شين تي ڪنٽرول
ڪرڻ لاءِ سرڪار پاران يقين ڏياريو ويو هيو ته هن ڀيري قيمتن لاءِ
جوڳو بندوبست ڪيو ويو آهي ۽ ڇاپا مار مئجسٽريٽ مقرر ڪيا ويندا

جي ڪائونسلر هوندا. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته اهي ڇاپا مار ڪنٽرول وارا ڪاريگر ۽ دڪاندار پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن ۽ هاڻ ٻئي 'ڪوآپريٽو' طريقي تي گڏجي گراهڪن جي کيسي تي ڇاپا هڻندا ٿا رهن. رمضان جي خوشيءَ ۾ سرڪار نامدار مڇي مارڻ تي ٻه مهينا بندش وجهي ڇڏي آهي جنهن ڪري مهاڻا هڪ طرف ٿابڪ مرن ۽ ڪيٽيءَ وارو پلو ڦي داڙو وڃي پنجونجاه روپئي لڳو آهي. ڪاسائين لاءِ ته ڪجهه چوڻ ئي بيڪار آهي ڇاڪاڻ ته سيو ڪجهه سندن نالي ۾ ئي سمايل آهي. وري جا ڳهڻ ڪپي لارين، ٽئڪسين ۽ رڪشا وارن شروع ڪئي آهي تنهن کي ڏسي معلوم ائين ٿي رهيو آهي ته هن ماه ۾ رهزني شايد اسلامي طور جائز ٺهرائي ويئي آهي.

.... .... .... ....

خيرپور جي الله لوڪ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ماه رمضان جي مان ۾ هڪ حڪم جاري ڪيو آهي ته "کليءَ ريت 'ڪاٺ پيٺ' تي ٽي مهينا قيد يا پنج سؤ رپيا ڏنڊ، يا ٻئي سزائون هڪ ئي وقت ڏنيون وينديون." اها خبر نه آهي ته خيرپور ۾ الاجي ڪهڙي ۽ ڇا "ڪاٺ پيٺ" کي ڏوهه ٺهرايو آهي. ظاهري طور ته هوئڻ ٻه گهٽين شين جي واهپي ۽ واپرائڻ تي بندش پيل آهي، شايد هن ڪري ته قانون توڙي شريعت ٻنهي جو واسطو "ظاهر" سان آهي ۽ نه "باطن" سان. اهوئي سبب آهي جو لڪ چوريءَ ۽ اندر ئي اندر جي چوريون ڦريون ۽ ڌاڙا سرڪاري طور هنيا ٿا وڃن سي سڀ جائز ۽ حق سمجهي ڦبايا ٿا وڃن ۽ انهيءَ حرام جي مايا کي سيڪڙو ڪميشن يا پڳڙي (Good will) سڏيو ٿو وڃي. مثال طور جيڪڏهن ڪو سرڪاري عملدار فقط پنهنجي عهدي واري حصي جي رشوت تي قناعت ٿو ڪري ته سندس شمار "آنيسٽ" آفيسرن ۾ ٿئي ٿو. هن قسم جي وهنوار سان ڪنهن رمضان يا شعبان غريب جو ڪو واسطو آهي ئي ڪونه. ڇا لاءِ ته هن ڪاروبار ۾ سڀ وڏا ماڻهو جئن ته وزير سيڪريٽري ۽ ٺيڪيدار شامل رهن ٿا. اهو ڪاٺ پيٺ نهايت منظم طريقي ۽ مانت ميٺ ۾ چالو آهي ۽ روز بروز ترقيءَ جي راه تي گامزن آهي. سزا ته آهي انهن لاءِ جي کلي طور ڪاٺن پيٺن. باقي جي نانيءَ

ويڙها ناهي لڪ لٽين ۽ مال غنيمت ۾ حصي رسيءَ سان ورهائي حلال ڪري کائڻ اهو ڪو ڏوهه ٿورو ئي آهي؟

.... .... .... ....

ڪراچي ٽيليويزن تي "واهه سواهه" نالي سان هڪ معلوماتي پروگرام ڪافي عرصي کان پيش ڪيو ٿو وڃي جو اڄ ڪلهه خاصي بي رخيءَ جو شڪار ٿي رهيو آهي. هن پروگرام جي بدقسمتي هي آهي جو اڻڄاڻ سرڪاري آفيسرن کي روبرو ويهاري ڪائڻ کاتن جي انهن ڪارروائين بنسبت پڇا ڳاڇا ڪئي ويندي آهي جنجي ڪين خبر چار يا ته هوندي ئي نه آهي يا وري ٽيليويزن جي رعب ۾ وسري ويندي اٿن. هڪ ته اهڙن ابوجهه ۽ مسڪين آفيسرن کي انٽرويو لاءِ سڏيو ٿو وڃي جن کي اڳ ٽيليويزن تي ڳالهائڻ جو ڪو تجربو ئي ڪونه آهي. ٻيو وري کين اها ڪل ڪانه هوندي آهي ته ڪائڻ پڇيو ڇا ويندو؟ نه وري سائن ڪا ريهرسل ٿي ڪئي وڃي. نتيجو هي ٿو نڪري جو گهٻرائجي هو غريب ڳالهائين ڪجهه ٿا ۽ ڪائڻ وهي ڪجهه ٻيو ٿو وڃي.

تازه ڳوٺن ۾ پيئڻ جي پاڻي پهچائڻ وارين اسڪيمن متعلق حال احوال لاءِ ٻن آفيسرن کي ڦاسائي پروگرام ۾ ويهاريو ويو. ٻنهي غريبن جو ٻوڙ ويٺي هاريو تن لاءِ کين ڪو الزام مڙهي نٿو سگهجي. انگ اکر ۽ ڳوٺن جا نالا ته همراهن کان ڏنڏي تي ٿي دل تان لهي وياه پوءِ ته ڏيي تي ويٺي بندوقون ڇوڙيائون. جي سوال هيو ته جي ڳوٺن ۾ پاڻي پهچائڻ تي هنن ڪئي پاليءَ جي نيڪاليءَ جو فلسفو ٿي بيان ڪيو. سنڌ سرڪار جي سيڪريٽرين کي جڳائي ته "واهه سواهه" جي پروگرام لاءِ پاڻ سامهون اچي پبلڪ سان حالي احوالي ٿين يا وري چنڪي روانه ڪن ٿا انهن کي ٿوري گهڻي سکيا ته ڏين.

۱۹ جون ۱۹۸۳ع

انهونجاهه واري مارشل لا زماني ۾ هڪ پيري رٽائرڊ جنرل ٽڪا خان سان جو انهيءَ وقت برگيڊيئر ۽ حيدرآباد علائقي جو ڊپٽي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر هيو، ساڻ هٿونگو ٿي وياسون. نئون مارشل لا لاڳو ٿيو هيو. ٽڪا خان کي عوامي راءِ ڄاڻڻ جو سخت اونو هوندو هيو. واٽ تي هڪ جهور پيرو ماڻهو ڏسي جيپ بيهاري ٽڪا خان مون کي چيو ته سنڌيءَ ۾ پوڙهي کان سندس راءِ معلوم ڪريان. پيرو ڪجهه ڪنن کان گهبرو هيو ۽ مون رڙيون ڪندي ڪائونس خبرون پڇيون ته هنکي نئين حڪومت جي ڄاڻ هئي يا نه. پيري وراڻيو ته هائو، نئون بادشاهه تخت تي ويٺو هيو. جڏهن سندس راءِ پڇيم ته کلي ڏنائين. چي ابا آءٌ سٺو سال کان به چڙهي چڪو آهيان. مون وڏي پليگ ڏٺي، جنگيون ڏٺم ۽ ٻوڏ ڏٺم. ابا هي بلا به گذري ويندي. توکي ڪهڙي فڪر ورايو آهي؟ مون ٽڪا خان کي صحيح ترجمون ڪري ٻڌايو. ڏاڍو ڪاوڙيو. جيپ ۾ چڙهي اڳيرا ٿياسون. هڪ ٻئي پوڙهي کي سامهون ايندڙ ڏسي پڇيم ته سائين ان کان به راءِ معلوم ڪريون. جنرل صاحب ڪاوڙجي چيو ته هتان جا پير مرد سڀ خطرناڪ آهن. هي هر بلائيءَ کي بلا ٿا چون! ٻاهه ڏين سر کي.

.... .... .... ....

جڏهن ۲۳ مارچ تي يوم پاڪستان جا شادمانا ملهائجي رهيا هوا ته بلڙي شاهه ڪريم لڳ سيدن جي هڪ ننڍي واهڻ ۾ مسجد جي رونمائي ٿي رهي هئي جنهن سان گڏ مدرسي جو انتظام پڻ شامل آهي. مسجد ۽ مدرسي جي تختيءَ جي نقاب ڪشائي "سنڌ جي سيد" غلام مرتضيٰ شاهه ڪئي. مسجد ۽ مدرسو "بي بي سائڻ" جي وصيت پٽاندڙ تعمير ٿي رهيو آهي. مرحوم سائين غلام مصطفيٰ شاهه جي اهليه هئي. ۽ اها سندس ديرينه خواهش هئي ته ڳوٺ جي ڇوڪرن ۽ نياڻين لاءِ مدرسو قائم ٿئي. نقاب ڪشائيءَ جي رسم ۾ مرحوم جي

بارهي ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ اوري پري جا سوين معزز مهمان سهڙيل هوا. سائين جيئم سيد کي واهڻ ۾ ڏسي خلق کي جهٽ گهڙيءَ لاءِ هيءَ خوشفهمي ضرور پيدا ٿي هئي ته سرڪار يوم پاڪستان جهڙي خوشيءَ ۾ سيني کي شامل ڪرڻ ٿي گهريو. پر پوءِ چاڻ پئي ته سيد سائين خاص اجازت هيٺ عارضي طور ڇڙواڳ ڇڏيل هيو. جيڪڏهن سرڪار سيد کي فقط مسجدن ۽ مدرسن جي سنگ بنياد رکڻ لاءِ عام اجازت جو اعلان ڪري ته ان ۾ نه سرڪار کي ڪو نقصان ٿيندو ۽ نه سيد کي فائدو. پر گهٽ ۾ گهٽ سنڌ ۾ مدرسه ۽ مسجدون جام ٿهي پونديون.

.... .... .... ....

خبر ملي آهي ته اسانجا ڪي نوجوان اڳواڻ بيمار ٿي پيا آهن ۽ علاج لاءِ انگلنڊ اسهيا آهن. چيو وڃي ٿو ته ڪين دل جي تڪليف آهي. الله خير ڪري. شل جوانيءَ سان جيئن. پر اها ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته ڪين دل جو عارضو ٿيو ڇو؟ نه سندن ڪا اهڙي وڏي عمر آهي ۽ نه ورتي ڪو پورهيو ٿي ڪندڙ آهن، نه ڪين کي ڪنهن سفر جون پريشانيون ٿي درپيش آهن. ايترو ضرور آهي ته هو ڪرسيءَ کان ٻاهر آهن. پر سياست مون مراد وزارت ٿوروئي آهي. هار ۽ جيت ته هر راند جا به لازمي رخ آهن پوءِ ڪڏهن پريءَ ۾ ڪڏهن پاڪر ۾. آخر ملڪ جا پيا سياستدان به ته آهن. خان غفار خان پنجانوي ورهيه چمار ۾ ۽ "جي ايم سيد" اناسي سال ۾، اڃان به اڳيرو پيا رڙهن ۽ سندن دليون اڃان ته اڳيرو نوجوانن جهڙيون آهن. اسانجي وبسرن ۽ ڏهيسرن کي ڪائن سبق حاصل ڪرڻ گهرجي.

۲۵ مارچ ۱۹۸۳ع

.... .... .... ....

ريڊار رڍ کي بگهڙ جي چنبي کان ڇڏائي بچائي ٿو. رڍ ريڊار کي پنهنجي آزاديءَ جو علمبردار ڄاڻي سندس ٿورائتي رهي ٿي. پر بگهڙ ريڊار کي ساڳيءَ عمل ڪري آزاديءَ جو تباهه ڪندڙ ٿو سمجهي.

ابراهام لنڪن

## سنڌي ادب جي رفتار

وڏي خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو اسان جي سنڌي ادب ۾ اڄ ڪلهه خاصو اضافو ٿي رهيو آهي. نظم توڙي نثر جا ڪتاب ڏاڍا ڏڙ شايع ٿي رهيا آهن. روزانو ڪنهن نه ڪنهن ادبي شاهڪار جي ڇپرائيءَ جو اعلان ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. ڪهاڻيون، سفرناما، ناول ۽ ڪلام، غرض ته هر ڏس ۾ اڳتي قدم کڄي رهيو آهي. ڪتاب گهرن ۽ دڪانن تي ٻين ڪتابن سان گڏ سنڌي ڪتاب به سجايل نظر اچن ٿا جي اڳ ڳوليا به نه لڀندا هوا. سنڌي ڪتابن جي مانگ ۽ کپت ڏيکاري ٿي ته اسان جا ماڻهو هاڻ ديسي ادب سان چاهه رکڻ ۾ ڪو عار نه ٿا سمجهن. وڏا ٿورا الله جا، جو سنڌي ساهت جا ڏينهن هر ڳهر ۽ محل ۾ ڏسڪندا ڏسجن ٿا.

اميد آهي ته جيئن جلال چانڊيه جي "الوميان" ڏارين جي روح تي ڏري سنڌ ۾ پنهنجي لوڪ راڳ جو سڪو ڄمايو آهي تيئن اسان جا ليکڪ صاحب به سنڌي ادب کي چوڌاري چوڏار روشن ڪري ڇڏڻ ملهائيندا.

هن ڪالم ۾ پڙهندڙن کي هر مهيني چونڊ تازه شايع ٿيل ڪتابن جي سرسري ڏيٺ ويٺ ڪرائي ويندي.

..............

سنڌيڪار : رشيد ڀٽي — زندگي پبليڪيشن حيدرآباد

## چتر ليکا

چتر ليکا، ڀڳوتي شرما جي هندي ناول جو ترجمو آهي جو اڄ کان اڌ صدي اڳ هندستان ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو هيو. ڪتاب شايع ٿيڻ شرط ئي ماڻهن ۾ مقبول ٿي ويو ۽ ترت پوري هندستان تي ڇانئجي

ويهن سالن جا سال لاڳيتو هي ناول ڪتابن جي چُنا پيٺيءَ ۾ چوٽيءَ تي رهيو ۽ هر سال سندس نوان ڇاپا جاري ٿيندا رهيا. هن ڪتاب جي عوام ۾ مشهوري سندس ليکڪ کي ٣٣ سالن جي جوان عمر ۾ اهڙو ناماچار بخشيو جو دنيا جي ليکڪن کي سندن پڇاڙيءَ جي پهر ۾ به ورلي نصيب ٿيو هجي. هي ڪتاب دنيا جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو آهي ۽ لکن جي تعداد ۾ وڪرو ٿي چڪو آهي. ٽي عدد فلمون پڻ هن ڪتاب جي مضمون بنياد تي تيار ٿي چڪيون آهن .

چتر ليکا هڪ ڪهاڻي آهي. ايتريقدر خيالي ۽ اڌوري جيتري عام انساني زندگي. آکاڻيءَ جو مرڪزي خيال آهي پاپ ۽ پنيج يا گناه، جو جهيڙو ازل کان هلندو ٿو اچي. چتر ليکا عورت آهي، جنهن جنس ۽ ذات جي پوري پرک ۽ پروڙ نه هئڻ ڪري انسان کيس هر موقعي آهر جدا جدا لقبن ۽ خطابن سان پئي نوازيو آهي . ڪڏهن کيس پنهنجي غلط فهمي، گناه، جزا ۽ سزا پئي سڏيو آهي ته ڪڏهن ”مايا ڇايا ۽ ماتا“ چئي پئي پڏايو ۽ پوڄيو آهي، پر عورت ڪهڙي ڳجهارت آهي؟ غيب جي ڳُدو ڇوي خبر خاوند کي .

هن مشهور ناول جو سنڌي ترجمو سنڌ جي نامور اديب ۽ اديبن جي رڃ چڱي مڙس رشيد ڀٽيءَ ڪيو آهي. سنڌيڪار جنهن محبت ۽ دلي لڳاءَ سان ناول جي هر خيال کي سنڌيءَ جي سانچي ۾ اتاريو آهي اهو ڀٽيءَ جي فن جو ڪمال ۽ ڪرشمون آهي. هي ناول جيئن ته ادبي دنيا ۾ هڪ شاهڪار جي حيثيت رکندڙ آهي ان ڪري سنڌي ادب ۾ سندس اضافو اسان لاءِ واڌو سرمايو آهي . اميد ڪئي وڃي ٿي ته هي ڪتاب اسان جي سنڌي ليکڪن لاءِ مشعل را ثابت ٿيندو .

هي ناول ٢١٢ صفحن تي ٻڌل آهي. ڪتاب جي ڇپائي صاف ۽ ستري آهي. سندس جلد مٿان راڄ نرتڪيءَ جي چترڪاريءَ جو عڪس ڏنل آهي. ڪتاب جي قيمت ٢٥ رپيا آهي . ملڻ جو پتو زندگي پبليڪيشنس معرفت پوسٽ باڪس نمبر ١٠٤ حيدرآباد آهي.

الهڏنو ڪاڪا                                   سنڌ ڪتاب گهر ڪراچي

## ڪندن

اڌ صدي اڳ سنڌ ۾ وڏن قصن جي ڪتابن پڙهڻ جو رواج هيو، جيئن گل بڪاولي، ممتاز دمساز، حاتم طائي ۽ الف ليلا وغيره. ڪوبه ڪتاب هزار صفحن کان گهٽ ورلي هوندو هيو، چندر ڪانتا ناول ته اناويهه جلدن تي پکڙيل هيو. اهو واندڪائيءَ جو زمانو هيو ۽ ماڻهن وٽ فرصت جام هئي. سندن دليون به وڏيون هيون. گهرن جا اڱڻ ۽ ايوان ڪشادا ۽ ويس وڳا به ويڪرا ۽ خلاصا هوا. پڳ پهرياڻ ۽ سٿڻون ٿان کان گهٽ ماپ جون نه هونديون هيون. اڄ ڪلهه زمانو تنگ دلي ۽ تنگ دستيءَ جو آهي. پاڙي جون گهٽيون سوڙهيون ۽ گهر جهڙا ڪکڙن جون کڏيون. ڪپڙا تنگ، سوڙها ۽ لنڊا. دليون ننڍڙيون، منگ ڦريءَ جيتريون مس. اهي به بغض سان پريل! وڏن قصن ۽ اٿاه ناولن بجاءِ ڪهاڻين جا ڪتابڙا ۽ ڊائجيسٽ. ماڻهو اخبارن جون سرخيون به مس ٿا پڙهن.

اهڙي وقت جي ڪوٺ ۽ ڪٺل دور ۾ ناول لکڻ ۽ پڙهڻ ٻيئي ڏکيا ڪم. ڪو مهمٻر هوندو جو ناول لکڻ يا پڙهڻ جي جرئت ڪندو. اهوئي سبب آهي جو ناول اڄ ڪلهه قسطن ۾ شايع ڪيا ٿا وڃن. جيئن الهڏني ڪاڪا ”ڪندن“ ناول لکيو آهي جو اول ”اديون“ ۽ ٻين رسالن ۾ ڇاپيو ويو هو. ”ڪندن“، ڪاڪا جي پهرين ادبي ڪوشش آهي جا نهايت سليقي سان نباهي اٿس. هن ناول ۾ گذريل پنجاهه سالن جي اٿل پٿل واري ڳوٺاڻي رهڻي ڪرڻيءَ کي هڪ دلچسپ ۽ سهائيندڙ پلاٽ ۾ سجايو ويو آهي. آتم ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ هي لکيل ناول سبق آموز پڻ آهي. سندس سنڌي سادي عام فهم ۽ اسٽائيل لطيف ۽ وڻندڙ آهي.

---

محترم محمد يعقوب نياز                                   آگم پبليڪيشنس

## ديوان حافظ

عام طور دنيا جي شاعرن جو لاڙو مايوسي ۽ نراسائيءَ جي رخ

۾ پئي رهيو آهي. خاص طور ايران جو شاعرائو ڪلام ته روح راڙي سان چلڪندڙ ڏنـو وڃي ٿـو. خود يورپي شاعر جهڙوڪ اٽليءَ جو ڪهڙو شاعر ليوپار ڊي ۽ اي ايل هائوس مئن انگريزي شاعر ته مايوسيءَ جا پيغمبر سڏيا ويندا آهن . اهڙي ”شادي بـد خبر“ مڪتب فڪر جو فلسفو هي آهي ته ”ڏينهن اپري چڪو آهي. پر اهڙي سج اپـرڻ ۾ ڪهڙو فائدو؟ ڇو ته ان روشن ڏينهن ڪڏ وري ڪاري اونـداهي ۽ ڊگهي رات اچڻ واري آهي. اسان جي سموري خوشي عارضي آهي ڇاڪاڻ ته ترت ڏکن جي چڙهائي ٿيڻ واري آهـي . ڇئن ڏينهن جـي چاندوڪي ۽ پوءِ انڌيري رات. ان ڪري ماڻهوءَ کي جڳائي ته پاڻيءَ کان اڳ ڪپڙا لاهي ڊوڙ مٿي ۾ وجهي هاءِ گهوڙا ڪري!“

پر حافظ شيرازي ايران جو اڪيلو شاعر آهـي جو سهڻي لطيف جيان سدائين اسان کي صبر شڪر ۽ آس اميد جو آنت ڏئي ٿو. جيئن پٽائي پلارو فرمائي ٿو ته ”ماندي نه ٿي مارئي ته جو الله پيي آهـي ؛ سون سالن جا ڏکڙا هڪ لحظي ۾ لاهي“. هي برابر آهـي تـه ڪاري انڌيري رات اڳيان آهي پر نيٺ خوشيءَ جو سج به ته اڀرڻو آهي. دنيا اميد تي قائم آهي آخر اسان سوري عايب تـي چڙهڻ جـو ڪو ٺيڪو ٺوروئي کنيو آهي. زنتو رت هارڻ لاءِ فقط اسان ئي رهجي ويا آهيون؟

محترم محمد يعقوب نياز ديوان حافظ جو سنڌي ترجمو ڪري ۽ ديوان حافظ سنڌيءَ ۾ ڇپائي پڌرو ڪرڻ لاءِ ڪيرون لهڻيون .

د- جون ١٩٨٣ع

............

## صاحب منهنجا سپرين

ڪـڏهن طاقيون ڏين ، ڪڏهن ڪلن در دوستن جا ،
ڪـڏهن اچان ، اچـڻ نـه ڏيان ، ڪڏهن ڪونيو نين ،
ڪڏهن سڪان سڏ کي، ڪڏهن گجهاندر گـرهين ،
اهـــڙائـي آهيــن ، صاحــب منهنجـا سپـريـن .

(شاهه)

## نيو فيلڊس پبليڪيشنس طرفان شايع ٿيل ڪتاب

| ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
| --- | --- | --- |
| ۱. بين الاقوامي قانون ۽ تنظيم | فيروز احمد | -/۱٦ |
| ۲. جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۱) | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۳. اڏ ملاقات | طارق اشرف | -/۱۲ |
| ۴. جيل گهاريم جن سان | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۵. جيل ۾ ۲۲ مهينا (ڀاڱو ۲) | طارق اشرف | -/۱۲ |
| ٦. زندگيءَ جو تنها مسافر | طارق اشرف | (ختم ٿيل) |
| ۷. ۴- مارچ ۽ سنڌي جوڌا | — | (ختم ٿيل) |
| ۸. بهترين ڪهاڻيڪارن جون بهترين ڪهاڻيون | امرجليل، آغا سليم نسيم کرل، پليجو ۽ ٻيا | -/۱۲ |
| ۹. اونداهي ڌرتي روشن هٿ | آغا سليم | -/۲۵ |
| ۱۰. رات منهنجي روح ۾ | غلام نبي مغل | (ختم ٿيل) |
| ۱۱. ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون | (ڀاڱو ۱) | (ختم ٿيل) |
| ۱۲. ٿڌا چپ (ڪهاڻيون) | ايشور چندر | (ختم ٿيل) |
| ۱۳. وايون وڻجارن جون | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۱۴. ۳۰ سالن جون چونڊ ڪهاڻيون | (ڀاڱو ۲) | (ختم ٿيل) |
| ۱۵. بندر بازاريون | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۱٦. شڪليون (خاڪا) | عبدالقادر جوڻيجو | -/۱۰ |
| ۱۷. يادگار ڪهاڻيون | مختلف ڪهاڻيڪار | (ختم ٿيل) |
| ۱۸. ٽين دنيا جون ڪهاڻيون | وليرام ولڀ | (ختم ٿيل) |
| ۱۹. عظيم ڪهاڻيڪارن جون عظيم ڪهاڻيون | | (ختم ٿيل) |
| ۲۰. دل اندر درياءُ (ڪهاڻيون) | مدد علي سنڌي | (ختم ٿيل) |
| ۲۱. دل جو بندر (ناول) | اڏورل آئيويس/ نصير اعجاز | -/۱٦ |
| ۲۲. رهيل قرض (ڪهاڻيون) | ظفر حسن | -/۱۲ |
| ۲۳. درد جي خوشبو (ناول) | قاضي خادم | -/۱۸ |
| ۲۴. ڪنهن سان سور سليان | مرتب: فيروز احمد | (ختم ٿيل) |
| ۲۵. فڪر جي آزادي | آسٽيفن زويگ/ابراهيم جويو | (ختم ٿيل) |
| ۲٦. منهنجو ساگر، منهنجو ساحل | الطاف شيخ | -/۱٦ |

| نمبر | ڪتاب | ليکڪ | قيمت |
|---|---|---|---|
| ۲۷. | غلامن جو بيڙو (ناول) | مصنف: ايرڪ ڪاردر<br>مترجم: دوست محمد پٽي | -/۲۰ |
| ۲۸. | سي ٽي جوين ڏينهن | الطاف شيخ | -/۱۵ |
| ۲۹. | عاشي (ناول) | مصنف: هينري رائڊر هئگرڊ<br>مترجم: فضل احمد بچاڻي | -/۳۰ |
| ۳۰. | سي بيڙيون رکين پاڃهه سين | الطاف شيخ | -/۲۰ |
| ۳۱. | سڌارٿ (ناول) | هرمن هيس/ فضل احمد بچاڻي | -/۱۰ |
| ۳۲. | جپان رس | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۳۳. | روح جي ڳولا (ناول) | مترجم: فضل احمد بچاڻي | -/۱۰ |
| ۳۴. | درد جا ڏينهن، درد جون راتيون | طارق اشرف | -/۲۰ |
| ۳۵. | سانباهو سمونڊ جو | الطاف شيخ | -/۱۵ |
| ۳۶. | سورج هوندي مرجهايل | نجم عباسي | (ختم ٿيل) |
| ۳۷. | آسيه (ناول)<br>(عاشي جي واپسي) | مصنف: هينري رائڊر هئگرڊ<br>مترجم: فضل احمد بچاڻي | -/۲۰ |
| ۳۸. | قلندر (ڪهاڻيون) | مصنف: قرةالعين حيدر<br>مترجم: مدد علي سنڌي | -/۱۲ |
| ۳۹. | الطاف شيخ جي نوٽبڪ تان | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۴۰. | سزا جا سک | مصنف: آسڪر وائلڊ<br>مترجم: فضل احمد بچاڻي | -/۱۲ |
| ۴۱. | بهترين سفرناما | الطاف شيخ | -/۱۵ |
| ۴۲. | للڪار (ڪهاڻيون) | نجم عباسي | -/۱۵ |
| ۴۳. | ٽڪل سريت<br>(ڪهاڻيون) | مصنف: البرٽو موراويا<br>مرتب: وليرام ولڀ | -/۱۲ |
| ۴۴. | لنڊن تائين لفٽ | الطاف شيخ | -/۱۲ |
| ۴۵. | تصوير جو خون (ناول)<br>(پڪچر آف ڊورين گري) | مصنف: آسڪر وائلڊ<br>مترجم: فضل احمد بچاڻي | -/۲۰ |
| ۴۶. | حليم شو | حليم بروهي | -/۱۵ |
| ۴۷. | ٻارن جون آکاڻيون | الطاف شيخ | (ختم ٿيل) |
| ۴۸. | سپون | خليل جبران/ فضل احمد بچاڻي | -/۱۲ |

۴۹. سفر يورپ جي ڊائري — قاضي عبدالمجيد عابد — ۲۵/-

۵۰. آزادي خاطر (ڪهاڻيون) — مرتب: فيروزاحمد — ۱۶/-

۵۱. چانديءَ جون تارون (ڪهاڻيون) — ماهتاب محبوب — ۱۶/-

۵۲. مس سدا بهار چنبيلي (ناول) — الطاف شيخ — ۲۰/-

۵۳. پيار ڪهاڻي (ناول) — نجم عباسي — ۲۵/-

۵۴. نيگرو عشق ۽ بغاوت — مصنف: ڪرسٽوفر نڪول — ۱۶/-

۵۵. شرم ٻوٽي (ناول) — گوبند مالهي — ۱۲/-

۵۶. اڳي ايئن هياس (جلد ۱) — فضل احمد بچاڻي — ۲۰/-

۵۷. پره ڪان پهرين — ماهتاب محبوب — ۱۶/-

۵۸. بلنديون (ناول) — نجم عباسي — (ختم ٿيل)

۵۹. رڃ ۽ پاڇا (ناول) — موهن ڪلپنا — ۱۶/-

۶۰. مون توکي پيار ڪيو (ڪهاڻيون) — پوپٽي هيراننداڻي — ۱۲/-

۶۱. آيل ڙي اولاڻا (ڪهاڻيون) — علي بابا — ۲۰/-

۶۲. شاهہ لطيف جي شاعري — تنوير عباسي — ۱۵/-

۶۳. آپڻي گهوٽ تہ نشا تيوئي — لوڪرام ڏوڏيجا — ۲۲/-

۶۴. موهن جو دڙو (ناول) — علي بابا — ۱۶/-

۶۵. ادو عبدالرحمان (ڪهاڻيون) — امر لعل هنگوراڻي — ۱۰/-

۶۶. ڌرتي روشن آهي (ڪهاڻيون) — آغا سليم — ۲۲/-

۶۷. دارون هن ديواني جو (ڪهاڻيون) — نجم عباسي — ۲۰/-

۶۸. پيغامبر — خليل جبران/ سنار — ۱۰/-

۶۹. همہ اوست (ناول) — آغا سليم — ۲۰/-

۷۰. اداس واديون (ڪهاڻيون) — حميد سنڌي — ۱۲/-

۷۱. آئيني جي اڳيان — ۱۷ ساهتڪار — ۱۲/-

۷۲. چنڊ چنبيليءَ ول — شيخ اياز — ۳۰/-

۷۳. لهر لهر زندگي — ماهتاب محبوب — ۲۰/-

۷۴. اڌون ماڻهو (ڪهاڻيون) — سراج — ۱۵/-

۷۵. ٻہ ننڍا ناول — آغا سليم — ۲۲/-

۷۶. اڳي ايئن هياس (جلد ۲) — فضل احمد بچاڻي — ۲۵/-

۷۷. رڻ تي رم جهم — شيخ اياز — ۲۲/-

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" نادانيءَ جي نشاني آهي.

